# سجڻ ساهه پساهه ۾

## مضمون، مقالا ۽ خاڪا

شفيع چانڊيو




شهيد مير امداد علي چانڊيو يادگار ڪاميٽي،
چانڊيا ڳوٺ، قاسم آباد، حيدرآباد.

ڪتاب جو نالو : سڄڻ ساهہ پساهہ ۾
موضوع : مضمون- مقالا ۽ خاڪا
ليکڪ : شفيع چانڊيو
ڇاپو پهريون : 2019ع
تعداد : 1000
قيمت : -/300 روپيہ
ڪمپوزنگ، لي آئوٽ : نور محمد سميجو
ٽائيٽل : امين سولنگي
ڇپيندڙ : ڪولاچي پرنٽرز حيدرآباد
ڇپائيندڙ : شهيد مير امداد علي چانڊيو يادگار ڪاميٽي
چانڊيا ڳوٺ، لڳ هيپي هومز
قاسم آباد حيدرآباد.

--------------------

Name of Book : Sajjan Saah Pasaah Men
Topic : Mazmoon-Maqala aen Khaka
Author : Shafi Muhammad Chandio
Edition 1st : 2019
Qunatity : 1000
Price : 300/-
Composing, Layout: Noor Muhammad Samejo
Title : Ameen Solangi
Printer : Kolachi Printers Hyd
Publisher : Shaheed Mir Imdad Chandio,
Yadgar Committee Chandia Village
Near Happy Homes, Qasimabad, Hyderabad.
E-mail Address : lal-m-chandio@yahoo.com

هيءُ ڪتاب ڪولاچي پرنٽرز حيدرآباد مان ڇپائي شهيد مير امداد علي چانڊيو
يادگار ڪميٽيءَ جي ڪنوينر علي رضا "راجا" چانڊيو، قاسم آباد حيدرآباد مان پڌرو ڪيو.

# فهرست

# ارپنا

آءُ پنهنجو هي تخليقي ۽ قلمي پورهيو
پنهنجي جيون ساٿي رضيه بيگم ۽
پنهنجين نياڻين شبانه ۽ پروين جي
نانءُ ڪريان ٿو.

# اداري پاران

ساٿيو! ڪجھ وقت کان پوءِ اداري پاران سنڌ جي نامور شاعر، اديب، تعليمي ماهر، سماج سڌارڪ ۽ اسان جي بزرگ سائين شفيع محمد چانڊئي جو ڪتاب "سڄڻ ساهہ پساهہ ۾" ڏئي رهيا آهيون. هن ڪتاب ۾ سنڌ جي عالمن، اديبن، شاعرن، دانشورن، فنڪارن ۽ سماج سڌارڪ ماڻهن تي ڀرپور مضمون، مقالا ۽ خاڪا لکيل آهن. جن مان ڪيترا اڳ ڇپيل آهن ۽ ڪي اڻ ڇپيل آهن. اهڙي طرح هڪ مضمون نصاب ۾ درسي ڪتاب تي پڻ آهي.

هر لکندڙ جي لکڻي ۾ پنهنجو اسلوب هوندو آهي. سائين شفيع محمد چانڊئي جي لکڻي ۾ بہ اها رس چس آهي جو سندس ڪوبہ ڪتاب پڙهڻ وقت پوري ڪرڻ کان اڳ بند ڪرڻ تي دل نہ چوندي آهي.

اميد تہ هي ڪتاب بہ اوهان کي سندس ٻين ڪتابن جيان پڙهڻ وقت اهڙو ئي لطف ڏيندو. پنهنجي راءِ کان آگاهہ ڪندا رهندا تہ مهرباني.

**علي رضا 'راجا' چانڊيو**

ڪنوينيئر

شهيد مير امداد علي چانڊيو يادگار ڪاميٽي

چانڊيا ڳوٺ، قاسم آباد، حيدرآباد

# پنهنجي پاران

جڏهن يادگيرين جي ڪينواس تي شعور جا گل ڦٽڻ لڳا، تڏهن چوطرف نهار ڪيم تہ رڳو ساوڪ ئي ساوڪ نظر آئي. قدرت جي طرفان هي تحفو سائي رنگ ۾ چوطرف پکڙيل نظر آيو. جڏهن بهار جون ٿڏڙيون هيرون ساوڪ مٿان هلنديون منهنجي جسم تي ٿڏڙا ڪينديون هيون تڏهن عجيب احساس اندر ۾ اٿندا هئا. پوءِ وقت سان گڏ چوطرف سيمنٽ ۽ بجريءَ سان مليل جهاز ڪر ڪڻڻ لڳا ۽ ساوڪ جو گهيرو گهٽبو رهيو تڏهن گهُٽ ۽ ٻُوسٽ جو احساس ٿيو ۽ ان ڪان گهبرائجي ڪنهن پناهہ وٺڻ جو فيصلو ڪيم.

منهنجي من کي پناهہ ڏيڻ لاءِ ٽي ڪوٽ ايري آڏو آيا. هڪ پنهنجي چاچي جي صوفي طبيعت جو ساٿ ۽ ان سان گڏ اوطاق تي ايندڙ ڏاهن ماڻهن جا ٻول. ٻيو سِگا جي ساٿين جي سنگت سان لاشعور ۾ شعور جو پيدا ٿيڻ ۽ ٽيون سنڌ يونيورسٽي جو ماحول. خاص ڪري منهنجي آفيس (آرٽس فيڪلٽي واري) جيڪا ادب پسند دوستن جي ويهڪ هئي. پوءِ انهن ٽنهيءَ مختلف پاسن کان ايندڙ هوائن جي سڳنڌ مون کي ڏاهن جي محفلن ۾ ويهڻ جو ويچار ڏنو. انهن محفلن ۾ جيڪي ڪجهہ ٻڌم، ڏٺم ۽ محسوس ڪيم سو ڪاغذ تي اتارڻ لڳس. پوءِ اهي ڪاغذ اڏري ڪن اخبارن ۽ رسالن جي سٽ ۾ شامل ٿي ويا.

جڏهن مختلف مسئلن پُرسڪون حياتي ۾ لهرون پيدا ڪيون تہ انهن لهرن کي منهن ڏيڻ لاءِ وقت جي قرباني ڏيڻ جي ضرورت محسوس ڪيم. ائين ڏاهن سان ساٿ ۾ وٿي پئجي وئي.

حقيقت اها آهي تہ مون جيڪي ڪجهہ پرايو آهي اهو دوستن جي ڪچهرين ۽ ڪتابن جي سنگت مان. ۽ مون کي جيئڻ جو حوصلو مليو تہ بہ انهن پنهي طرفان.

رٽائرمينٽ کان پوءِ جڏهن سنگت ساٿ سان سهيڙجڻ لڳس تہ ڪن خيرخواهن جن مون کي ماضي ۾ پڙهيو هو تن وري لکڻ جي صلاح ڏني جو هاڻي منهنجي وس ۾ نہ هو تہ وري ڪن سڄڻن زور پريو تہ ماضي جي لکڻين کي گڏ ڪري حال جو روپ پارايان ۽ اهو گس مون کي ڪجهہ سولو لڳو. ٿوري وقت کانپوءِ اُن ۾ لڳي ويس.

پوءِ وڃي هٿ ڳنڍيم پراڻن رسالن ۽ اخبارن سان. جيڪي ڪجهہ مليو سو حاضر آهي "حال حبيبان پيش پرين اڳيان". هتي هڪ ڳالهہ واضح ڪندو هلان تہ مون جيڪي ڪجهہ لکيو هو ان لاءِ مون ڪتاب آڏو ڪولي نہ لکيو. ها! ڪتابن صرف مون کي لکڻ جو ڏانءُ ڏنو پر هي لکڻيون منهنجي سوچ جا وهڪرا آهن. مون پنهنجن سڄڻن، ساٿين، دوستن جي سنگت ۾ رهي ڪري جيڪي ڪجهہ پرايو ان کي احساسن ۽ جذبن جي صورت ۾ آڻي پنن تي رنڊا روڙيا.

آئون ڪنهن دشمني مان نہ ڄاڻان. مون هميشہ ساٿين سان دوستي جي دعويٰ ڪئي آهي. تي سگهي ٿو منهنجي لکڻين جي ڪنهن جملي ۾ کوٽ هجي يا ڪا ڳالهہ حقيقت کان پري هجي تہ ان کي منهنجي مجبوري سمجهي درگذر ڪيو وڃي. هونئن بہ سڀ سوال حل ڪرڻ جهڙا نہ هوندا آهن. ڪن کي مجبوريءَ ۾ ۽ ڪن کي مصلحتن ڇڏيو

ويندو آهي. سچ پچ تہ هن ڪتاب ۾ آيل مضمونن، مقالن ۽ خاڪن ڪي ترتيب ڏيڻ ۽ ڪتاب جي نالي رکڻ وقت ڏاڍو مونجهاري ۾ رهيس، بهرحال جيئن تيئن ترتيب ڏئي ڪتاب جو نالو ”سَجَڻ ساهَہ پساهَہ ۾“ رکي ڇڏيم.

آئون پنهنجي پياري دوست شوڪت علي 'شوق' ۽ سليم چنا جو ٿورائتو آهيان جيڪي هر وقت هن لکڻين کي ڪتابي صورت ۾ آڻڻ لاءِ زور ڀريندا رهيا ۽ پوءِ ڪتاب لاءِ پنهنجا مضمون پڻ لکيا.

آئون سنڌي ادب جي نامياري شاعر ۽ محقق مشڪور ڦلڪاري جو ٿورائتو آهيان جنهن هن ڪتاب جو مهاڳ لکيو. پياري جاويد سوز هالائي ۽ دوست آغا ظفر جا ٿورا جن هن ڪتاب سهيڙڻ ۾ منهنجي مدد ڪئي. ان سان گڏ آئون ڀاءُ نور محمد سميجي جو بہ احسانمند آهيان جنهن اڳ جيان ڪتاب جي ڪمپوزنگ ڪري، لي آئوٽ ٺاهي ڏنو.

آخر ۾ آئون شهيد مير امداد علي چانڊيو يادگار ڪميٽيءَ جي دوستن جو بيحد ٿورائتو آهيان جن وڏي خوشيءَ سان ڪتاب ڇاپڻ لاءِ نہ صرف حامي ڀري پر ڇاپي ڇڏيو ڪيو.

شفيع چانڊيو
قاسم آباد-حيدرآباد

# فقير گهراڻي ۾ راڄداري وارو ماڻهو

پياري دلبر يار شفيع چانڊئي جي شعري مجموعي "اوسيئڙن ۾ نيڻ" سنڌ جي نهايت وڏي اديب محمد عثمان ڏيپلائي جي ناٽڪ نويسي تي سنڌس تحقيقي ڪتاب "محمد عثمان ڏيپلائي جي ڊراما نگاري" ۽ شفيع چانڊئي جي باري ۾ لکيل سندس دوستن جي مضمونن جو ڳٽڪو "اندر جن اجاريو" جيڪي ٽيئي ڪتاب شهيد مير امداد علي چانڊيو يادگار ڪميٽي قاسم آباد طرفان ڪجهه وقت اڳ شايع ڪيا ويا. انهن ڪتابن کانپوءِ شفيع چانڊئي جو مختلف وقتن تي مختلف ادبي پروگرامن ۾ پڙهيل مضمونن جو ڪتاب "سڄڻ ساهه پساهه ۾" منهنجي سامهون موجود آهي. جنهن ڪتاب تي ڪجهه لفظ لکڻ لاءِ شفيع چانڊئي جي هر هفتي فون تي جلدي ڪجهه لکي موڪلڻ جي حُجت ڏڪائي ڇڏيندي آهي. منڙي زبان ۾سندس ٽڪڙ بہ ماکيءَ کان مٺي لڳندي اٿم. پر منهنجي دير سان لکڻ جو سبب هڪ

مونجهارو بہ آهي. تہ لکان تہ ڇا لکان؟ شفيع جي مسلسل نڀاھہ واري دوستي جي ڪردار تي لکان، مادرعلمي سنڌ يونيورسٽي جي نوڪري دوران پوري سنڌ مان آيل ويڳاڻن نوجوانن کي سندس آٿت ڏيڻ واري اتساھيندڙ ڪردار تي لکان يا سندس بزرگ عالم صوفي لعل محمد چانڊيئي جي دوآبي واري آشرم تي مچايل رهاڻين دوران هن جي پنهنجي دور جي تمام وڏن عالمن ۽ اسڪالرن جي خدمت گذاري تي لکان . يا پنهنجي بزرگ صوفي لعل محمد جي آتڻ تي برندڙ مچ جي روشني کي برقرار رکندي "سنڌ فرينڊس آرگنائزيشن" طرفان رچايل رهاڻين ۽ مچ ڪچهرين تي لکان يا هن ڪتاب ۾ موجود مواد تي لکان . جنهن ۾ سندس مختلف پروگرامن ۾ پيش ڪيل شاندار پيتا جا لفظ آهن. جنهن ۾ هن انتهائي چند ٺوڪ سان لفظن جو استعمال ڪري انهن تقريبن ۾ پنهنجي وسيع مطالعي، انهن شخصيتن سان سندس اتساھيندڙ پيار ۽ دوستي جي نڀاھہ جو عڪس چٽيو آهي.

آئون هڪ مسلسل لکاري رهيو آهيان، هر موضوع تي لکي بہ سگهان ٿو. پر مونجهارو تور تڪ ۽ شفيع جهڙي ماڻهو جي گهڻ رخي ڪردار جو آهي. انهي ڪري لکڻ جي شروعات ڪرڻ ۾ ڪجهہ مونجهارو ٿئي پيو.

ماڻهوءَ جو جمڻ ۽ مرڻ ڪو اهم سوال ناهي، ڪائنات جي نظام ۾ هر شئي جو انت آهي. هر انت وري نئين جنم جي شروعات آهي. اهوئي سبب آهي جو هي ڪائنات اربين سالن کان موجود آهي. اهڙي نموني سان هن ڪائنات جو هڪ اهم ساهوارو انسان بہ هن ڪائنات جي ارتقا سان گڏ پنهنجي ڪردار سان نوان لاڙا ۽ عملي رجحان پيدا ڪري پنهنجي وجود جو احساس ڏياريندو رهيو آهي. حقيقت ۾

ندگي جو اصل مقصد ئي پنهنجي وجود جو احساس ڏيارڻ آهي.
نساني تاريخ ۾ اربين پيدا ٿيل ماڻهن مان صرف اهي نالا ئي زنده آهن،
جن پنهنجي ڪردار جي ذريعي زماني کي پنهنجي هئڻ جو احساس
ڏياريو. باقي جمڻ ۽ مرڻ سان ڪنهن ماڻهو جي نالي جي بقاءَ جو ڪو
تعلق ناهي. زندگي جي وجود جي بقاءَ جو بنياد فرد جي ادا ڪيل
ڪردار تي بيٺل هوندو آهي اهو ڪردار ئي آهي .جيڪو هئڻ جو
احساس پيدا ڪري ٿو ۽ هئڻ جو احساس ئي اصل زندگي آهي.

تاريخ جي تاجي پيٽي ۾ انهي انساني ادا ڪيل ڪردار جي ئي
ڦٽ آهي، جيڪا تاريخ جي رنگيني ۽ خوبصورتي ۾ اوتجي ڪشش
پيدا ڪري ٿي. ۽ تاريخ جا صفحا ادا ڪيل انساني ڪردارن جو ئي
ياداشت نامو آهن. جن سان زندگي اتساهه وٺي انساني سوڻهن جي بقا
جو دائمي سبب بڻيل آهي.

شفيع چانڊئي جي وڏائي اها ناهي تہ , هو هڪ فقير گهراڻي ۽
اجداري وارو ماڻهو آهي. نہ ئي سنڌ يونيورسٽي ۽ سنڌ ٽيڪسٽ بورڊ
جام شورو جي نوڪري سبب هن کي وڏماڻهپي جو اعزاز مليو آهي. پر
سن سنڌ يونيورسٽي جي ملازمت دوران جيڪو سنڌ جي پسمانده
علائقن مان آيل ٻهراڙي جي نوجوانن مان ويڳاڻپ کي دور ڪرڻ،
انجهن جيڪو پنهنجائپ واري پيار ۽ همدردي سان اتساهه ڀريو. سو
ي پورهيو ۽ جذبو سندس وڏماڻهپي جو هڪ ڏاڪو آهي. اسان اکين
ڏٺا شاهد آهيون تہ هن ڪيترن ئي غريب نوجوانن کي يونيورسٽيءَ ۾
داخلائون ڏياري وڏن عهدن تي رسايو.

شفيع چانڊيو سنڌ يونيورسٽي جي نوڪري دوران سنڌ جي
ٻهراڙي مان آيل ويڳاڻن نوجوانن جو پرجهلو ٿي بيٺو. سنڌ يونيورسٽي

۾ ادبي ۽ سياسي مانداڻ مچائڻ ۾ هن نہ صرف پنهنجو سڀ ڪجهہ اربي چڏيو پرهن انهن ادبي ، سياسي ۽ سماجي ميڙاڪن ۾ پاڻ کي پويان رکندي، جڳاندري اديبن جي جاءِ تي نون اديبن ۽ نئين ٽهيءَ کي اڳيان آڻڻ ۾ سگهارو ڪردار ادا ڪيو. هن سنڌ فرينڊس آرگنائيزيشن جي پليٽ فارم تان ڪيترائي ادبيءِ ثقافتي پروگرام ڪري نہ صرف حيدرآباد جي تاريخي علمي جوت جي لڄ قائم رکي ، پر سندس اوطاق عالمن ، اديبن، قومي ڪارڪنن ، فنڪارن ۽ سندس دوستن لاءِ اوطاق ابراهيمي جو ڏيک ڏئي ٿي. اڄ بہ سندس اوطاق سنڌ سان پيار ڪندڙ عاشقن جو آکيرو آهي. جتي هي پنهنجي دل ۽ دسترخوان کي سوڙهو ڪرڻ لاءِ تيار ناهي. حيدرآباد لڳ دوآبي ۾ صوفي لعل محمد چانڊئي جي سُنت ۽ رسم عشق ادا ڪرڻ ۾ هن سخي مرد اجان پاڻ کي مياري نہ ڪيو آهي. هي سچ جو ساٿاري ۽ ڪوڙ خلاف مصلحت پسندي بجاءِ نتيجن کان بي پرواهہ ٿي ويڙهاند بہ ڪندو رهيو آهي. انهيءَ ڪري هن فقير منش انسان کي جهيڙاڪ هجڻ جو الزام بہ سر تي کڻڻو پيو. اهي سڀ ڳالهيون وڏماڻهپي جا اهي ڏاڪا ۽ چاڙهيون آهن. جن تي بيهي هو قداور ڏسڻ ۾ اچي ٿو. سندس اها وڏماڻهپي ايتري تہ جٽادار آهي، جو انهيءَ کي اڏوهي لڳڻ جو بہ ڪو ڊپ ناهي.

سندس هي ڪتاب سندس طرفان ادا ڪيل ادبي ڪردار جي شاهدي ڏئي ٿو. هن ڪتاب جي شامل مواد ۾ ڪجهہ ادبي ۽ مجتا جي تقريبن ۾ سندس پڙهيل ڪجهہ مقالا ۽ مضمون آهن. جيڪي گهڻو ڪري هن دوستن جي اسرار تي پروگرامن ۾ پڙهيا يا لکيا. شفيع چانڊيو جيڪو عام طور هڪ ڏُڏُ بروچ ۽ اڻ گهڙيو ڪاٺ لڳندو آهي منجهس ذات ڏٺين واري ناهہ نوهہ يا نفاست موجود ناهي. انهيءَ ڪرۡ

هو شايد ڪنهن ڪي اديب نہ لڳندو آهي. پر جڏهن سندس هن ڪتاب ۾ شامل مواد کي پڙهجي ٿو، تہ هي ڪيترن ئي جڳاندري اديبن ۽ دانشورن کان وڏيڪ سوچيندڙ ۽ پڙهندڙ لڳي ٿو. سندس هن ڪتاب پڙهڻ کان پوءِ ئي خبر پوي ٿي، تہ مادرعلمي سنڌ يونيورسٽي ۾ هي ڏڏ بروچ ماڻهو بہ نہ صرف پڙهيو پر گڏوگڏ هي پنهنجي بزرگ صوفي لعل محمد جي دوآبي واري اوطاق تي ايندڙ سنڌ دوست عالمن، اديبن ۽ بزرگن جي خدمت چاڪري ڪندي ڪڙهيو بہ آهي. چاڻ لاءِ پڙهڻ ضروري آهي، پر گڏوگڏ ڪڙهڻ سان جيڪو ماڻهو جُڙي ٿو سو هن ڪتاب جي مواد مان پنهنجي شخصيت جو چٽو عڪس ڏيکاريندڙ شفيع چانڊيو ئي ٿي سگهي ٿو.

هن ڪتاب ۾ مضمونن، مقالن ۽ خاڪن سان گڏ نصاب ۽ درسي ڪتاب جي اهميت تي هڪ فني مضمون پڻ شامل آهي. ڪتاب ۾ شخصيتن بابت سندس لکيل مضمونن کي پڙهڻ سان پتو پوي ٿو تہ سندس ڪنهن بہ مضمون ۾ لفظن جو ورجاءُ ناهي، پوءِ پلي اهو ڪنهن هڪ شخصيت تي لکيل سندس بہ مضمون ڇو نہ هجن. جيڪا ڳالهہ سندس وسيع علمي ۽ لکڻ جي سگهہ جو ثبوت آهي جيئنوٽيڪ شخصيتن تي لکڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. ڇو تہ ڪنهن بہ شخص تي جيڪو دوست بہ هجي. انهيءَ سان ڪيترو وقت گڏ بہ گهاريل هجي. پوءِ بہ لکڻ وقت توري تڪي انهيءَ شخصيت بابت وڏاءُ کان پاسو ڪندي اصل ڪردار تي روشني وڌي وڃي. سو ڏاڍو ڏکيو ڪم آهي. شفيع چانڊيي جي لکيل مضمونن جي اها خوبي ئي سندس مضمونن جي ادبي سگهہ جي شاهدي ڏئي ٿي. مثال طور خان محمد پنهور سان شفيع جا انتهائي ويجهڙائپ وارا واسطا هئا. پر شفيع چانڊئي جڏهن ان جي شخصيت

تي ڏار ڏار وقتن تي ٻہ مضمون لکي ٿو. تہ ٻنهي مضمونن ۾ ڪٿي ٻہ ساڳين ڳالهين جو ورجاءُ نظر نہ ٿو اچي. البت انهن ٻنهي مضمونن کي گڏي هڪ ڪرڻ سان خان محمد پنهور جي پوري ادا ڪيل علمي، ادبي ۽ سماجي ڪردار جي عڪاسي ٿئي ٿي، جيڪا خوبي تمام گهٽ لکندڙن ۾ موجود آهي. خان محمد پنهور جيڪو سنڌس بزرگ دوست هو، انهيءَ جي ڪردار نگاري ۾ ڪٿي ٻہ اجائي وڌاءُ جو عنصر موجود ناهي. اهڙي ريت جڏهن وري سيد صالح محمد شاهہ (ڏاڏو فتح خان) تي يا فقير عبدالغفور تي يا مائي ياڳي تي لکي ٿو تہ ، سنڌن ڪردار جي اهڙي عڪاسي ڪري ٿو. جو پڙهندڙ جي اڳيان انهن عظيم فنڪارن جو پورو فني خوبين سان ڀرپور عڪس اڀريو اچي. شخصيتن جي احوال ۾ جڏهن هو سهڻي ميهار جي تاريخي ڪردار تي ڳالهائي ٿو تہ شاهہ لطيف جي شاعري کي شاهد بنائي اهڙن سادن لفظن ۾ محبت ۽ قرباني جي فلسفي کي بيان ڪري ٿو. جو سنڌس دانشورانہ سوچ کي داد ڏيڻ تي دل ٿي چوي، وري جڏهن فنڪارن جي شام ۾ ڳالهائڻ لاءِ مضمون لکي ٿو تہ ائين سمجهو هو سنڌي فنڪارن جي سموري درد جي عڪس کي پڙهندڙ جي اندر ۾ اوتي، سنڌن من ۾ مانڌاڻ مچايو ڇڏي. ساڳي ريت سنڌ جي تاريخ جي هڪ عظيم ڪردار شهيد سورهيہ بادشاهہ جي حقيقي ادا ڪيل ڪردار تي لکيل تاريخي حقيقتن جي روشني ۾ شهيد جي عظمت کي سنڌس ڏنل پيتا جو هر لفظ تور تڪ ۾ وزنائتو لڳي ٿو. وري ٻئي طرف هو هن ڪتاب ۾ شامل هڪ اوپري موضوع نصاب کان درسي ڪتاب تائين لکي ٿو تہ. انهي ۾ هڪ نصابي ماهر طور هنئين سان هنداڻ جهڙيون ڳالهيون ڪري هڪ تعليمي ماهر طور پاڻ کي ظاهر ڪري ٿو.

شفيع چانڊئي جو هي ڪتاب قيمتي مضمونن جي ذخيري سان گڏ، لکڻ جي فني خوبين جي نشاندهي ڪندڙ چاڻ جو بي بها خزانو آهي. هن ڪتاب جو مواد ڏڍُّ ٻروچ ۽ ويڙهاڪ وڌيري طور ظاهر ۾ نظر ايندڙ شفيع چانڊيي جي اندر لڪل هڪ معصوم باصلاحيت ڏاهي دانشور ۽ عالم اديب کي پڻ ظاهر ڪري ٿو.

هي ڪتاب چاڻ جي خزاني هئڻ سبب اسانجي نئين نسل کي پڻ ڪيترين ئي لڪل ڳالهين بابت آگاهي ڏيڻ جو سبب بڻجندو. انهيءَ سان گڏ هي ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي خزاني ۾ هڪ اهم ڪتاب جو اضافو پڻ آهي. اميد تہ هي ڪتاب پڙهندڙن وٽ پنهنجي منفرد اهميت رکندو.

مشڪور قلڪارو

ٽنڊو محمد خان

03اپريل 2019ع

# رول طبيعت ۽ سيلاني سوچ وارو ماڻهو

جيڪي طالب تات جا، تات بہ تنين وٽ،
هڏهين ڪانهي هٿ، گهور تہ گهرائين لهين. (شاهہ)

جيئن سمنڊ جي گهرائي ماپڻ مشڪل آهي، تيئن شفيع چانڊئي جي اندر جو انت لهڻ سولو ناهي. بظاهر خاموش طبيعت جو هي شخص ٻاهران لسو صاف سِپ جهڙو آهي تہ اندر ۾ بي بها موتي سنڀاليو ٿو هلي. شفيع چانڊئي جي سڃاڻپ تہ شاعر طور آهي پر هاڻي خبر پئي آهي تہ هو نثر بہ سٺو لکي سگهي ٿو يا لکيو آهي. حقيقت اها آهي تہ مان ڪيس ويجهو هوندي بہ ان جو اندازو لڳائي نہ سگهيس تہ شفيع چانڊيو شاعريءَ کان سواءِ سٺو نثر نويس بہ آهي. ان جو مثال اوهان جي هٿ ۾ ڪتاب "سَڄَڻ ساهَہ پساهَہ ۾" جي صورت ۾ موجود آهي.

جيئن تہ شفيع چانڊيو هڪ هنڌ ويهي نہ جاڻي ۽ هن جي رول طبيعت ۽ سيلاني سوچ هن جي مشاهدي ۾ بي پناهہ واڌارو ڪيو آهي.

وري جو سنڌن چاچي مرحوم صوفي لعل محمد چانڊئي جي اوطاق جا سدائين وسندي رهندي هئي. جتي ڪيترائي ڏاها، دانشور ۽ فقير فقرا حاضري ڀريندا هئا. تہ ضرور انهن سخنورن جي سخنن هن جي ڄاڻ ۾ اضافو ڪيو هوندو. ۽ اهو ڪجهہ جيڪو هن پنهنجي سيلاني طبيعت ۽ چاچي جي اوطاق مان پرايو. اهو هن نثر جي صورت ۾ اسان جي اڳيان آندو آهي.

هن ڪتاب ۾ انهن ڪردارن تي لکيل مقالا ۽ مضمون شامل آهن جن سان شفيع چانڊئي جو ساٿ رهيو يا جن جي سنگت ۾ هي نسريو. پوءِ هن جيڪي ڪجهہ محسوس ڪيو اهو لفظن جي صورت ۾ پنن تي اتاريو. شفيع چانڊئي جي لکڻين ۾ نہ بيجا واڌ، نہ ڏکيا لفظ بلڪ سولي سلوڻي ٻولي ۾ هن اهو ڪجهہ لکيو جو سنڌس سوچ جو حصو هو يا آهي. شفيع چانڊئي جي لکڻين ۾ خاص ڳالهہ اها آهي تہ هن جا لکيل جملا ننڍا ۽ بامقصد آهن. هو اجائي اپٽاڙ ڪري پاڻ کي پڌائي نٿو. هو ڪردار جي بيجا تعريف بہ نٿو ڪري، هن اهو ڪجهہ لکيو آهي جو حقيقت کي ويجهو آهي.

شفيع چانڊئي سچن ۽ ڏاهن ڪردارن تي لکيو آهي جن مان ڪيترا مٽي ۾ ملي ويا آهن. انهن کي ياد ڪرڻ جو هڪ انوکو انداز شفيع چانڊئي عڪس جي صورت ۾ آندو آهي.

سنڌي ادب ۾ اسين نهار ڪنداسين تہ سوين ڪتاب اهڙا نظر ايندا جن ۾ ڪنيل ڪردار ڪنهن نہ ڪنهن حوالي سان شاهڪار هوندا آهن ۽ معاشري ۾ شهرت يافتہ هوندا آهن. شفيع چانڊئي جا ڪنيل ڪردار شاهڪار بہ آهن تہ مظلوم بہ. شفيع چانڊئي جتي سورهيہ بادشاهہ، محمد ابراهيم جوئي، غلام رباني آگري، جام ساقي، ڪامريڊ

تاج محمد ابڙي، قاضي خادم ۽ سوز هالائي جهڙن نہ وسرندڙ ڪردارن تي لکيو آهي. اتي هن سليم قريشي، سيد صالح محمد شاهہ سيد ويڏل شاهہ خان محمد پنهور، دادي ليليٰ وتي هرچنداڻي ۽ فقير عبدالغفور جهڙن وسري ويل ڪردارن کي بہ ماضي جي يادن مان ڪڍي حال جي حوالي ڪيو آهي.

مان نٿو چاهيان تہ شفيع چانڊئي جي لکڻين مان لائينون ڪڍي پنهنجي لکت کي شيطان جي آنڊي واري ڊيگهہ ڏيان. چاڪاڻ تہ ويجهڙائي ۾ هڪ عالم ۽ ڏاهي جو مضمون مرحوم سراج ميمڻ تي بہ دفعا ڇپيو آهي جنهن جي لکت ڪجهہ هن ريت آهي:

| | |
|---|---|
| مضمون جا ڪل صفحا | 19 |
| مضمون جون ڪل لائينون | 499 |
| ڪتاب جي لسٽ | 35 لائينون |
| ٻين مضمونن مان کنيل لائينون | 277 |
| پنهنجو رايو | 187 |

ساڳي ريت هڪ ص  بہ قلم پنهنجي لکيل ڀهرين مضمون جي ڀهرين پيرا ڦيرائي هڪ نئين سري هيٺ اهو مضمون ٻئي ڪتاب ۾ ڇپايو آهي. اهڙا ڪم انهن کي سونهن. جي ڪن ٿا. باقي اسان جهڙا پڙهندڙ اهوئي ڪجهہ لکن ٿا جو مون لکيو آهي.

ها. باقي مان ايترو ضرور چوندس تہ رٽائرمينٽ کا  پوءِ شفيع چانڊئي پنهنجو قيمتي وقت ائين وڃايو آهي جيئن وڻين مان واري وهي ويندي آهي. جڏهن تہ شفيع چانڊئي ۾ نثر لکڻ جا جيوڙا موجود

آهن انڪري هن کي پنهنجو وقت وڃائڻ بدران گهٽ ۾ گهٽ پنهنجي آتم ڪهاڻي ضرور لکڻ گهرجي ها. پر شفيع ائين پنهنجو وقت سجايو نہ ڪيو.

اجان بہ وقت ويو ناهي. شفيع چانڊئي کي گهرجي تہ باقي بچيل حياتي جي پلن کي سجايو ڪري. ڪي سندس زندگي جا لڪل راز (ٻڌائڻ جهڙا) ڪي حسين واقعا. ڪي نہ وسرڻ جهڙا لمحا جي هن ڪنهن جي چمڪندڙ وارن جي ڇانو ۾ گذاريا. ڪي خواب جي حقيقت بڻجي نہ سگهيا ۽ ڪي نہ سلڻ جهڙا سور پڙهندڙن سان ونڊي. هونئن بہ مان هميشہ چوندو ۽ لکندو رهيو آهيان تہ شفيع بحر آهي ۽ جڏهن هن ۾ لهرون اٿنديون آهن تہ پوءِ اُهي سخن ۽ دلچسپ واقعا ٻڌائيندو آهي ۽ اسان ٻڌندڙ حال وساري ڪنهن وهڪري ۾ ٽٻيون هڻندا آهيون.

اجان تہ شفيع پوڙهو نہ ٿيو آهي. اڄ بہ ڪيترن اکين کيس ڪا حور پري پاسي ۾ وبهاري ڪار ۾ گهمندي ڏٺو آهي. ڇو جو رول طبيعت هن کي سڪون سان ويهڻ نہ ڏنو آهي. سندس رول طبيعت لاءِ هيئن چئي سگهجي ٿو تہ:

اســان رول مـاڻـهـو رلياسين تہ ڇاهي،
نہ منزل، جي رستا پلياسين تہ ڇاهي.

شوڪت علي ’شوق‘
حيدرآباد

# شفيع جي لکڻي ۾ اندلڻي رنگ آهن

دؤر حاضر تي لکڻ ۾ زنده شخصيتن جي خاڪا نويسي ڪرڻ، سندن ڪيل علمي، ادبي، هنري، ڪاريگري، راڳ ـ موسيقي، سياسي، سماجي، تهذيبي، تاريخي، مَلهہ ـ ملاکڙي ـ پهلواني، صوفياڻي صحبت، بهادري، وطن دوستي، سفرنامي، تبصري، مهاڳ، شاعري، افسانا، مقالا، درسي ڪتابي موضوع، يادگيري، فنڪارن جا مسئلا، جيل جي جيالن ـ تعليمي خدمتگذارن، ڪامريڊن ڪان وٺي پٽائي جي امر ڪردارن سهڻي ۾ ميهار تي قلم کڻي پنهنجي تحرير جو رنگ مٽئين موضوعن ۾ پرڻ انهن سان انصاف ڪرڻ جو حق هِن ڪتاب ۾ شفيع محمد چانڊئي پرپور نموني ادا ڪيو آهي. جنهن مان هيٺين آهم شخصيتن تي يا سندن ڪيل ڪارائتي ڪم تي سندن حياتيءَ ۾ ئي لکي پيش ڪيو آهي. سيد صالح محمد شاھہ عرف فتح خان 1978ع، خان محمد پنهور 1979ع، قائم الدين سولنگي راڳي فنڪار 1993ع، سليم قريشي جي پارتي سفرنامي تي مقالو 1982ع، تنوير جوڻيجو

جي افسانن واري ڪتاب تي مقالو 1979ع، زوار نقوي جي شاعري واري ڪتاب "پل آپل" تي 1987ع، مولابخش چانديو جي جيل ڊائري ڪتاب "ذڪر زندان جو" تي مقالو 1998ع، فهيم نوناري 2015ع، ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ کهڙو 2015ع، ليکڪ مير خان چانڊيو 2013ع، عاشق هالائي 2010ع، قيوم راز 2014ع، صوفي لعل چانڊيو جي ڪتاب "ڳالهيون من اندر جون" (ڇاپو پيو) تي طويل مضمون 2009ع، سوز هالائي تي مقالو 2011ع، امين زرداري جي ڪتاب ساهن جي سرهاڻ 2018ع، شاهنواز مهيسر جي ڪتاب جي بيڪ ٽائيٽل تي جنوري 2019ع . قاضي خادم تي 2019ع ۽ عاشق سولنگي تي پروفائيل 2019ع ۾ پڙهيو ويو.

اهڙي ريت ڪتاب ۾ مضمون "ڳپرُ پُڇن ڳوڙيون" سهٽي ميهار جي ميلي تي 1980 ۾ پڙهيو ويو ۽ 1981ع جو ڇپيل آهي.

فقير عبدالغفور صوفي ۽ قومي راڳي تي مقالو 1986ع، خاڪسار لعل بن يوسف 1996ع، سيد ويڏل شاهه جهانيان 2007ع، خان محمد پنهور ۽ سِگا جون سارو ٽيون، ڪتاب عملي انسان ۾ ڇپيل سورهيه بادشاهه 2004ع، ڪامريڊ تاج محمد ابڙو 2015ع، روشن علي پنهور 2017ع، شير ميربحر ملهه پهلوان 2018ع ڇپيل.

فنڪار ۽ معاشري ۾ سندس مقام 1986ع ۾ پڙهيل "ويچارو سنڌي فنڪار" فنڪارن سان شام 1986 ۾ پڙهيل، راڳ ياڳ ۽ مائي ياڳي 2018 ۾ پڙهيل. نصاب ڪان درسي ڪتاب تائين (2009 وارو نصاب) 2016 ۾ سِگا پاران ڪونايل قومي ڪانفرنس ڪراچي ۾ پڙهيل.

سائين محمد ابراهم جويو، غلام رباني آگرو، ڪامريڊ جام ساقي، دادي لِيليٰ وتي هرچنداڻي ۽ روشن علي پنهور تي سندن وفات کانپوءِ لکيل.

مٿيان سڀ مضمون ۽ مقالا جيڪي شفيع محمد چانڊيئي هِن ڪتاب ۾ سهيڙيا آهن سڀ پنهنجي پنهنجي موضوع جي حوالي سان تمام اهم آهن. پر شاباس ۽ مُزران آهي فاضل ليکڪ کي جنهن پنهنجي منفرد اندازِ تحرير، ٻوليءَ جي حُسناڪي ۽ موضوع تي ڄاڻ سان گڏ ڪيترن ئي مضمونن ۾ پنائي سرڪار جا بيت ائين پويا اٿس جيئن ڪو سونارو سونن زيورن ۾ ننگ جَڙي، انتهائي نفيس ۽ سهڻي ميناڪاري ڪندو آهي. جيتوڻيڪ سندس ڪيترائي مضمون ٽيهه-چاليهه سال اڳ جا لکيل/پڙهيل يا ڇپيل آهن.

سائين خان محمد پنهور ۽ سِگا جون ساروڻيون ساربندي شفيع ڪيترين ئي تلخ حقيقتن کي سامهون آندو ۽ وڏي جرئت سان اهو مضمون لکي ڇپرايو. شفيع چانڊيئي جهڙو ماڻهو ۽ موضوع کنيو آهي ته ٻولي بہ ان مناسبت سان لکي آهي. ان جي جيتري تعريف ڪجي اها گهٽ آهي.

شفيع چانڊيئي سورهيہ بادشاهہ قومي هيرو تي لکندي تمام اختصار سان پر انتهائي اهم ۽ بنيادي ڄاڻ سنڌ جي راشدي پڳدار پيرن (پاڳارن) کان وني سورهيہ بادشاهہ ۽ سندس اڳواڻي هيٺ "وطن يا ڪفن" جو نعرو هڻندڙ حُر جماعت بابت، پنهنجي قلم کي انقلاب جو عَلم بڻائي لکيو آهي. کيس سندس هِن مقالي تي جيتري جَس ڏجي گهٽ آهي.

شفيع، سائين محمد ابراهيم جويو کي نندي هوندي کان پيي ڏٺو ۽ پڙهو آهي. جويو صاحب جا پنڌ سنڌس چاچي صوفي لعل محمد چانڊئي جي اوطاق واڏو واهه واري تي پيا ٿيندا هئا. پنهنجي شاگردي واري دؤر کان وٺي ڄام شوري ۾ نوڪري تائين هو پنهنجي هر دؤر ۾ جويو صاحب جي هر رنگ ۽ ڍنگ کي ڏسندو، پرکندو ۽ سمجهندو رهيو آهي، تنهنڪري سنڌس مضمون ۾ جويو صاحب جي شخصي چاڻ کان وٺي علم، ادب، ٻولي، سياست، سماج، ڌرتي، برابري ۽ سراسري واري سموري دؤر جي عڪاسي ڪندي نظر اچي ٿو.

هاڻي اچون ٿا سيد صالح محمد شاهه واري مضمون تي. جهڙو شاهه صاحب ٻولي، لهجي جي تور تڪ رکندڙ ڄاڻو ۽ پارکو هو اهڙوئي لفظن کي سهڻو ۽ سيبتو بڻائي ليکڪ نه رڳو سنڌس فني سفر جي اوک ڊوک ڪئي آهي پر کيس مانائتي ۽ شانائتي مڃتا به ڏني آهي، سو به ليکڪ جي حياتيءَ ۾ ئي.

پٽ ڌڻي جي عظيم ڪردارن سهڻي ميهار تي لکيل آهي. هي مقالو 1980 ۾ شهدادپور شهر ۾ ٿيندڙ سهڻي ميهار جي ميلي ۾ پڙهيو. جنهن ۾ پٽائي جا موقعي جي مناسبت سان چونڊ بيت ڏئي شفيع لطيف شناسيءَ جو ثبوت ڏنو آهي.

شفيع، غلام رباني آگرو تي جڏهن قلم کڻي ٿو ته سنڌس نثري شاهپارن کان وٺي افسانن تائين جو ذڪر ڪندي، ترجمي نگاري واري فن جو احوال به چڱي نموني قلمبند ڪري ڇڏيو آهي. سنڌس سرڪاري عهدن جو ذڪر به ڪيو اٿس.

قلم، راڳ ۽ ڌرتي سان بي انتها وفا ـ دادي لِيليٰ وتي هرچنداڻي جي سڃاڻپ بڻجي ويا. حيدرآباد جي هيرآباد جي هنج ۾ رهندڙ هيءَ

هڪ تعليم دان، موسيقي جي ڄاڻو راڳيندڙ راڻي، ورهاڱي وقت سنڌ کي نہ ڇڏيندڙهي مثالي عورت، پنهنجي ڀرپور ڪردار ۽ گفتار سان سنڌواسين کي پنهنجي وفا جي واءُ سان واسي وئي. شفيع جو هي مضمون هن جي ڪيترن ئي پهلوئن کي يادگار بڻائي ڇڏيو آهي.

ڪتاب "ڳالهيون مَن اندر جون" (ڇاپو پيون) سال 2009 جنهن ۾ سراسر مجاز حقيقت، صوفيت ۽ رمزيت آهي. شفيع چانڊئي پنهنجي صوفي سُهري ۽ چاچي جنهن کيس پُٽ جيان نپائي وڏو ڪيو. دوآهي جي اُن عظيم هستي جنهن کي سنڌ ۽ هند ۾ صوفي لعل محمد چانڊيو جي نالي سان عام و خاص ۽ عالم، اديب، شاعر، دانشور، مفڪر، سياستدان ۽ سماج سڏارڪ سڃاڻن ٿا. تنهنجي سڄي زندگيءَ جي پرتوي کي سندس ئي پاليل پُٽ شفيع چانڊئي جنهن تفصيل سان سندس علمي ۽ عملي زندگي جو نقشو چٽيو آهي، جنهن جو ذڪر ڪندي سنڌ ۽ هند جون ڪيتريون ناميارين شخصيتون ذڪر هيٺ آيون آهن. تنهنڪري هي مضمون بہ انتهائي ڄاڻ ڏيندڙ آهي. جنهن ۾ اسان جو ويجهو ماضي اندلث جيان جرڪندو نظر اچي رهيو آهي.

خان محمد پنهور تي ليکل سندس جنم ڏهاڙي وارو مضمون معلومات سان ڀريل آهي جيڪو پڻ هڪ آدرشي انسان کي شفيع سندس حياتي ۾ ئي پيٽا طور پيش ڪيل آهي.

ڪامريڊ ڄام ساقي جو تعارف ڏيندي شفيع چانڊئي ماضي جي تحريڪن کي ذهن جي اسڪرين تي آڻي بيهاري ٿو ۽ 60، 70، 80 ۽ 90 جي ڏهاڪن جا شاگرد ۽ سندس جدوجهدون جن جو مک سرواڻ ڄام ساقي هو سامهون اچي وڃن ٿا.

"راڳ ياڳ ۽ مائي ڀاڳي"، ليکڪ سنڌ جي مهان شخصيتن جي راڳ سان دلچسپي ۽ مائي ڀاڳي جي آواز جي جادو جو ذڪر ڪندي،

سائين جي ايم سيد جو حوالو بہ ڏنو آهي جيڪو ناچاڪي واري حالت ۾ مائي ياڳي جو مٽر آلاپ ٻڌڻ لاءِ گهر کان اچي اوطاق تي ويٺو هو. مائي ياڳي جو منڙو آواز حاڪمِ وقت کان وٺي عام رعيت ۽ خاص طبقي جي دلين جو بيشڪ آواز هو.

ڪامريڊ تاج محمد ابڙو تي شفيع چانڊيئي ڪامريڊ جي 91 سالگره واري ڏينهن 8 آگسٽ 2015ع تي هي مقالو پڙهيو هو. ڪامريڊ جي جدوجهد تي ڳالهائيندي شفيعِ اهو بہ چيو تہ "سنڌ فرينڊس آرگنائيزيشن" جي پليٽ فارم تان هِن کان اڳ بہ ڪامريڊ جا جنم ڏهاڙا ۽ ورسي جا ڪيترائي پروگرام ڪرايا ويا آهن. جن ۾ مير نادر ابڙو ۽ ميڊم شاهده پروين ابڙو جيڪي خود سنڌ فرينڊس تنظيم سان لاڳاپيل آهن خصوصي طور تي شرڪت ڪئي. شفيع چانڊيئي پنهنجي مقالي ۾ ڪامريڊ کي سندس سياسي، سماجي، قانوني ۽ اوطاقي خدمتن تي ڀرپور خراج تحسين پيش ڪيو.

قاضي خادم تي لکيل مضمون بہ پنهنجو مَٽ پاڻ آهي، جيئن تہ شفيع چانڊيو سنڌيونيورسٽيءَ ۾ پڙهيو ۽ نوڪري بہ ڪئي اٿس. تنهنڪري قاضي صاحب تي لکندي سندس نجي زندگي، صحافتي ۽ تعليمي خدمتن سان گڏ سنڌي، اردو ۽ انگريزي ۾ لکيل ادبي شهپارن جو تفصيل سان ذڪر ڪيو اٿس. قاضي صاحب يونيورسٽي ۾ جن جن انتظامي عهدن تي رهيو انهن جو شفيع ذڪر ڪري قاضي صاحب جي جنم، ابتدائي ڏينهن، هالا پراڻا کان حيدرآباد اچي الهداد چنڊ ڳوٺ کي وسائڻ. بهرحال شفيع، قاضي صاحب جي اڻٿڪ محنت ۽ ڪاميابين کي هِن مضمون ۾ سموئي سندس حياتيءَ ۾ ئي ساڻس SFO پاران رهاڻ ملهائي، خوبصورت ۽ يادگار ڀيٽا پيش ڪئي آهي جنهن لاءِ شفيع جَس لهڻي.

جهانيان خاندان جي بزرگ هستي سجاده نشين سيد ويڏل شاهه واري مضمون ۾ شفيع چانڊئي سيد ويڏل شاهه جي زندگي جا ڀرپور اولڙا ۽ عڪس ڏئي سندس تصوير ڪشيءَ ۾ پنجتن پاڪ جي حُب، سِڪ، عقيدت کان وٺي صوفيت ۽ سماجي خدمتن جا رنگ ڀريا آهن.

خاڪسار لعل بن يوسف هڪ وساريل سياسي ڪردار کي پنهنجي ڪتاب ۾ ڏئي ان بابت ذاتي وابستگي، سياسي منظرنگاري، آدرشي خاڪسار ۽ انساني خصلتن ڀري ڪتاب جو ليکڪ، بهترين انداز سان ذڪر ڪري ڪيس ياد ڪيو آهي.

"فنڪار ۽ معاشري ۾ سندس مقام" واري مضمون ۾ شفيع تمام تفصيل سان آرٽسٽن، فنڪارن، راڳين ۽ موسيقارن سان ٿيندڙ ناانصافين جو ذڪر ڪري ڪين مجتا ۽ مالي مدد ڏيارڻ جا جتن ڪيا آهن.

سوز هالائي، هالا پراڻا جو قديم ۽ جديد روايتن جو سنگم ٻٽيل شاعر جيڪو جيلر به رهيو ته آخر ۾ وڪالت به ڪيائين پر سندس سچاٽپ شاعر ۽ موسيقي جي پارکو طور هميشه ياد رهندي. شفيع 2011ع ۾ ساڻس سنڌ ميوزئيم ممتاز هال ۾ خوبصورت ۽ ڀرپور رهاڻ SFO پاران ملهائي. ان بابت هي شاهڪار ستون سرجي ڪيس پيٽا ڏني آهي.

ڪتاب "ذڪر زندان جو" جيل جي ڊائري جو ليکڪ ۽ ڏگهو سياسي سفر جاري رکندڙ مولا بخش چانڊئي جي زندان زندگيءَ جو اهم حصو آهي، هُن جي جيل جا تجربا، قصا، واقعا ۽ تڪليفون آهن. هن طويل مقالي جو لکندڙ شفيع چانڊيو به سياسي، سماجي ۽ برادري واري حساب ۾ مولابخش چانڊيو جي تمام ويجهو دوست رهيو آهي ۽ سندس ڪيترن ئي سياسي واقعن جو شاهد ۽ صاحبِ گوش رهيو

آهي. سندس سياسي قبلو بہ ساڳيو ئي رهيو آهي تہ لڳ ڀڳ هم عمر ۽ هم عصر بہ رهيا آهن. شفيع چانڊيو جيل ياترا بہ ڪري چڪو آهي. سو سندس هِي مقالو بہ اهم آهي.

سندس مقالو سنڌ جي صوفي ۽ پوءِ قومي راڳي فقير عبدالغفور تي آهي. جيڪو خوبصورت لفظن، معلوماتي ڳالهين، ذاتي تعلقات ۽ فني مهارت بابت سهڻو ۽ خوبصورت لکيل آهي.

ماضي قريب ۾ سِگا جي تاريخ جي حوالي ۽ خان محمد پنهور جي جاکوڙي زندگي جي حوالي سان هِن ڪتاب جو انتهائي اهم مضمون آهي. جنهن ۾ سِگا جي ابتدائي تاريخ ان جو بنياد وجهندڙ جاکوڙي آدرشي ۽ شروعاتي ڪردار ۽ خان محمد پنهور جون علمي، ادبي، سماجي خدمتون سندس اندر جي سچائي سڀ ڪنهن جي عزت ڪرڻ، عزت ڏيارڻ ۽ عام ماڻهن تائين هر حال ۾ پهچي پنهنجو تنظيمي پيغام ڏيڻ واري فڪري ۽ فهميدي انداز کي شفيع چانڊئي پنهنجي قلب جي ڪينواس تان هڪ نقاش طور تمام سٺو اپاريو آهي.

پنهنجي دل گهرئي دوست سليم قريشي جو سفرنامي "ديس پرديس" تي لکندي، ادبيات ڪتاب گهر تلڪ چاڙهي جو بہ ذڪر ڪيو آهي. جنهن جو روح روان سليم قريشي هو. هي مختصر پر جامع مقالو شفيع جي طرزِ تحرير جو انوکو نمونو آهي.

"پل آ پل" جي مقالي ۾ زوار نقوي جي شاعري تي راءِ ڏيڻ سان گڏ هُن شاعر جو جيڪو شخصي خاڪو پيش ڪيو آهي، اهو انهن نوجوانن جي تهي جو آهي جيڪي ففتي پلس کي اچي پهتا آهن. حيدرآباد جا نوجوان شاعر، ڪهاڻيڪار، اديب ۽ صحافي حيدر چوڪ واري مشهور پہ شين هوٽل، عبرت پريس، سنڌ نيوز پريس علم پاڪ

واري ڊڪي، آڪاش پريس، آگم پبليڪيشن آفيس، گُل سينٽر، تي تي ڪول ڪارنر، نظام لاج هاسٽل کي ڪٿي ٿا وساري سگهن. ۽ وري انهن سدابهار ڏينهن جا ادبي پروگرام انهن مان هڪ يادگار پروگرام جنهن ۾ مان بہ موجود هئس، اهو هو 26 آڪٽوبر 1987ع تي گورنمينٽ مسلم سائنس ڪاليج جي هال ۾ ٽيل ٽِل آ ٽِل شاعري جي ڪتاب جو مهورت. جنهن جو سرجڻهار سيد زوار نقوي ڪڏهن موٽرسائيڪل تہ ڪڏهن ڪار ۾ دوستن، اديبن ۽ شاعرن کي ڪنيو پيو گهمندو هو. شفيع چانڊئي هن مقالي ۾ جهانيان خاندان ۽ ان جي بزرگ هستين جو ذڪر ڪندي، زوار جي شخصي واقفيت ڪرائي آهي ۽ سندس شاعري جا بہ اهم اسم بہ ڏنا آهن.

شفيع چانڊيو ننڍي هوندي کان ونهي رانديون رهڻ ۽ رانديون ڪرائڻ جو شوقين رهيو آهي. هن ملاڪڙا ۽ ڪوڏي ڪوڏي راند جا ميچ وڏي شوق ۽ چاهہ سان ڪرايا تنهنڪري سندس انڊرئين اسپورٽس مين (رانديگر) کيس پي ڏڏ جيان ولوڙيو آهي تہ مَن ڪو مکڻ نڪري. سو سنڌ جي مختلف جسماني راندين جي هن رانديگر شفيع دنيا جي مڃيل ۽ سنڌ جي شير ميربحر مَلهہ پهلوان تي مضمون لکي پنهنجي قلم جي ولوڙ مان نڪتل تحرير کي يادگار بڻائي ڇڏيو آهي. انهن سيني لاءِ جيڪي ملاڪڙا مڃائن ٿا ۽ جيڪي ملاڪڙا اچي ڏسن ٿا، شير ميربحر اڄ بہ انهن سيني ملهہ پهلوانن ۾ مهندار مَلهہ ٿيو بيٺو آهي. سچ پڇ تہ آءُ شفيع کي هن مضمون لکڻ تي داد ڏيان ٿو.

”ويچارو سنڌي فنڪار“ ۾ بہ شفيع آرٽ ۽ فن جي خدمتن کي نظرانداز ڪرڻ وارن قدمن کي روڪڻ لاءِ ڪو مثبت ۽ مضبوط ڪم ڪرڻ گهرجي، جو فنڪاران مان صحيح نموني ۾ لاڀ وٺي سگهي.

شفيع چانڊئي، فهيم نوناريءَ جي آمريڪا ۾ لکيل ڊائري کي ڪولي بيان ڪيو آهي ۽ فهيم جي هر علمي، ادبي، سياسي، سماجي جاکوڙ کي سهڻي نموني اسان آڏو پيش ڪيو آهي.

شفيع چانڊئي، سائين روشن علي پنهور جي زندگيءَ جو ملهائتو وقتائتو ۽ مان پرپو مقالي ۾ احوال لکي کيس هميشہ لاءِ زنده ۽ جاويد ڪري ڇڏيو آهي. سندس حياتي سندس نالي جيان روشن هئي. شفيع پنهنجي طرز تحرير سان روشن جي هر جرڪندڙ پهلو کي اجاگر ڪري اسان آڏو ڏاڍي فهميدي ٻوليءَ ۾ پيش ڪيو آهي. ان سان گڏ سندس داخلي ۽ خارجي ڪيفيتن ۽ ڪمن ڪارين کي بہ پيش ڪيو آهي، جنهن لاءِ ليڪڪ جس لهڻي.

"امرت منجهہ ڪڙاڻ" ميڊم تنوير جوڻيجو جي افسانن واري ڪتاب تي لکندي، شفيع ان دؤر جي وڏين ادبي شخصيتن جي موجودگي ۾ رهي مقالو پڙهيو جنهن ۾ هُن ميڊم تنوير جوڻيجو جي افسانن کي پڙهي باريڪ بينيءَ سان انهن جو ڇيد ڪيو. جنهن مان خبر پوي ٿي تہ شفيع نہ رڳو سنو پڙهندڙ آهي پر افسانن تي پنهنجي راءِ کي وزندار نموني پيش ڪرڻ جو ڏانءُ بہ رکي ٿو. اِن مقالي پڙهڻ کانپوءِ شفيع جي افسانوي ادب لاءِ دلچسپي ۽ ذهني جاڳرتا جي بہ خبر پوي ٿي.

هالا جي مٽيءَ ۾ جنم وٺندڙ سنڌ جي سڄاڻ شاعر عاشق هالائي تي شفيع جو تاثراتي ليک آهي، جنهن ۾ هِن انتهائي نفيس ۽ سُهڻا لفظ سمويا آهن.

ميان مير خان چانڊيو جي شخصيت ۽ شاعري بابت مضمون ۾ شفيع چانڊئي سنڌ جي هڪ پوئتي پيل علائقي جي گوهرِ ناياب جي

علمي، ادبي، آتم ڪٿائي پورهئي کي مان ڏئي مٿانهون ڪرڻ ۾ تمام ڏيان ڇڪائيندڙ جملا لکي ڪيس پيتا ڏني آهي.

ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ کهڙو واري مضمون ۾ شفيع شخصي واقفيت کان وٺي کهڙي صاحب جي تحقيقي پورهئي، پي ايچ ڊي جي سفر تائين کي پنهنجن جرڪندڙ ۽ چمڪندڙ ستارن جهڙن لفظن سان پيش ڪري غلام مصطفيٰ کهڙي جي قلمي ڪاوشن کي ساراهيو آهي.

سُريلي راڳي قائم الدين سولنگي تي لکندي شفيع هِن ڪلاڪار جي محنت، هُنرمندي، ذات ۽ ذات جون خوبيون ڳڻائڻ سان گڏ انهن جو بہ ذڪر خير ڪيو آهي جيڪي راڳ ۽ موسيقي جي دنيا جا وڏا نالا تہ هئا پر انهن حياتيءَ ۾ فاقا بہ ڪڍيا. سندن گهرن ۾ بکون بہ آيون. راڳ جا شوقين ۽ متوالا سندن مالي مدد لاءِ اخباري بيان تہ ڏنا، پر عملي قدم نہ کنيا تنهنڪري اُهي وڏا راڳي فنڪار، راڳ جا تہ شاهڪار راڻا هئا. پر پنهنجي ذاتي زندگي ۾ گهر ۽ اولاد لاءِ ڪو سُک ڏسي نہ سگهيا.

ڪتاب ”منهنجي جياپي جو سبب“ جي ليکڪ قيوم راز کي مختصر پر جامع لفظن ۾ شفيع چانڊيئي افشان ڪري سندس علم، ادب ۽ تحقيق تي جيڪا چاڻ ڏني آهي، اُها قيوم راز کي ڳولهڻ ۽ ڦولڻ ۾ مددگار ٿي سگهي ٿي ڇو تہ راز تہ پاڻ کي اجان سوڊو راز ۾ ئي رکيو اچي.

شاهنواز مهيسر جي تعليم، وفاقي ادارن ۾ ڪاموڪي نوڪري ۽ رٽائرمينٽ کانپوءِ ”وچايل ورثو تاريخ جي تناظر ۾“ آڻڻ کانپوءِ ٻيو ڪتاب ”تقسيم هند ۽ سنڌ ۾ نسليتي ويچا.“ آندو. شفيع ان ڪتاب جي بيڪ ٽائيٽل تي پنهنجو رايو لکي ليکڪ جي علمي ۽ ادبي سڃاڻپ ڪرائي اٿس.

عاشق سولنگي هڪ مزاحمتي شاعر، سياسي ڪارڪن، راڳ ۽ موسيقي جو ڄاڻو. شفيع چانڊئي سندس ڏکي ۽ پرعزم سياسي، سماجي ۽ ادبي سفر جو نقشو چٽي، عاشق کي عاشقِ سنڌ بڻائي ڇڏيو آهي. سندس وائي ۽ غزل جا بند به مضمون ۾ شامل آهن.

مضمون ”ساهن ۾ سرهاڻ ۽ الله بخش امين زرداري جي شاعري“ بابت آهي. جنهن ۾ شفيع سندس نجي ۽ ادبي زندگي جو احوال ڏيڻ سان گڏ سندس چونڊ شاعري به ڏني آهي.

شفيع جيئن ته پنهنجي نوڪري جو وڏو حصو سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ ڄامشورو ۾ خدمتون سرانجام ڏيندي، نصاب ۽ درسي ڪتابن تي ڪم ڪندو رهيو آهي. سندس هي مضمون درسي ڪتاب ۽ نصاب تي آهي جيڪو انتهائي ڄاڻ ڀريو ۽ تمام تفصيلي آهي ۽ درسي ڪتابن تي ڪم ڪندڙن لاءِ ڪارائتو آهي.

هن سڄي ڪتاب ۾ ڪمال جي ٻولي استعمال ڪيل آهي. شفيع جهڙو ڏاڻو تهڙو سندس ماڻو لکيو آهي. هر مضمون يا شخصيت پٽاندر ٻولي کي استعمال ڪيو آهي ۽ جتي جتي پٽ ڏٺيءَ جي بيتن جي ضرورت پئي آهي اِهي به وڏي مهارت ۽ خوبصورتيءَ سان ٿهڪندڙ ڏنا اٿس. تنهنڪري هي ڪتاب خود شفيع چانڊئي جي لفظن جي گلستان جو چونڊيل خوشبودار گلدستو آهي، جنهن ۾ اندلث جا رنگ به آهن ته خوشبوئن جا انبار به لڳا پيا آهن. ائين عطر عنبير سان معطر ٿيل هي سموري تحرير انهن ئي خوشبودار انسانن جي خوبين جو ڳٽڪو آهي.

سندن حياتي جي انمول گهڙين کي فاضل ليکڪ هِتي ڪتابي صورت ڏئي پنهنجي ماضي قريب جي تاريخ کي قلمبند ڪيو آهي.

هِن سڄي ڪتاب ۾ توهان کي سڄي سوا صدي اڪين آڏو آرسي جيان اچي بيهندي، ان جا مٺيادار ماڻهو شفيع محمد چانڊيئي جي لفظن جا لباس پهريل، سينگاريل، سنواريل، صورتون وٺي سامهون ايندا. دعا آهي تہ ليکڪ جو پورهيو شل قبول پوي ۽ هو زور شور سان لکندو رهي.

سليم چنا
قاسم آباد، حيدرآباد
30-4-2019

# سورهيه بادشاهه

هيءَ هڪ تاريخي حقيقت آهي تہ سنڌ ۾ اسلام سڄي برصغير کان اڳ ۾ آيو. هتي علم ۽ عرفان وارا دين اسلام جي پرچار ڪندا رهيا آهن. اهو سلسلو مُنڍ کان وٺي انگريزن جي دؤر تائين جاري رهيو. انگريزن جي تسلط کان پوءِ بہ عالمن ۽ اوليائن جي وجود کان هي خطو خالي تہ نہ رهيو پر اڳ واري گهٽائي ڪانہ رهي.

پاڳاري خاندان جي جليل القدر مشائخن نہ فقط اسلام جي ظاهري ۽ باطني فيض سان هند، سنڌ، پنجاب ۽ بلوچستان وارن کي فيضياب ڪيو پر دين ۽ وطن خاطر ترار کان جهاد جو ڪم پڻ ورتو. ديني تحريڪ جي مهم هجي يا وطن جي بچاءَ لاءِ دشمن جي ڏاڍ خلاف هن خاندان مالي ۽ جاني قرباني ڏيڻ کان ڪڏهن بہ ڪين ڪيٻايو. لطيف سائين چواڻي:

چار ترارين چيلهہ سين، ٻڌي ٻہ پاڳون،
اڳين جون آڳون، ڪنور ڪلي ۾ موڪيون.

ننڍي ڪنڊ ۾ انگريز ڦورو واپاري ويس پائي داخل ٿيا هئا، ۽ ساڳيءَ طرح سنڌ ۾ بہ واپاري وارا ڀيرا ڀائي آيا. ان وقت سڪن جي حاسدانہ نظر سنڌ تي هئي. مير صاحبن ۾ آزاديءَ جي جذبي جي ڪمي تہ ڪانہ هئي، پر فوجي طاقت جي گهٽ هئڻ ۽ پنهنجن جي بيوفائيءَ ڪري، هي ٻنهي دشمن سان هڪ ئي وقت هٿ اٽڪائي نٿي سگهيا. اهڙيون نازڪ حالتون ڏسي پاڳاري خاندان جي سرواڻ پير صبغت الله شاهہ (اول) جي دل تڙپي اُٿي. هن دين ۽ وطن جي دشمنن کان بچائڻ لاءِ جهاد جو ارادو ڪيو ۽ پنهنجي مريدن ۽ ديس واسين جي دلين ۾ آزادي جو روح ڦوڪيو.

جيئن تہ پير صبغت الله شاهہ (اول) 1818ع ۾ سجاده نشين ٿيا ۽ گادي سنڀالڻ سان گڏ پنهنجي جهادي لشڪر "حر جماعت" جو پايو وڌو. حضرت امام عاليمقام شهيد ڪربلا حضرت حسين عہ ابنِ علي عہ جي ڀرئين جان نثار حر جيڪو يزيدي لشڪر جي ڪمان ڇڏي امام مظلوم سان مليو هو، ان جي نالي پٺيان پنهنجي جماعت جو نالو "حر جماعت" رکيائون. هونئن بہ لغوي لحاظ کان حر معنيٰ "آزاد" اهو نالو واقعي ڪربلا کان پوءِ اسلامي تاريخ ۾ وفاداري، قرباني ۽ بي ڊپائي جي صفتن سان مشهور آهي. حضرت حُر بابت شاهہ عبداللطيف رح فرمايو آهي تہ :

حر هلي آئيو مانجهي مردانو،
آهيان عاشق آگ جو، پتنگ پروانو.
مَانَ راضي ٿئي رسول رب جو، نبي تو نانو،
هي سر سمانو، گهوٽ مٿان ئي گهوريان.

هتي سنڌ ۾ حُر تحريڪ جو بنياد 1818ع ۾ پيو. هوڏانهن سيد احمد شهيد بريلوي 1824ع ۾ مسلمانن کي انگريزن ۽ سکن سان جهاد لاءِ منظم ڪيو. ڪن مؤرخن غلطيءَ سان پنهنجن ڪتابن ۾ هي تاثر ڏنو آهي تہ سيد احمد شهيد بريلوي سنڌ ۾ حريت پسندي جو بنياد وڌو اها ڳالهہ قطعي غلط آهي.

البتہ اها ڳالهہ ائين چئي سگهجي ٿي تہ ٻنهي بزرگن جي دل ۽ دماغ ۾ جهادي خيال هڪجهڙا هئا ۽ سندن سوچ ۾ بہ هڪجهڙائي هئي، جنهن کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ قول قرار ڪيائون. پر قدرت کي ڪجهہ پيو منظور هو. پير صبغت الله شاهہ (اول) 1246هہ ۾ وصال فرمايو ۽ ٻن مهينن بعد ساڳي سال سيد احمد شهيد ميدانِ جنگ ۾ شهادت جو پيالو پيتو. پير صبغت الله شاهہ جي رحلت کان پوءِ غازين ڏانهن جنگي سازو سامان جي امداد بند ٿي ويئي ۽ ان جو اثر جنگ جي نتيجي تي پيو.

جڏهن انگريزن سنڌ تي قبضو ڪيو تہ هن خاندان پنهنجي پاليسي بدلائي، مسلمانن جي علمي ۽ مذهبي ترقي ڏانهن ڌيان ڏنو. انقلابي جماعت لاءِ ڪوبہ عملي طريقو نہ رهيو ۽ هو پنهنجي لائحہ عمل ۾ آزاد هئا. پر وچ وارن وري اهڙيون سازشون سٽيون جو انگريز سرڪاري ظلم تي لهي آئي. پير صاحب ۽ حرن تي ڪڙي نظر رکي وئي، ايتري قدر جو پير سائين پاڳارو سرڪاري اجازت کان سواءِ پنهنجي گهر کان ٻاهر بہ نڪري نہ سگهندا هئا. انهيءَ ڪري هن جماعت ۾ انگريز سرڪار خلاف ناراضگي پيدا ٿي ۽ اها 1896ع ڌاري وڏي وچي بغاوت جي درجي کي پهتي. جڏهن بچو بادشاهہ ۽ پيرو وزير جي نالي سان هنن ٿرپاڪر ضلعي جي ڪن ٽُڪرن تي پنهنجي

آزاد حڪومت جو اعلان ڪيو. ان بغاوت کي دٻائڻ لاءِ انگريزن کي ٻارهن سال لڳي ويا. جنهن ۾ سوين حر شهيد ٿي ويا ۽ هزارين قيد ڪري انڊمان ٻيٽ "ڪاري پاڻي" هندستان، پنجاب، بنگال ۽ سرحد جي جيلن ۾ موڪليا ويا. حرن کي عورتن ۽ ٻارن سميت قيد ڪري پنهنجي علائقن کان پري ڪئمپن (لوڙهن) ۾ رکيو ويو. پر هنن مجاهدن رتي برابر به آڻ نه مڃي. شاهه سائينءَ چواڻي ته:

ڪاري ڪڪر هيٺ، مُون جهيڙيندي ڇَڏِيا،
ڪارا ڪُنَدَ هَٿَنِ ۾، اَڙَلَ وَڇيرا هيٺِ،
ٿِي تَنِين سين ڏيٺ، مونڙُ جَنِين مِيهَڙُو.

سورهيه بادشاهه پير صبغت الله (ثاني) 7 ربيع الاول 1340هه مطابق نومبر 1921ع تي پنهنجي والد جي وصال بعد ننڍي وهيءَ ۾ ئي گادي تي ويٺا. کين انگريزن کان نفرت ورثي ۾ ملي هئي. هن پنهنجي آسپاس جي حالتن جو غور سان مطالعو ڪرڻ شروع ڪيو. انگريز حڪومت نه هن گادي کي سياسي ۽ خودمختياري جي تحريڪن ۾ حصي وٺڻ ڪري شڪ جي نظر سان ڏسندي هئي، تنهن ڪري انگريزن پير صاحب تي اثر وجهڻ شروع ڪيو ۽ کين لالچائڻ لڳا.

هڪ ڀيري ته برٽش حڪومت کين هڪ تلوار، هڪ بندوق ۽ خطاب ڏيڻ جو اعلان ڪيو پر پاڻ جواب ڏنائون ته هٿيار اسان وٽ پنهنجا ئي ڪوڙ آهن ۽ "پير پاڳاري" جو خانداني خطاب ڪافي آهي. اسان کي هنن هٿرادو خطابن جي ضرورت نه آهي. انگريز ڀلا ڪٿي ٿا اهڙي خودمختيار، حريت پسند سنڌيءَ کي برداشت ڪن! سنڌن باغي

خيال ڏسي انگريز سرڪار ڪوڙو ڪيس تيار ڪرايو ۽ ڪيس قيد ڪري رتناگري جيل (هندستان) ۾ رکيو. ان بابت سائين جي ايم سيد لکي ٿو تہ:

* "پير سيد صبغت الله شاهہ (پيو) کي انگريز حڪومت ڪيس هلائي اٺ سال سزا ڏني هئي. ان مان هو پهي مهاپاري جنگ شروع ٿيڻ کان ٿورو اڳ آزاد ٿي آيل هو. هن کي ان سزا جي عرصي ۾ رتناگري ۾ مختلف جيلن ۾ رکيو ويو هو. جتي جيل جي تڪليفن، آفيسرن جي نامناسب روشن، سياسي انقلابين جي ملاقاتن، هن جي زندگيءَ تي وڏو اثر ڪيو هو. جڏهن جيل کان نڪتو تہ انگريز حڪومت جو وڏو دشمن ٿي پيو.

* سورهيہ بادشاهہ جن رتناگري جيل ۾ هڪ ڪتاب لکيو. جنهن ۾ دين تي عمل ڪرڻ، جهاد ۽ آزاديءَ جي شعور بابت هدايتون لکيل آهن. انهيءَ ڪتاب ۾ هڪ جاءِ تي لکن ٿا تہ:

"ہہ ٿي لک ماڻهو ٽيهہ ڪروڙ ماڻهن مٿان حڪومت ڪن تہ چئبو تہ اهي ڏجڻا آهن"

## جهاد لاءِ لکيائون:

" هڪ ڏينهن مرڻو آهي، بهتر موت اهو آهي، تہ صحيح طريقي سان شهيد ٿجي."

## آزادي بابت لکن ٿا:

" آزادي انسان جو بنيادي حق آهي. آزادي جو تعلق انسان سان ائين آهي، جيئن دل جو دماغ سان، رت جو رڳن سان ۽ ساهہ جو ڦڦڙن سان. انسان غلام ٿي رهڻ لاءِ پيدا نہ ٿيو آهي."

سورهيہ بادشاهہ انگريزن کي پنهنجي ملڪ مان تڙي ڪڍڻ جو پڪو پهہ ڪري، غازي تحريڪ جو آغاز ڪيو. انگريز حڪومت کي جڏهن اها خبر پئي تہ هنن کي ويتر باهہ ونئي وئي. ان بابت سائين جي ايم سيد لکيو آهي تہ:

” هن انگريز سلطنت کي ختم ڪرڻ جو مستقل ارادو ڪري ڇڏيو هو. انگريز سرڪار جا خوشامدڙيا يا طرفدار ڇا بہ چون، ليڪن اسان انگريزن جو سنڌ تي قبضو غاصبانہ تسلط سمجهون ٿا، تہ انهن خلاف ملڪ ۽ قوم خاطر بغاوت ڪرڻ ۽ لڙڻ بہ جهاد ۽ ثواب قبول ڪرڻو پوندو. انهيءَ ڪري پير صاحب جو تاريخ ۾ درجو مجاهدِاعظم ۽ رئيس الاحرار جو ٿيندو. ليڪن زماني جي بي قدري جي اها حالت آهي تہ جيڪي ماڻهو ظلم سان مقابلو ڪن ۽ ملڪ جي آزاديءَ لاءِ وڙهن تن کي ڪفن دفن بہ نصيب نہ ٿئي ويتر انهن جو نالو وٺڻ بہ ڏوهہ سمجهيو وڃي، ۽ جيڪي ملڪ کي غلام بنائين يا ان ۾ مدد ڪن تن کي، وڏن لقبن سان ياد ڪري انهن جون يادگارون قائم ڪيون وڃن ٿيون![1] “ لطيف سائينءَ فرمايو آهي تہ:

دوست ڪُهائي دادلا، محب مارائي،
خاصن خَليلن کي، سختيون سهائي،
الله الصمد بي نياز سا ڪري، جا چاهي،
انهين منجهہ آهي، ڪا اونهي ڳالهہ اسرار جي.

سامراجي حڪومت پير صاحب تي بهانو بنائي الزام هنيو تہ هو پنهنجي مريدن کي باغيانہ تربيت ڏيئي حڪومت خلاف اُياري

رهيو آهي. چالبازيءَ سان حڪومت طرفان اها حڪمت عملي جوڙي ويئي تہ پير صاحب تي ڪو ٿورو ڪري کين اهو محسوس ڪرايو وڃي تہ انگريز سرڪار سندن قدر ڪري ٿي. ليڪن پير صاحب تہ خطاب ۽ انعام وٺڻ کان انڪار ڪنديءَ انگريز سرڪار جي اها آچ ٽڏي ڇڏي، ان کان پوءِ کين گرفتار ڪيو ويو. ان بعد حرن ۽ انگريز سپاهين جو دويدو مقابلو ٿيو ۽ ساري سنڌ ۾ باهہ ٻري ويئي. حرن ۽ انگريزن جي مقابلي جو تجربو سائين جي ايم سيد اجهو هيئن ڪيو آهي تہ:

(1) سنڌ سرڪار جي طاقت کان امن امان رکڻ زور ٿي ويو. جنهن ڪري مرڪزي حڪومت کي، آرمي موڪلي سنڌ جي ويهہ هزار چورس ميلن تي مارشل لا لاڳو ڪري حڪومت هلائڻي پيئي، ۽ اهو مارشل لاءِ هڪ سال جي عرصي تائين قائم رهيو، جو دنيا جي موجوده دؤر ۾ هڪ خاص مثال آهي.

(2) ذڪر ڪيل مارشل لا ايراضي جي گهڻي حصي ۾ سال جو گهڻو پاڱو رات جو ڪرفيو آرڊر جاري رهيو.

(3) سنڌو نديءَ جي ڪاپي طرف هڪ سال تائين رات جو ريلون هلايون نہ ويون.

(4) مسلح آرمي، موٽر ڪارون، هوائي جهاز ۽ پئراشوٽ فورس، بغاوت کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪم آندي وئي.

(5) چوڻ ۾ اچي ٿو تہ هڪ وقت ٽيهہ هزار کان بہ مٿي فوج، رائفلن، مشين گنن سان هن تحريڪ کي دٻائڻ ۽ فنا ڪرڻ لاءِ ڪم آندي ويئي.

(6) پير صاحب جو رهائشي مڪان، پير ڳوٺ وارو ۽ سانگهڙ وارو بنگلو "گڙنگ" بارود سان تباهه ڪيا ويا.[2]

هن تحريڪ کي ختم ڪرڻ لاءِ انگريزن طرحين طرحين لِنگ ڪاندارينڊز ظلم ڪيا.

نوجوان بهادر سنڌي سوڍن کي سنگينن سان چيريو ويو. ڪن کي لوڙهن ۾ واڙيو تہ ڪن کي ڪاري پاڻي اماڻيو ويو. پڍن پارن ۽ عورتن کي بہ قيد ڪيو ويو. انهن ظلمن جي ردعمل ۾ فساد ٿيا، سرڪاري عملدار مئا، ريلون ڪريون، پوليس ٿاڻا ۽ سرڪاري آفيسون سڙيون، سانگهڙ ضلعي جي مکي بيلي ۾ ننڍي ڪنڊ جي ڇتي گوريلا جنگ شروع ٿي ويئي. جنهن انگريزن جون وايون بتال ڪري ڇڏيون. ايترن ظلمن هوندي بہ حرن آڻ نہ مڃي ۽ سورهيہ بادشاهہ جي آزاديءَ لاءِ سر سان ڪفن ٻڌي پنهنجا سر ڪٽائي، ڳاٽ اوچا رکي ملڪ مان انگريزن جا پير اکيڙيائون. لطيف سائين فرمايو آهي تہ:

پتنگن پهہ ڪيو مڙيا متي مچ،
پسي لهس نہ لچيا، سڙيا متي سچ،
سندا ڳچين ڳچ، ويچارن وڃائيا.

سامراجي انگريز جي مقابلي ۾ پير سائين سورهيہ بادشاهہ ۽ سندن جماعت هڪ انچ بہ پوئتي نہ هٽي. آخر انگريز حڪومت کين مارشل لا تحت بغاوت جو ڪيس هلائي ڦاسيءَ ڏيڻ جو فيصلو ڪيو ۽ کين آڇ ڪئي تہ معافي نامو لکي ڏيو تہ سزا معاف ڪئي ويندي، پر پير سائينءَ سختي سان انڪار ڪري ڇڏيو.

سسي نيزي پاند، اُچل تہ آڌ ٿئي. (شاهہ)

قاسيءَ جو بڌي پير سائينءَ جن کي ذري برابر بہ رنج ۽ ملال نہ ٿيو پر پاڻ خوش ٿيندي چيائين تہ "حق جي راھہ ۾ شھادت حاصل ڪرڻ منھنجي ابن ڏاڏن جي سنت آھي. اسان جنھن شيءِ کي حق سمجھون ٿا، ان لاءِ ڦاسي تي چڙھڻ عبادت آھي. اسان غلام ٿيڻ لاءِ نہ پر غلامي جي زنجيرن کي ٽوڙڻ پنھنجو مقصد حيات سمجھون ٿا." آخر 20 مارچ 1943ع تي صبح جو انين وڳي سر ڏيئي سرھا ٿيا. شاھہ صاحب جي چواڻي تہ:

سـوري آھـ سـينگار، اڳھـين عاشـقن جـو،
مُـڙڻ مـونڻ ميھڻـو ٿيـا نظـاري نـروار،
ڪُسـڻ جـو قـرار، اصـل عاشـقن کـي.

(1) ڪتاب 'سنڌ ڳالهائي ٿي' جي صفحي نمبر 39 ۽ 40 - سال 1993ع- نئين سنڌ اڪيڊمي ڪراچي
(2) ڪتاب 'نئين سنڌ لاءِ جدوجھد' صفحو 37، سال 2009ع. نئين روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو

---

٭ ھي مقالو سورھيہ بادشاھہ جي 61 ھين ورسي جي موقعي تي پير سيد صبغت الله شھيد گورنمينٽ ڊگري ڪاليج سانگھڙ شھر ۾ تاريخ 20 مارچ 2004ع تي پڙھيل.

# محمد ابراهيم جويو

سنڌ جي سرزمين خوش نصيب آهي، جنهن ڏرتي کي ويهين صدي ۾ سائين محمد ابراهيم جوئي جهڙو ڏاهو، عالم، اديب، قابل استاد ۽ دانشور مليو. جنهن سنڌي ادب ۾ ترجمي کان وٺي جديد ڏاهپ جا نوان رخ ڏنا ۽ نتيجي طور اڄ سنڌي ادب ۽ سماج انهن رخن تي گامزن آهي.

محمد ابراهيم جوئي صاحب جون ڳڻڻ جهڙيون ڪيتريون ئي ڳالهيون آهن. سندس سنڌي ادب ۾ شاهوڪار ڪتاب (Sindh Save the Continent Save) جڻ ته هڪ تاريخي ڪيس ۽ دستاويز آهي، جيڪو هن پاڪستان ٺهڻ کان اڳ لکيو. جنهن ۾ سندس اڳيان جي سوچ ۽ دور نظري ۽ دانش جي جهلڪ نمايان آهي. ۽ اهو ڪتاب تاريخ جو هڪ اهم باب تي حوالن جي هيٺ رهيو آهي.

محمد ابراهيو جويو جا شيخ اياز جي شاعري جي ڪتابن تي لکيل مهاڳ نه صرف مهاڳ آهن پر سندن علمي ۽ فڪري اڏام جو

ڪرشمو آهن. سچ پچ تہ شيخ اياز ڪي سندس شاعري لاءِ واقع بہ ڪنهن اهڙي نظر شناس ڏاهي جي ضرورت هئي جيڪو هن جي شاعري جي گهرائين ۽ اونهائين کان واقف ٿي ماڻهن تائين اها ڳالهہ پهچائي.

ان کان علاوه جويو صاحب پنهنجي اصلوڪن ترجمن ۽ مضمونن سان گڏ سنڌي ادب ۾ فلسفي جي مواد کي نہ صرف ترجمو ڪندو رهيو پر سياسي ادب کي بہ مالا مال ڪيو. پاڻ جهنگلي جيوت جا نشان ۽ روسو جو ڪتاب سماجي معاهدو ترجمو ڪري هڪ دور جي سياسي ڪارڪنن جي تربيت لاءِ ڪتاب ڇپرائي منظرِ عام تي آندو ۽ هڪ پورو نسل ان ڪتاب سان دل لڳائيندو پنهنجي فڪري ۽ سياسي سگهہ کي وڌائيندو رهيو.

محمد ابراهيم جويو صاحب سياسي، نظرياتي ۽ فڪري گهرائي جو مائل رهيو. ان ڪري ان قسم جي ادب کي پنهنجي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪري سنڌي ادب ۾ سياسي ادب جي کوٽ کي پورو ڪرڻ جون ڪوششون ڪيون. ٻئي طرف کين نظريي پرچار، ترجمن ۽ مضمونن جي پاداش ۾ نوڪري دوران ڪيترائي دفعا تنگ ڪيو ويو. کين ڏوراهن علائقن ۾ بدليون پڻ ڪيون ويون. پر جويو صاحب سنڌ ۾ جديد سوچ، فڪر ۽ فلسفي جي سياسي اصولن کي فروغ ڏيڻ لاءِ پوئتي نہ هٽيو. هن هڪ اهڙي سنڌ ڏسڻ پئي چاهي جنهن جو بنياد جهالت، غير عقليت پسندي بجاءِ جديد سوچ، عقل، علم، فهم ۽ سائنسي اصولن تحت اڳيان وڌڻ هجن. هو پنهنجي همعصر اديبن ۽ سياسي مفڪرن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي بيٺو رهيو. ها! ڪٿي سرواڻ ٿيو تہ ڪٿي وري بي لوث ساٿي بڻجي سنڌي ادب ۽ قوم جي خدمت

ڪندو رهيو. ان چوڻ ۾ ڪو وڌاءُ نہ ٿيندو تہ هن جديد سياسي لاڙا ۽ فڪر متعارف ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو.

محمد ابراهيم جوئي جي ڪچهرين ۽ لکڻين مان هميشہ سنڌ جي نئين نسل کي اتساهہ مليو آهي. مون کي بہ ساڻس ڪچهري جو موقعو مليو. پاڻ منهنجي چاچي صوفي لعل محمد چانڊئي وٽ چانڊيا ڳوٺ واري مسڪن تي اڪثر پنهنجي هم خيال دوستن ۽ ساٿين عطا محمد ڀنيرو حيدر علي لغاري، امير علي قادري، غلام قادر سومرو شمس الدين عرساڻي ۽ ٻين سان گڏ ايندا هئا. جتي تصوف، ڌاهپ ۽ جديد سوچ بابت سندن نظريا ٻڌي ڏندين آڱريون اچي ويندیون هيون. اهڙي طرح هڪ نوجوانن جو وڏو انگ جيڪو سنڌ جي ادب ۽ سياست ۾ پير پايو وينو هو سو ڪانئس متاثر ٿيو. ۽ جويو صاحب بلاشبہ تہ روشني جي لاٽ ٻڌجي روشني ڦهلائيندو رهيو.

محمد ابراهيم جويو صاحب سنڌ مدرسي مان 1934ع ۾ ميٽرڪ ۽ 1938ع ۾ گريجوئيشن ڪئي ۽ نوڪرين جي سلسلي ۾ سنڌي ادبي بورڊ جو سيڪريٽري ۽ چيئرمين رهيو ۽ پاڪستان ٽيڪسٽ بڪ بورڊ جو آفيسر آن اسپيشل ڊيوٽي لاهور، سنڌ ۽ بلوچستان رهيو. پاڻ جيڪب آباد ۾ هيڊ ماستر طور بہ خدمتون سرانجام ڏنيون ۽ سنڌ جي ڏوراهن علائقن ۾ تعليم جي لاٽ کي منور ڪندا رهيا.

محمد ابراهيم جويو سنڌ جي تورن مشاهيرن مان آهي جن پنهنجي قلم جي پورهيي سان سنڌ لاءِ خدمت ڪئي. ٻولي، ادب، سياست جي کيتر ۾ سندس نظرياتي ڪيل ڪم ۽ ڪتاب ان جا ساکي آهن.

102 سالن جي ڄمار ۾ بہ جوش جذبي سان ڌرتي سان عشق سان تمتار طويل نظم لکيائون ۽ همت، ج وش، جذبو جاڳائيندا رهيا. هو

واقعي بہ اهڙو شخص هو جنهن سنڌ جي نئين نسل کي اتساهہ ڏنو ۽ شعور جون ڏياتيون روشن ڪيون.

محمد ابراهيم جويو صاحب جسماني طور 9 نومبر 2017ع ۾ لاڏاڻو ڪري ويو. پر هي هميشہ پنهنجي لکڻين، سوچ ۽ پرچار ۾ جيئرو رهندو. سندس ڪم تي سنڌ ڌرتي ناز ڪندي رهندي.

# سيد صالح محمد شاهہ عرف فتح خان

ڏات ۽ فن جو پاڻ ۾ نهايت گهاٽو ۽ بيحد پراڻو لاڳاپو آهي. ايترو پراڻو جيتري پراڻي هيءَ ڌرتي آهي. ڏات ۽ فن جو اهو ساٿ ازلي ۽ ابدي آهي، جيڪو ڪڏهن بہ جدا ٿي نہ سگهي.

ڏات ۽ فن بہ جدا جدا شيون آهن. فن سکيو ويندو آهي ۽ ڏات بنا سکئي ياڳ سان ملي ويندي آهي، پر جيڪڏهن قسمت سانگي ڪنهن ياڳ واري کي اهي ٻئي شيون ملي وڃن تہ پوءِ ڪير ۾ ڪنڊ ۽ سون تي سهاڳو.

ڪير آهي جو سندس اهڙي ڀلاري ڀاڳ سان ريس ڪري ۽ سينو ساهي اها فطرت جي خاص مهرباني آهي جا. ”ڪنهن ڪنهن ماڻهو منجهہ اچي بوءِ بهار جي“ وانگر ملي وڃي ٿي. اهڙن ڀاڳوندن جي لسٽ تمام ننڍڙي آهي جنهن ۾ سيد صالح محمد شاهہ عرف فتح خان بہ شامل آهي، جيڪو فن جي مٿاهين تي اُڏامي رهيو آهي.

هونئن ۽ تہ فن جي دنيا نهايت وسيع ۽ وڏي آهي. نيري نيري گهري گهري ساگر جيان اونهي ۽ ويڪري. سنڌو جي مست الست چولين جيان ڇڙواڳ. سندس نڪو آهي انت ۽ نڪو آهي ڇيهہ. نہ ڪا اٿس ڪنڌي نڪي اٿس ڪنارو. سندس پاڙون پاتال ۾ آهن. ڪير بہ ان پاتال کي پهچي نہ سگهيو آهي. ڪير ان مها ساگر جي سير کي سَرَ نہ ڪري سگهيو آهي پوءِ بہ ڪي ياران اونهي عميق ۾ اوهري. سر جو سانگ سٽي ان پاتال کي پسي ويندا آهن. اهڙن يارن ۾ رئيس فتح خان بہ اچي ٿو. جنهن کي اسين هڪ عوامي صداڪار جي حيثيت ۾ ڄاڻون سڃاڻون ٿا.

رئيس فتح خان تي لکڻ ڪا چرچي جي ڳالهہ ڪونهي. ڪنهن وڏي عالم کي ئي لکڻ گهرجي پر جڏهن حقيقت جو پيو منظر ٿو ڏسجي تہ فتح خان هڪ عوامي فنڪار آهي. سندس فن ڪنهن محدود هڪ هٿي جو محتاج ڪونهي. هڪ ڳوناٺو بہ ڪاڳر ڪارا ڪري سگهي ٿو. اهو سوچي مون جهڙو مولائي بہ همت ڪري جهڙو حال حبيبان تهڙو پيش پريان ڪري رهيو آهي.

فتح خان ڪيترن ئي خوبين جو مالڪ آهي. هو انهن نام نهاد عوامي فنڪارن جيان ناهي. جيڪي هِتي هُتي جون شيون چورائي نقل ڪري پيش ڪندا آهن. پر فتح خان پنهنجو پاڻ ۾ ئي هڪ منفرد ۽ انوکو انداز آهي ۽ هڪ اهڙو مخصوص "اسٽائيل" آهي جنهن کي اپنائڻ جو هر آرٽسٽ خواهشمند رهي ٿو.

رئيس فتح خان فن ۽ ذات جو هڪ اهڙو پريل پندار آهي جيڪو ڪڏهن بہ کُٽي نٿو سگهي. هو هڪ اهڙو اڪت ۽ پريل مٽ آهي جيڪو ڪڏهن بہ ڇلڪي نہ ٿو سگهي. اهوئي سبب آهي جو هو پنهنجي جداگانہ حيثيت مڃرائڻ ۾ ڪامياب ٿيو آهي.

سندس آواز ۾ لوچ، لهجي جي ڳنڀيرتا، لفظن جي ڪثرت جملن جو جڙاءُ ۽ پراءُ، باجهاري بولي، پڪي ۽ پختي زبان، گفتگو شيرين، اهي سڀئي خوبيون ڏاتار فقط فتح خان جي ئي ڪردار ۾ سمايون آهن ۽ ان کي ادا ڪرڻ لاءِ قدرت وري صالح محمد شاهه کي ئي تخليق ڪيو ۽ ڪيس انهيءَ ڏات سان نوازيو نه فقط ايترو پر بوليءَ جي وسيع معلومات، نيٺ عوامي لهجو فني محاورا، پهاڪا، ٻهراڙيءَ جي پرک تهذيب ۽ مطالع بغير اهڙيون مشڪل شيون آهن جن کي ڪو عالم ۽ فلاسافر ئي سمجهي سگهي ٿو. ان کان سواءِ رئيس فتح خان/صالح محمد شاهه لوڪ ادب جي تقريبن سڀني صنفن مثلن ڏورن، بيتن، ڳجهارتن، هنرن ۽ لوڪ موسيقي جي جاڻ وغيره تي پڻ پوري پوري دسترس رکي ٿو. هو اعليٰ سُگهڙ، سُجاڻ سخنور ۽ لوڪ ادب جو جيئرو جاڳندو ڪتاب آهي.

هو هڪ اهڙو ڊاڪٽر آهي جنهن کي ڪنهن به سَنَدَ (ڊگري) جي ضرورت ڪونهي ۽ نڪي نالي جي اڳيان، پويان ڪنهن ليبل لڳائڻ جي ڪا گهرج آهي، سندس فقط هڪ مراد آهي، اها هيءَ ته ڪيس سنڌ جي اصلي ۽ ڳوناٽي عوام تائين بهرحال پهچڻو آهي.

مرڪندڙ مُنهن، چمڪندر پيشاني، جاڙن پرن، پوري پُني قد، ڏٻري جسم، ننڍڙن شهپرن وارو ڪٽڪ رنگو هي سهڻو جوان سنڌي تهذيب جو هڪ سڌو سنئون ۽ سچو پچو ڪردار آهي، منجهس ڪج جي ڪوڏي به ڪونهي، رڪيت جي رتي به ڪونهي. هو مصنوعي اديب ۽ شاعرن وانگر به ڪونهي، جيڪي ڪنهن ايئرڪنڊيشنڊ ڪمري ۾ ويهي، پنهنجو پيٽ پري پوءِ سنڌ جي پيٽ بکين ۽ انگن اگهاڙن سنڌين جي بيوسي جو رڪارڊ وڄائيندا آهن. پاڻ ولائتي ويس پاتل متي اگهاڙا

ڪِلين شيوَ ۽ بيل ٻاتم هوندا آهن. پر سنڌين جي اجرڪ، پٽڪن ۽ شهپرن جي واڪاڻ جا ڏڪ پريندا پر اسان جو سائين ائين ڪونهي، هو اجرڪ اوڍي جاٽي تہ پٽڪو بہ ٻڌي جاٽي. هَرُ هلائي بہ جاٽي تہ ڪوڏر ۽ ڪهاڙي ڪان بہ ڪم وٺي جاٽي. وڏائي ڏيک ويک ۽ ٺاهہ نوهہ سان اصل ڪونہ پويس. هو راج مڙس مانائتو. راجائتو مهمان نواز. ڳٽن پريو ڳالهير. ڪلمک ۽ سچو پچو سنڌي سرويچ آهي.

ڪچهريءَ جو هي مانائتو مور جڏهن ڪنگهي، ڪنجهي نصيحتن پريا نقطا ٻڌائيندو آهي تڏهن هر ڪنهن ڪي ائين لڳندو آهي جڻ سچ پچ سندن ڏاڏو ڪين سمجهائي نصيحتون ڪري رهيو آهي. ان ۾ ڪوبہ شڪ ڪونهي تہ فتح خان سيني جو چاچو ڏاڏو ٿئي، ڪيس سيڪو پنهنجو سمجهي ٿو. ڏاريو ۽ پرائو ڪوبہ ڪونہ پانئيس. اهو فن جو مٿاهون معراج آهي، جو ڪنهن بختاور کي پلئہ ٿو پوي.

فتح خان سنڌي ٻولي ۽ لاڪيٽي لطيف جي ڪلام جو پڻ زبردست ڄاڻو آهي. چوجو هو سنڌي ٻولي جي سٽاءُ، مزاج، اثرن ۽ لاڙن ڪان پليءَ پَتِ واقف آهي.

هو لطيف سائينءَ جي ڪلام ڪي صحيح تلفظ سان اُچاري ٿو ۽ اصلي پڙهڻين سان پڙهي ٿو. هو اسان جي ڪِنِ عالمن وانگر زير ۽ پيش کي "زبر" هِڪِ کي هَڪَ ۽ اَنَ کي اُنَ وانگر نہ ٿو اُچاري. پر لفظن مٿان صحيح ۽ درست اعرابون ڏيئي ان موجب اُچاري ٿو ائين ڪرڻ سان ڪلام جي لطافت ۽ شيريني وڌيڪ وڌيو وڃي. هن لطيف جي ڪلام جي ريسرچ جي نالي ۾ هزارين روپيا هضم ڪونہ ڪيا آهن. ڪيس ڪا بہ لالچ ڪونهي، ڪا بہ خوش فهمي ڪونهي، هو محض ان ڪي هڪ ننڍڙي خدمت ڪوني ٿو ۽ لطيف جي ڪلام ڪي صحيح نموني ۾ عوام تائين پهچائي ٿو.

ڳوناٺا ويچارا جيڪي وڏيون وڏيون تقريرون ۽ بيان ٻڌي يا سمجهي نہ سگهندا آهن، اهي فتح خان جون ٿلهيون تقريرون ۽ ڳالهيون جلد سمجهي ويندا آهن. ڪچهريءَ ۾ ڪيل سندس ناصحانہ نقطہ ۽ گوهر گفتا وڏي ڪم جا آهن. انهن ذريعي هو ڪيترن ئي سماجي برائين جي اُپٽار ڪري ٿو ۽ انهن موذي برائين جون پاڙون پٽڻ لاءِ ڪيترائي مناسب ۽ موزون حَل ٻڌائي ٿو. اهڙي طرح هو سهڻيءَ ۽ سونهائيندڙ تنقيد ذريعي معاشري جي برائين جو اصلاح ڪري ٿو. ائين چوڻ ۾ ڪوبہ وڌاءُ نہ آهي تہ فتح خان ڳوناٺن کي باشعور ۽ باخبر رکڻ لاءِ وڏو ڪم ڪيو آهي.

فتح خان جي ڪاميابي ۽ مقبوليت جو راز ڪردارنگاري آهي. هر فنڪار تي سندس ڪردار اُجاگر ڪرڻ واسطي ڪجهہ ذميواريون عائد ٿين ٿيون. انهن ذميوارين ۾ سڀ کان اهم ۽ اولين ذميواري آهي، ڪردار سان محبت ۽ انصاف ڪرڻ. فتح خان اهو حق واهہ جو نڀايو آهي.

رئيس فتح خان هڪ اهڙو جيئرو جاڳندو ڪردار آهي جنهن کي ڪردار نگاري جي ڪسوٽيءَ تي پرکڻ لاءِ وڏيڪ فخر سان پيش ڪري سگهجي ٿو. هن پنهنجي اصليت کي پنهنجي فن مٿان قربان ڪري ڇڏيو آهي. ڪيس اصلي نالي سان ڪي ٿورڙا واقفڪار سڃاڻن پر نقلي نالي سان سنڌ جا ڪروڙين عوام سڃاڻن ٿا. ٻار، ٻيڍڙا، نوجوان، عورتون سڀ سڃاڻن. شاعر، اديب، عالم، مزدور، هاري ناري سڃاڻن. وڏي ڳالهہ تہ پلاروپيٽ ڏٽي ۽ سائنڻ سنڌڙي سڃاڻي. ائين پيو لڳي جڻ سندس اصل نالو ئي فتح خان آهي. سائنس سيڪوان حيثيت ۾ ڳالهائي ۽ جُهور پوڙهو جاڻي، اهي ئي ڳالهيون پڇي ۽ ٻڌائي ٿو.

جيڪي سچ پچ ڪنهن پوڙهي فتح خان کي ڪرڙيون هجن يا ڪانئس پڇڙيون هجن.

ڪردارنگاريءَ جوان ڪان وڌيڪ پيو مثال ملڻ محال آهي. سندس ان ڪردار مان ڪيس هڪ گهاتو ضرور پيو آهي، اهو هيءَ تہ جوان هوندي بہ پوڙهو آهي. هو جواني ڪونہ سنپيري، جوانيءَ ۾ ايندي ئي پيرسن تي ويو. جوين جي سرگوشين کان قطعي ڪٽجي ويو. شايد اهوئي ڪارڻ آهي جو هميشہ اداس اداس لڳندو آهي. سندس اباڻڪيون اکيون ڪنهن اُجاتي آس جون متلاشي هونديون آهن، پر ڪيس ڪوبہ فڪر ڪونهي. سندس فن، سندس حسرت جي تڪميل آهي ۽ ان اها ڪثر پوري ڪري ڇڏي آهي. سچو فنڪار هوئڻ بہ فن لاءِ جيئرو آهي ۽ سڀ ڪجهہ مٿانئس گهوري ڇڏيندو آهي.

ريڊيو تان جڏهن سندس پهريون پروگرام (جهمور جو آواز) نشر ٿيو هو تڏهن پهريون دفعو اهڙي ڳوناڻي بولي ٻڌي ٻڌندڙ حيران ٿي ويا هئا. انڪري جوان پروگرام کان اڳ ريڊيو تان فقط درباري ۽ شاعرانہ قسم جي سخت بولي نشر ٿيندي هئي، پر هن يار ان روايت کي لت هڻي، چيري ڦاڙي چٽ ڪري ڇڏيو ۽ هڪ نئين روايت کي جنم ڏنو جنهن اڳتي هلي ريڊيئي تي سنڌي بوليءَ کي عام فهم ڪرڻ ۾ وڏي هٿي ڏني، نہ فقط ايترو پر ڪيترائي اهڙا ٺيٺ لفظ جيڪي پراڻا سمجهي متروڪ ڪيا ويا هئا، انهن کي نئين سر رواج ۾ آڻي بوليءَ جي لفظن ۾ واڌارو ڪيائين ۽ اج اهي لفظ عام جام استعمال ٿيندا رهن ٿا. ان ۾ ڪوبہ وڌاءُ ڪونهي تہ سنڌي بوليءَ جي نئين اوسر لاءِ جن صاحبن ڪم ڪيو آهي، ان ۾ فتح خان جو بہ وڏو حصو آهي. بوليءَ لاءِ سندس ڏنل اهي خدمتون ڪڏهن بہ وسري نہ سگهنديون.

فتح خان کي مقبول عام ڪرڻ ۾ سيد صالح محمد شاهہ جي حاضر دماغي ۽ حاضر جوابيءَ جو بہ وڏو هٿ آهي.

هڪ دفعي سنڌس ريڊيي واري اوطاق تي وڃڻ ٿيو. پاڻ پنهنجي منڙي مرڪ ۽ سدا ملوڪ گفتن ۽ نصيحت پريل لفظن سان ڪچهري مچايو ويٺو هو تہ اوچتو عملي جو هڪ همراهہ اندر گهڙي آيو ۽ "بوٽ" ۾ پيل وائر کي ويڙهي سيڙهي ڪٽڻ لڳو تہ هن اوچتو رڙ ڪئي، ابا ڪهڙو؟.... وري ٿورو ترسي چيائين نهيو ابا نهيو "نينگر مون وارو ڏراڙ آهي، ڏوهائي جو آهي وڪت (وقت) سو آيو آهي ونگ ڪٽڻ" ڪچهريءَ ۾ ٽهڪڙو مچي ويو. آئون سنڌس اها حاضر دماغي ۽ موقعي جي ڳالهہ ڏسي دنگ رهجي ويس.

رئيس فتح خان ڪلمک ۽ حاضر جوابي ۾ بہ پنهنجو مٽ پاڻ آهي. سنڌس حاضر جوابيءَ سنڌ جي وڏن مسخرن محمد فقير ۽ قادو شيديءَ مرحوم کي بہ چپ ڪرائي ڇڏي. حافظو بہ واهہ جو اٿس. ريڊيو تي اجا تائين اوطاق ڏيکاريندو رهي ٿو. 15 سالن جي وڏي عرصي ۾ ڪڏهن بہ پلجي نہ سگهيو آهي. ريڊيو پروگرامن جي پوري تاريخ ۾ اهڙو ڪوبہ پروگرام ڪونهي جيڪو بنا لکڻ جي پيش ڪيو ويو هجي ۽ ان جي عمر اتڪل هڪ ماڻهوءَ جيتري هجي اهو هڪ رڪارڊ آهي، جيڪو سائين صالح محمد شاهہ المعروف فتح خان قائم ڪيو آهي.

سائين صالح محمد شاهہ آواز جو بادشاهہ آهي ۽ ڪردار نگاري جو "هيوي ويٽ چئيمپين" آهي. اميد تہ آواز جي ديس ۾ سنڌس اهو رڪارڊ هميشہ وڄندو رهندو.

سائين صالح محمد شاهہ سٺي ۽ عظيم صداڪار سان گڏ، سٺو ۽ عظيم انسان ۽ سٺو دوست پڻ آهي. سنڌس اهي قرب پريون

ڪچهريون سنڌ جا ماڻهو ڪافي ورهيہ تائين ساراهيندا رهندا. آخر ۾
هن عظيم فنڪار جي عظمت کي سلام ڪري لطيف سائينءَ جو هيءُ
بيت لکجي ٿو:

”ماڻهو سڀ نہ سهڻا، پکي مڙيئي نہ هنج،
ڪنهن ڪنهن ماڻهو منجهہ، اچي بوءِ بهار جي.“

---

هي مضمون ماهوار رسالي نئين زندگي ڪراچي آگسٽ 1978ع واري پرچي تان ڪنيل آهي.

# ڪَپَرُ پُڇن ڪُوڙيون

اسان وٽ سنڌ جي وطن دوستيءَ جا ڪردار، عشقيہ داستان ۽ عوامي لوڪ ڪهاڻيون پنهنجي هڪ نئين رنگ ڍنگ ۾ اڀريون. جيڪي اڄ بہ مشهور آهن. تن ۾ سورٺ راءِ ڏياچ، لِيلا چنيسر، مومل راڻو، مورڙو ميربحر، سسئي پنهون، ڍول مارو، عمر مارئي، سهڻي ميهار وغيره. حقيقت ۾ اهي محبت ۽ پيار جا بيپناهہ داستان ڪن بہ عظيم شاهڪارن کان گهٽ ڪين آهن. ڇو جو اهي داستان پنهنجي پوٺان هڪ وڏو سماجي ۽ تاريخي پسمنظر رکن ٿا ۽ اهي ڪهاڻيون ۽ قصا اسان جي تاريخ جو بيحد اهم ۽ قيمتي سرمايو آهن.

سهڻي ميهار جي قصي کي نہ صرف سنڌ کان ٻاهر وڏي اهميت حاصل آهي پر سنڌ ۾ بہ تمام گهڻي پذيرائي مليل آهي. واديءَ مهراڻ جا هي بہ ڪردار پنهنجي حقيقي عشق جي منزل کي عبور ڪري اتي وڃي پهتا. جتي سڀ ڪنهن جو پهچڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. هي قصو 12 ـ 13 صدي ڌاري اڀريو. سنڌ ۾ اهو "وچ سومرا دور" ڪري ليکيو وڃي ٿو. جو سنڌ جو نهايت شاندار ۽ اهم دور رهيو آهي.[1]

---

(7) محمد خان ٻرڙو: "سهڻي ميهار" سنڌي ادب ڇهہ ماهي، سنڌالاجي، جلد نمبر 4، نمبر 1 صفحو 102، سال 1979ع

اڄ جيئن تہ سهڻي ميهار تي ئي ڳالهائڻو آهي. اُن ڪري ٻين قصن ۽ ڪهاڻين کي هڪ طرف ڇڏي، سهڻي ميهار جي ڪردار تي هڪ نظر وجهبي. هن قصي بابت گهڻن ئي ليکڪن پنهنجين لکڻين ۽ تحريرن ۾ جدا جدا رايا ڏنا آهن ۽ جيڪي چون ٿا تہ هي داستان پنجاب جو آهي. انهن کي خبر هئڻ کپي تہ سهڻي نہ رڳو سنڌ جي آهي پر سنڌ سهڻي آهي ۽ سهڻي سنڌ آهي.

ائين تہ پنجاب وانگر اڄ اهو ساڳيو داستان هانگ ڪانگ ۾ پيو ڳائجي. ان لاءِ ڇا ٿو چئي سگهجي تہ اهو قصو هانگ ڪانگ جو آهي. نہ ائين نہ آهي اصل ۾ هي قصو آهي ئي سنڌ جو.

ان لاءِ شاهہ سائينءَ جو رسالو وڏي ڪسوٽي آهي، جنهن ۾ ڪو بہ اهڙو رومانوي داستان ٻاهريون آيل ڪونهي. حالانڪہ لطيف سائينءَ کي ليليٰ مجنون، هير رانجهو ۽ شيرين فرهاد جي قصن جي بہ ڄاڻ هئي پر شاهہ سائينءَ صرف انهن داستانن کي پنهنجي ڪلام (شاعري) ۾ آندو جيڪي ڏيهي هئا.

لطيف سائينءَ جنهن سهڻيءَ کي ڳايو آهي، سا سهڻي، سهڻي آهي ۽ سنڌ جي آهي. ان ڪان سواءِ سهڻي ۽ ميهار ٻنهي جون قبرون اڄ بہ شهدادپور شهر ۾ موجود آهن.

سهڻي جي سچائي، سهڻي جي سڪ، سهڻي جي دليري، سهڻي جي جدوجهد ۽ سهڻي جي ذهني پختگيءَ کي جيتري اهميت ڏجي اوتري گهٽ آهي.

هن جو آڌيءَ رات اُٿي گگهہ اونداهيءَ ۾ گهڙو ڪڇي پاڻ کي درياءَ جي سير حوالي ڪرڻ، درياءَ جي گهتن گهيڙن، ورن وڪڙن، سير ۾ سيسارن، واڳن ۽ بلائن، ڪُنن ۽ لهرن کان بي ڊپو ٿي منهڻ، اهي سڀ

ڳالهيون سوچڻ تي مجبور ٿيون ڪن، ڇاڪاڻ تہ سهڻي پنهنجي مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ جيڪا جدوجهد ڪئي، جنهن ۾ هن کي ڪيترين ئي تڪليف وارين حالتن کي منهن ڏيڻو ٿي پيو پر ان هوندي بہ هو ماٺ ڪري مٿئين ڳالهين کان ڊڄي، بزدل ٿي پوئتي نہ هٽي.

اڇو تہ شاهہ صاحب جي ڪجهہ بيتن کي ياد ڪيون، جيڪو فرمائي ٿو تہ ماڻهو پنهنجن مقصدن ۾ تڏهن ئي ڪامياب ٿو ٿئي، جڏهن هُن وٽ سچائي، بي ڊپائي، اصول پرستي ۽ ذهني پختگي هوندي. بلڪل سهڻيءَ وانگر ئي: سهڻيءَ جي زندگيءَ مان اسان جي اڄ جي نئين ٽهيءَ کي جنهن همت، بي ڊپائي، جدوجهد ۽ دليريءَ جو سبق ملي ٿو انهيءَ مان اسان کي اڄ جي سماجي زندگيءَ لاءِ ضروري ۽ مفيد سمجهڻ گهرجي. جيئن شاهہ سائين سهڻي سُر ۾ هيٺين بيت منجهان ظاهر ڪري ٿو تہ اهو بي همت آهي جيڪو جدوجهد کان اڳي انهيءَ ڪم جي سببن کي نظر ۾ رکي ٿو جيئن شاهہ سائين چيو آهي تہ:

ڳَنڍِيَ اُپِيوُن ڪيتَرِيُون، "ساهَڙُ ساهَڙُ" ڪِنِ.
ڳَنِين سانگو سَاهہ جو ڪي "گهورِيَس" ڪيو گهڙَنِ،
ساهُڙ سَندو تَنِ، گهاگهائي گِهڙَنِ جي.

وري اهڙن سڌڙين لاءِ، جيڪي وڏيون وڏيون ڪوڙيون دعوائون ڪن ٿا جن جي من ۾ محبت نہ پر دغا آهي، انهن جي لاءِ شاهہ صاحب سُر سهڻي ۾ چوي ٿو تہ:

ڪونهي آڳهُ آهڙو، جهڙي مُحَبت مَن،
اُپيُون اوريَن پارَ ڏي، ڪوڙيُون ڪَڪَ پُڇَنِ،
ندي تِن نيڙ آئي، جي ريءَ تُرهي تَرن.
سِڪ رسائي سهڻي! اصل عاشقن،
سي جَهليون ڪين ڪُنن، پُڇن جي ميهار کي.

اهي جدوجهد ڪندڙ جيڪي سچيءَ دل ۽ پختي عزم سان ميدان ۾ اچن ٿا ۽ سهڻي وانگر ئي هتي مهراڻ جي سير ۾ تپوڏيئي پاڻ کي ثابت قدم ظاهر ڪن ٿا تن بابت شاهه سائينءَ هيئن فرمايو آهي:

تُرهو آچ مَ تَنِ کي، جَي عِشقَ سين آگاهه،
پُڇي مَس مَلاحَ، ساهَڙَ مٿِي سُوهَڻِي.

سهڻي جي جدوجهد کي شاهه صاحب ڪهڙي نه سهڻي انداز ۾ بيان ڪيو آهي. سهڻي جڏهن ته پنهنجي محبوب سان سچي هئي ۽ سندس محبت ابدي هئي ۽ انهيءَ محبت کي قائم رکندي سهڻي کي ڏوهه ڪيئن ٿو ڏئي سگهجي. سهڻي کي اهو هو ته ڪڏهن پاڻ کي انهيءَ سِڪ کان محروم نه ڪريان جيڪا اندر ۾ اٿم ۽ انهيءَ سِڪ کي آئون چؤطرف جي حالتن ڪري نه بدلايان. سهڻي جي انهيءَ جدوجهد کي شاهه سائينءَ هن طرح بيان ڪيو آهي:

دائِم جا دَرياهه ۾، سا مَڇِي ڪِني ڪوههُ،
آهِس اِيُ آندوههُ، پاڻِي ڪِتي ته پِيان.

سهڻي جي سر ۾ شاهه صاحب هر انسان کي ڪنهن به جدوجهد ڪرڻ وقت جيڪا نصيحت ڪئي آهي سا اڄ جي سماج لاءِ هڪ انوکو مثال آهي. شاهه صاحب سهڻيءَ جي روپ ۾ اڄ جي نوجوان کي چيو آهي ته ڪنهن به ڳالهه کي عملي جامو پهرائڻ کان اڳ پنهنجا سڀ وسيلا چڱي طرح هٿ ڪري پوءِ انهن ساٿين سان هٿ ۾ هٿ ملائي ساڻ ڪرڻ جيڪي تنهنجا سچا دوست آهن، پر ٻين کي ٻنهه ويجهو نه آڻ. انهيءَ سچي مثال کي شاهه صاحب پنهنجي هيٺين بيت ۾ هيئن ظاهر ڪيو آهي ته:

جان ڪِين ڪَنڌي ڪانهُ، تان تاڻي ٻَڌِج ٽُرهَو.
هَٿَ پِريان جي هَٿَ ۾، ٻي کي ڏِج ۾ ٻانهَ.
سَندِي ڪَپَرَ دانهَ، ڪِ تو ڪَنين نه سُئِي.

شاهه صاحب سهڻي جي سُر ۾ سندس پوري ماحول کي پيش ڪندي، سندس چوطرف ماحول ۽ حالتن کي بيان ڪندي سهڻي جي دليري ۽ ثابت قدميءَ کي واکاڻيندي چوي ٿو ته:

ڪارا ڪُنَ، ڪارِي ٽُٻي، جِتِ ڪارِيهَرَ ڪَڙَڪا.
مَئِي مَتي مِهراڻَ ۾، اَچِنِ دُپارا دَڙَڪا.
وِبندي ساهَڙَ سامهُا، جهولَ ڏِنَسِ جهڙَڪا.
کَرِڪِنِ جا کَڙَڪا، سُونها ٿِئَڙَسِ سِيرَ ۾.

شاهه صاحب اڄ جي انسان کي تلقين ٿو ڪري ته ڪپر اهي بي همت پڇندا آهن جيڪي سچي محبت نٿا رکن. سچي محبت

رکندڙ ڪڏهن بہ گهيڙ ۾ گهات نہ پچندا آهن ۽ پنهنجي محبت کي پنهنجو رهبر ڪندي هر ڪنهن وهڪري کي پنهنجي اڳيان هڪڙو نئڊو قدم پائيندا آهن جيئن شاهہ سائينءَ چوي ٿو تہ:

جِئـان وَهــي تِئـان واٽَ، ڪَپـرَ پُڇَــنِ ڪوڙيُــون،
جَنِ کي سِـڪَ ساهَڙَ جِي، سي گِهيڙَ نہ پُڇَنِ گهاٽَ،
جَـنِ کـي عِشـقَ جِـي اُسـاٽَ، سـي واهُـڙُ پـائِنِ وِکَـڙِي.

* نوٽ: هي مقالو: سهڻي ميهار جي ميلي شهدادپور جي ادبي پروگرام ۾ 29 مئي 1980ع تي پڙهيو ويو. جنهن جي صدارت ڊاڪٽر الهداد بوهئي ۽ خاص مهمانن ۾ پروفيسر عبدالرحيم ڏيتو ۽ اُستاد بخاري هئا.
* هي مضمون ڪتاب: مرنداسين پر مرڪندي، سنڌڙي پبليڪيشن، سنڌ يونيورسٽي، ڄامشورو صفحو نمبر 25 کان 28، نومبر 1981 تان کنيل آهي.

# غلام رباني آگرو

سنڌي ادب جتي اڻ ڳڻيا خوبصورت قلمڪار پيدا ڪيا آهن.
اتي ڪهاڻيءَ جي ڪيتر ۾ نثر جي ڪيتر ۾ غلام رباني آگري جو نالو بہ
اهم فهرست ۾ ڳڻائڻ جهڙو آهي.

غلام رباني آگرو هڪ ئي وقت سنڌي جديد افساني ۾ اهم نالو
سمجهيو وڃي ٿو. اتي سندس نثر بہ دل کي ڇهندڙ آهي. "جهڙا گُل گلاب
جا" سندس نثر جي اتاهين هجڻ ۾ نئون ذائقو ڏيندڙ لهجي سان ٽمٽار
نثري ڪتاب آهي. جنهن ۾ هن سنڌ جي ناميارين شخصيتن جو ذڪر
نهايت ئي اهم طريقي سان ڪيو آهي.

غلام رباني آگرو سنڌ جو مثالي نثر نگار هو. هن افسانن سان گڏ
ترجمن جي ڪم کي بہ هٿ ۾ ڪنيو ۽ نهايت اهم ڪتاب "آمريڪي
افسانن" کي سنڌي ۾ ترجمو ڪري سنڌي ادب ۾ ترجمي ۽ ٻاهرين
ادب سان آشنائي جي ڪوٽ کي بہ پورو ڪيو.

غلام رباني آگري جون ڪهاڻيون بہ سنڌي سماج ۽ ان دور جي
حالتن جو پرتو آهي. جن ۾ ٻهراڙي جي سماج ۾ ڦهليل اڻ برابري،

سماجي ناهمواري ۽ اندر جي ڪيفيتن جو اظهار چٽو پٽو ملي ٿو. سندس ڪردار ۽ انهن جا ڊائلاگ ساده، عام فهم ۽ سمجهه ۾ ايندڙ آهن. هن ان ۾ فني اونهائيءَ کان تہ ڪم ورتو آهي پر اظهار سادو سلوڻو رکيو آهي. جنهن سان پڙهندڙ سندس لکڻين ۾ گم ٿي وڃي ٿو ۽ ڪردارن کي پرکي ٿو ۽ پنهنجي ذات جي ويجهو سمجهي ٿو.

غلام رباني آگري ادب ۾ لکڻين سان گڏ سنڌي ادب کي وڌائڻ ۽ ڦهلائڻ لاءِ ادبي ادارن کي بہ سنڀاليندو رهيو. 1970ع کان 1976ع تائين سنڌي ادبي بورڊ ۾ سيڪريٽري جي حيثيت سان خدمتون سرانجام ڏنيون. ان کان پوءِ سنڌ يونيورسٽيءَ جو پهريون پرو وائيس چانسيلر مقرر ٿيو ۽ 1979ع تائين ان عهدي تي رهيو.

1984ع تائين سنڌي ادبي بورڊ ۾ ان ساڳي عهدي تي ڪم ڪرڻ کانپوءِ حڪومت پاڪستان جي وزارتِ تعليم کيس اسلام آباد گهرائي ورتو جتي ملڪ جي ممتاز ادبي اداري پاڪستان اڪيڊمي آف ليٽرس آف اڪيڊمي جو پهريون ڊائريڪٽر ۽ ان کان پوءِ ڊائريڪٽر جنرل ۽ آخر ۾ چيئرمين ۽ فيڊرل پبلڪ سروس ڪميشن جو ميمبر طور وڏي عهدي تي رهڻ کانپوءِ 1997ع کان سنڌي ادبي بورڊ جو اعزازي سيڪريٽري ۽ پوءِ 2003ع تائين چيئرمين ٿي رهيو.

غلام رباني آگري جون ڪهاڻيون، انگريزي، جرمني، چيني، هندي، اردو ۽ ٻين ٻولين ۾ ترجمو ٿي چڪيون آهن. سندس اصل ۽ ترجمن جي ڪتابن جو تفصيل هيٺين ريت آهي.

1. آب حيات (ڪهاڻيون)
2. پيار جي پري (ڪهاڻيون)
3. چونڊ آمريڪي افسانا (ترجمو)

4. افسانا غلام رباني آگرو (ڪهاڻيون)
5. جهڙا گل گلاب جا (شخصيت جا خاڪا 2 حصا)
6. تي قلب قرار
7. ماڻهو شهر ڀنڀور جا
8. سنڌن پڙاڏو
9. واديءَ سنڌ ۾ باز جو شڪار (ترجمو)
10. سنڌ جا بَر، بَحرَ ۽ پهاڙ
11. سماجي اڀياس (نصابي ڪتاب)

غلام نبي آگرو ملڪ جي ڪيترن ئي علمي ادبي ادارن جي بورڊ آف گورنرس جو ميمبر رهيو. پاڻ علمي ۽ ادبي خدمتن جي اعتراف طور ڪيترائي ايوارڊ ۽ اعزاز حاصل ڪيا، جنهن ۾ صدارتي ايوارڊ ۽ تعمغہ امتياز شامل آهن. ازانسواءِ پاڻ حڪومتِ پاڪستان جي نمائندگي طور ادبي وفد جي گڏجاڻي ڪندي ڪيترن ئي ملڪن جا دورا ڪيا ۽ ادبي ڪانفرنسن ۾ شريڪ ٿيو جن ۾ چين، ايران، هندستان، بنگلاديش وغير شامل آهن.

غلام رباني آگري جي ڪيل خدمتن کي ڀيٽا ڏيندي سنڌ حڪومت پاران سنڌ ميوزيم حيدرآباد ۾ سندس نالي سان گيلري قائم ڪئي وئي آهي. سنڌ اهڙي املھہ انسان کان 18 جنوري 2010ع ۾ محروم ٿي وئي. سندس سنڌي ادب لاءِ ڪيل خدمتون هميشہ ياد رهنديون.

# دادي لِيليٰ وَتِي هرچنداڻي

سنڌ ۾ تمام گهڻيون نالي واريون عورتون ٿي گذريون آهن، جن پنهنجي عملي ڪردار سان تعليمي، ثقافتي، ادبي، سائنسي، سياسي ۽ سماجي ڪمن ۾ نمايان حيثيت ماڻي آهي. اهڙين عورتن مان دادي لِيليٰ وتي هرچنداڻي بہ پنهنجو مٽ پاڻ هئي. هو گهڻ رخي شخصيت جي مالڪ هئي. خاص ڪري: تعليم، سماجي ڪمن، راڳ ۽ سياست ۾ بہ سجاڳي وبندي هئي. ان سان گڏ هن ٻهراڙيءَ جي عورتن ۾ تعليمي سجاڳي آڻڻ لاءِ سڄي زندگي وقف ڪري ڇڏي هئي.

منهنجي ساڻس نيازمندي 1973ع کان ٿي. ان وقت پاڻ سرڪاري تعليمي اداري ۾ ايجوڪيشن آفيسر هئي. سال 1978ع ۾ دادي لِيليٰ سان مون پنهنجي ڳوٺ جي نياڻين جي تعليم جي باري ۾ ذڪر ڪيو تہ اسان جي ڳوٺ جا ڇوڪرا تہ ٻين ڳوٺن جي پرائمري اسڪولن ۾ پڙهڻ ويندا آهن، پر نياڻين ۾ تعليم بنهہ ناهي. پاڻ مونکي همت ڏياريندي چيو تہ ڳوٺ ۾ جلد عورتن لاءِ تعليم بالغان، ڪميونٽي سينٽر ۽ پرائمري اسڪول کوليندا سين. پوءِ هڪ ڏينهن ڳوٺ هلڻ جو

پروگرام طئي ٿيو. پروگرام واري ڏينهن آئون مارڪيٽ ٽاور وٽان ٽانگو ڪرائي دادي جي گهر (هير آباد) آيس. پاڻ اڳواٽ تيار ٿيو ويٺي هئي. ساڻس گڏ آپا بلقيس شيخ (ڊپٽي ڊائريڪٽر بيورو آف ڪئريڪوليم، ڄامشورو) هئي. اسان سٽيزن ڪالوني جي آخري ڇيڙي تي ٽانگي مان لهي فرلانگ کن پوکيل ٻني جي پيچري تان هلندا اچي چانديا ڳوٺ پهتاسين. ان وقت اسان جي ڳوٺ تائين ڪابہ سواري رستي نہ هئڻ ڪري اچي نہ سگهندي هئي.

سڀ ڪان پهرين گهر وارن هنن جي چانهہ بسڪٽ سان خاطر تواضح ڪئي. ان بعد هنن منهنجي گهرواريءَ سان گڏ سڄي ڳوٺ جي گهر گهر وڃي وڏين عورتن لاءِ تعليم بالغان اسڪول ۽ ڀرت سلائي جي سينٽر ۾ ننڍين ڇوڪرين جي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ آگاهي ڏني. ترت پوءِ هن آپا شمس عباسي (ڊائريڪٽر بيورو) سان ملاقات لاءِ ٽائيم رکيو. آپا شمس عباسي سان سندن بيورو واري آفيس ۾ ملياسين. دادي منهنجي خواهش ۽ نيڪ جذبي بابت آپا شمس عباسي کي ٻڌايو. نتيجي ۾ پهرين عورتن لاءِ تعليم بالغان اسڪول کولرايو. پوءِ ڪميونٽي سينٽر (ڀرت ۽ سلائي جو) کولرايو. جنهن ۾ چار مشينون ۽ ٻہ ماستريائيون ڏنيون ويون، ان بعد گورنمينٽ پرائمري گرلس اسڪول کولرايو.

اڄ اسان جي ڳوٺ جون نياڻيون 70 سيڪڙو پڙهيل آهن. جن مان ڪي ڪاليجن ۽ يونيورسٽين مان پڙهي سرڪاري نوڪرين ۾ لڳل آهن. ۽ هاڻ اهو اسڪول هاءِ اسڪول تائين پهچي چڪو آهي، جنهن ۾ نہ صرف ڳوٺ ٻچل خان چانڊئي جون پر آس پاس جي ٻين

ڳوٺن ۾ رهائشي ڪالونين جون سوَن جي تعداد ۾ نياڻيون پڙهي رهيون آهن. اسڪول ۾ ماسترياڻين جو تعداد لڳ ڀڳ ٽيهارو کن آهي.

اسڪول جو پلاٽ جيڪو پنجن ويسن (5500 فٽ) تي آهي، اهو ڳوٺ جي هڪ بزرگ صوفي لعل چانڊيءَ پنهنجي پئسن سان خريد ڪري ڏنو پر بعد ۾ پلاٽ جي مالڪ حسين بخش چنا پنهنجي ماءُ جي نالي تي في سبيل الله ڏنو. جنهن لاءِ آئون سندس شڪرگذار آهيان.

دادي جي والد جو نالو هوت چند واڌواڻي هو. پاڻ 20 ڊسمبر 1916ع ۾ ڄائي. سندس خاندان جو واسطو حيدرآباد جي هندو عامل برادري سان هو جيڪو سنڌ ۾ تعليم يافته ۽ مهذب برادري جي حيثيت ۾ ڄاتو سڃاتو ويندو هو. سندس مڙس جو نالو ڊاڪٽر تلسيداس هرچنداڻي هو. پاڻ آخري گهڙي تائين اباڻي گهر هيرآباد ۾ رهيل هئي.

دادي لِيليءَ پرائمري کان بي اي تائين حيدرآباد جي تعليمي ادارن مان تعليم حاصل ڪئي. سنڌ يونيورسٽي ڄام شوري مان ايم اي (سنڌي) ۾ سال 1968ع ۾ ڪئي.

دادي لِيليءَ کي ننڍي هوندي کان ئي موسيقيءَ سان بيحد چاهه هو. اهوئي سبب هو جو هن ننڍي عمر ۾ ئي ڳائڻ شروع ڪيو ۽ موسيقي جي سکيا حاصل ڪئي. هن لکنو يونيورسٽي انڊيا مان موسيقي ۾ ڊپلوما ڪئي. آل انڊيا ميوزڪ ڪانفرنس ۾ پهريون انعام کٽيو. ٽريننگ ڪاليج حيدرآباد ۾ ميوزڪ ٽيچر جي حيثيت ۾ مقرر ٿي. هن ريڊيو پاڪستان ڪراچي اسٽيشن لاءِ سنڌي گانا ڳايا. سندس ڪجهه مشهور گانا سندس ئي ميوزڪ ڪمپني ڪراچيءَ مان رڪارڊ ڪيا ويا، جيڪو سندس ئي ڪريڊٽ ۽ ڪارنامو آهي.

ورهاڻي ڪانپوءِ ساڳئي تعليمي اداري ٽريننگ ڪاليج ۾ ڪجهه عرصي تائين پرنسپال به رهي، جنهن کان پوءِ گورنمنٽ پرائمري اسڪول ميرپورخاص ۾ هيڊ مسٽريس ٿي. ان بعد ڪيترن ئي عهدن تي رهڻ بعد ٽريننگ ڪاليج وومين ۾ پرنسپال رهڻ ڪانپوءِ ڪمپريهينسو اسڪول حيدرآباد ۾ پرنسپال مقرر ٿي. ان بعد حيدرآباد ريجن جي گرلز اسڪولز جي ڊپٽي انسپيڪٽريس ٿي ۽ پوءِ تعليم کاتي ۾ ڪيترن ئي مختلف عهدن تي مقرر ٿيڻ بعد سال 1975ع ۾ رٽائرڊ ٿي. رٽائرڊ ٿيڻ کان پوءِ سنڌ جي ٻهراڙي وارن علائقن ۾ تعليم جي واڌاري ۽ سڌارن لاءِ ڏهن سالن تائين ڪميونٽي مرڪزن ۾ ڪم ڪيو.

دادي لِيلِيٰ تعليمي خدمتون سرانجام ڏيڻ کانسواءِ ملڪ جي سياسي طور پڻ خدمت ڪئي. سال 1985ع ۽ 1988ع ۾ سنڌ جي صوبائي اسيمبليءَ ۾ عورتن جي مخصوص اقليتي سيٽ تي چونڊجي آئي. ان کان سواءِ پاڪستان اندر قومي اقليتي ڪميشن جي ميمبر، سنڌ اندر گرلز گائيڊ ايسوسيئيشن جي ڊپٽي ڪمشنر، سينئر سٽيزنس (شهري) وائيس پريزيڊنٽ، هندو پنچائت حيدرآباد جي ميمبر، پاڪستان ۾ ٿياسافيڪل سوسائٽي جي ميمبر ۽ انرويل گروپ جي ميمبر طور ڪم ڪيو.

هن کي تعليمي خدمتن ۽ سماجي ڪمن جي اعتراف طور صدر پاڪستان طرفان تمغه امتياز سال 2006ع ۾ مليو. ازانسواءِ ٿر جي عورتن لاءِ تعليم جي سجاڳي ۽ ڦهلاءُ لاءِ ڪم جي ميڃتا طور ٿر ايوارڊ ڏنو ويو. ڪيس سندس سماجي خدمتن جي اعتراف طور هلال احمر ايوارڊ پڻ ڏنو ويو.

جڏهن تـہ هـن کـي پيرسنـي ۾ معاشـري جـي هـڪ بـدنام ٽـولي ڪافي تڪليف پهچائي، پر پاڻ همت ۽ جرئتمنـدي سـان منهن ڏيئـي سـرخرو ٿـي. ان معـاملي ۾ سـڄي سـنڌ جـي مـاڻهن جـون همـدرديون ۽ دعـائون سـاڻس شـامل هيـون. ان سـڄي پيڙاهــ مـان گذرنـدي آخـري دم تـائين سـندس رڳ رڳ ۾ سـنڌ ۽ سـنڌ هئـي. دادي لِيلـيٰ اسـان کـان 13 ڊسمبر 2017ع تي هميشہ لاءِ وڇڙي ويئي. سـندس راک کـي سـنڌو درياءَ حوالي ڪيو ويو.

دادي تنهنجي همت، حوصلي ۽ سنڌ سان وفاداري تـي منهنجـو ۽ پر سنڌ جي ڪروڙين ماڻهن جو سلام.

حق موجود، سدا موجود

# صوفي لعل محمد چانڊيو
# ۽ ڪتاب ”ڳالهيون من اندر جون“

انسان جي تاريخ، جتي ظلم، بربريت ۽ تشدد سان ڀري پئي آهي، اتي دنيا کي سرسبز خوشحال، امن ۽ شانتيءَ سان ڀرپور ماڻهن جي ڀلائي ۽ انهن ۾ شعور جو روح ڦوڪي، همدرد، ملنساري ۽ زندگي کي خوبصورت انداز ۾ گذارڻ لاءِ گُر ڏيندڙ شخصيتن توڙي ڪردارن سان پڻ ڀري پئي آهي، ان عمل جون شڪليون جيتوڻيڪ مختلف رهيون آهن، پر انهن جو تحرڪ هڪجهڙو يعني انساني زندگي جي ڀلائي لاءِ چپر چاڻءُ ٻڻجي جيئڻ وارو رهيو آهي. جنهن جو اظهار ڪڏهن شاعريءَ ذريعي ڪڏهن سماجي تحريڪ ۽ ڪڏهن انقلابي جدوجهد جي شڪل ۾ ظهور پذير ٿيندو رهيو آهي. اهڙيءَ طرح دنيا ۾ هڪڙا ماڻهو ايندا ۽ هليا ويندا آهن. پر انهن جي حياتي گذارڻ جو مقصد صرف دنيا ۾ اچڻ، ساهه کڻڻ، کائڻ پيئڻ، مزا ماڻڻ ۽ پنهنجي روح کي ئي خوش ڪرڻ هوندو آهي. ته وري ڪجهه ماڻهو هن دنيا ۾ حياتي جي هجڻ جو سبب انساني ڀلائيءَ لاءِ پنهنجو ڪردار ادا ڪرڻ کي سمجهن ٿا. يقينن ڪنهن ڏاهي سچ چيو آهي ته ”زندگي جي خوبصورتي اها آهي ته توهان

جي زندگي مان ٻيا ڪيترو خوش آهن." اُن لاءِ اسان جي سهڻي لطيف جي شاعريءَ جا عملي ڪردار اسان کي جيئرا جاڳندا هينئن ملن ٿا:

جهـــڙا آيـــا جـــڳ ۾، تهـــڙا ويـــا مـــوٽي،
تنـــين جـــي چـــوٽي، پـــورب ٿينـــدي پـــڌري.

آئون هتي جنهن شخص لاءِ هي سِٽون لکي رهيو آهيان، سو ٿڌڙين هوائن ۽ خوبصورت شامن واري شهر حيدرآباد جي اولهه ۽ سنڌو درياهه جي اوير ۾ آباد ٿيل "دوآبو" (جيڪو هاڻ قاسم آباد جي وچ ۾ اچڻ ڪري پنهنجو تشخص تقريبن وڃائي چڪو آهي) جو هڪ ڳوناٺو ڳوٺ بچل خان چانڊيو جو رهواسي صوفي منش ماڻهو فقيراڻي طبيعت رکندڙ گيڙو ويس پاتل ۽ ڏنگڙو لڪڻ هٿ ۾ رکندڙ انسان چاچا صوفي لعل محمد چانڊيو آهي. جنهن سان منهنجي زندگيءَ جا ست سڱ آهن. پاڻ صوفي ازم يا تصوف تي هن وقت تائين ٽي ڪتاب لکي چڪو آهي، ۽ چوٿون ڪتاب به ڇپائي لاءِ تيار آهي، سندس اِن علمي ۽ فڪري فلسفي تي سنڌ جي تمام وڏن ڏاهن ۽ عالمن جهڙوڪ، سائين محمد ابراهيم جويي صاحب ۽ سائين مولانا غلام محمد گرامي صاحب گهڻو ڪجهه لکيو آهي. آئون صرف پنهنجي محسن ۽ رهبر هئڻ جي حيثيت ۾ سندن نجي زندگي جي ڪجهه پهلوئن کي جيئن مون ڏٺو ۽ محسوس ڪيو سي ظاهر ڪريان ٿو.

يقينن صوفي صاحب به انهن جڳ جهان کي جيئارڻ وارن مهان انسانن منجهان آهي، جن جي زندگيءَ جو مقصد پنهنجي ذات کان بالاتر ٿي سڄي انسان ذات لاءِ سوچڻ ۽ عملي طور انسان ذات جي

بهتريءَ ۽ ڀلائي لاءِ صوفي ازم جي فلسفي جي روح ۽ تصوف جي تصور تحت حقيقي اظهار لاءِ علم ۽ عمل جي جڳ ۾ مسڪين ماڻهن جي مُک تي مُرڪ ورائڻ لاءِ پنهنجي تعليمات ۽ سوچن کي بنياد بنائي جدوجهد ڪئي آهي. سندن زندگيءَ جو سياءُ انتهائي سادو رهيو آهي. پاڻ هميشه چڱي موچاري آسائش بجاءِ سادگيءَ کي وڏيڪ فوقيت ڏيڻ ۽ سادگي سان زندگي گذارڻ کي ترجيح ڏيندو رهيو آهي. پنهنجو هٿ جو پورهيو ڪرڻ، حق حلال جي روزي ڪمائي ٻچن کي کارائڻ ۾ ذهني توڙي دلي سڪون حاصل ڪرڻ سان گڏ پنهنجي پوئلڳن ۽ ٻين کي اُن جي تلقين ڪندو رهيو آهي. گلا ۽ غيبت يعني ٻيائي سان ته اصل ڪو نه پوين. اجائي ڪچهري ۽ فضول گفتگو کي وقت جو زيان ۽ ذهني خفو ٿا ڀانئين. هو زندگيءَ ۾ حقيقي خوشي ۽ فتح انهيءَ ڳالهه ۾ پسي ٿو ته انسان بي لوڀ ٿي جستجو جاري رکي. جنهن لاءِ لطيف سائين فرمايو آهي ته:

سڀ ننگا ٿي نڪرو، لالچ ڇڏي لوڀ،
سُپريان سين سوڀ، ننڊون ڪندي نه ملي.

چاچا سائين اجا ننڍڙو ئي هو ته سندن والد هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو. ننڍي عمر هئڻ سان گڏ ۽ ڀرپاسي ۾ اسڪول نه هئڻ ڪري پاڻ اسڪولي تعليم حاصل ڪري نه سگهيو. پر سندن اندر ۾ جيڪا سِکڻ ۽ ڪجهه حاصل ڪرڻ جي اُڃ تُڃ ۽ آنڌ مانڌ هئي. ان لاءِ پاڻ هِتان هُتان هڪ جيڏن اسڪولي شاگردن کان اکر پڙهي ۽ سِکي پڙهڻ ۽ لکڻ ۾ پاڻ کي پڙ بڻائي ڇڏيو.

پاڻ ڳوٺ جي اڻ سُڌريل ۽ جهالت واري ماحول ۾ رهندي، پنهنجي مزاج ۽ سوچ خلاف، اڻ سُڌريل ۽ اجاين ريتن رسمن ۽ رواجن

ڪي پاسيرو رکي پنهنجي سجاڳ ذهن جي ڪڙڪين کي ڪليل رکيو ۽ ان ڪليل ذهن کي چٽن چڱن سان اورڻ ۾ ڪين انهن جي صحبت بہ نصيب ٿي. اهوئي سبب هو جو ڪليل ذهن سندن چاڻ جي دائري توڙي سگهہ کي اجان بہ وڌيڪ پڪو ۽ پختو بنائي ڇڏيو. اهڙي طرح سان وڌيڪ ڳالهين کي پرکڻ ۽ پروڙڻ لاءِ مذهبي، سياسي، ادبي ۽ تاريخي ڪتابن جو مطالعو بہ ڪندو رهيو. پاڻ سماجي ۽ مذهبي اسرارن ۽ ڳجهن کي سمجهڻ ۽ پرکڻ لاءِ ذهني جستجو ڪرڻ سان گڏ مختلف مڪتبءَ فڪر رکندڙ ماڻهن سان ميل ملاقاتن ۾ سياسي، سماجي، تاريخي ۽ مذهبي مسئلن تي پنهنجي چاڻ مطابق خيالن جي ڏي وٺ ڪندو رهيو آهي.
انهن ۾ سنڌ جون مشهور علمي ادبي، سياسي ۽ سماج سڌارڪ شخصيتون اچي وڃن ٿيون. سنڌ جو رهبر سائين جي ايم سيد، رئيس ڪريم بخش خان نظاماڻي، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، سيد ويڌل شاهہ (مخدوم جهانيان جو پڳدار)، سيد نجف علي شاهہ ”ڪمتر“ نقوي، سيد منظور نقوي، پير شاهنواز (موجوده وزير تعليم پير مظهر جو والد)، قاضي محمد اڪبر، قاضي عابد، قاضي اسد عابد، مير اعجاز ٽالپر، مير رسول بخش ٽالپر، لعل بن يوسف چانڊيو، حميد سنڌي، ڊاڪٽر عبدالرحمان قريشي، پروفيسر الله بچايو ناريجو، امير علي شاهہ چاموٽ (ايم اين اي)، زاهد پرڳڙي (صوبائي وزير)، پروفيسر اعجاز احمد قريشي، ڊاڪٽر سليمان شيخ، سيد احسن الهاشمي، شهيد فاضل راهو پروانو پٺي، سيد شير شاهہ بخاري، حافظ محمد بخش خاصخيلي، مولا بخش چانڊيو (سينيٽر) عاشق حسين مرزا، نثار هاليپوٽو، غلام مصطفيٰ ويسر، فقير عبدالقيوم ميمڻ ”عاجز“ وغيره.
در حقيقت چاچا سائين نہ ئي ترجو ڪو زميندار آهي ۽ نہ وري ڳوٺ جو وڏيرو. هن شروع کان ئي غريبي حال هوندي بہ پنهنجي ڳوٺ

ڪان ٻاهر ٽن ڪمرن واري اوطاق رکي. سا بہ واڌو واهہ جي ڪپ سان ۽ اُن جي چوڌاري وڏي ديوار ڏنل. اڱڻ تي پپر جو وڏو گهاٽو وڻ. سو اوطاق جو حقيقي ڏيک رئيساڻو لڳندڙ هو. ليڪن هيءَ اوطاق ڪڏهن بہ ڪنهن چور، لوفر يا ڪنهن ڪاٽڪو جي پناهہ گاهہ نہ بڻي. بلڪہ پنهنجي فقيري حال تي مست الست رهي آهي. پر افسوس جو هن وقت صوفي صاحب جي عمر وڏي هئڻ ڪري ۽ چند سالن کان طبيعت جي ناچاڪيءَ سبب ۽ پونئيرن جو ان طرف ڌيان نہ ڏيڻ ڪري هاڻ اوطاق اها نہ رهي آهي.

روايتن تحت هلندي هن علائقي ۾ آڳرين تي ڳڻڻ جيترن ماڻهن وٽ اوطاقون رهيون آهن. جن ۾ وڏيرو ڪرن خان شورو، وڏيرو طاهر محمد سومرو، رئيس نٿن خان ڪورائي، چاچا الهڏنو ڳاهو ۽ صوفي صاحب جي وغيره . اهي اوطاقون مهمان نوازي توڙي مسافرن کي رهائڻ ڪان سواءِ راڄ جا ماڻهو پنهنجي خوشي ۽ غمي ۾ ڪتب آڻڻ سان گڏ سماجي رشتي جي ڳانڍاپي جو سبب بہ رهيون آهن. جهڙوڪ ڳوٺ جي چيڙي نبيري لاءِ تہ جيئن ڳوناٽا ڀاڻ ۾ ”کنڌ کير“ تي رهن. تہ وري ڪڏهن ڪڏهن اتي سُگهڙن، مولودين ۽ فنڪارن سان روح رهاڻ رچائبي آهي. بهرحال سندن اوطاق تي پنهنجي حال سارو مهمان جي خاطر تواضع ۽ راهہ ايندڙ مسافر کي ماني ڀيو ڪارائڻ سان گڏوگڏ هنڌ ڪنولو بہ ڏبو آهي. چاچا سائينءَ جي اوطاق تي مهمان ۽ مسافرن جي خدمت چاڪري لاءِ آئون ئي ننڍي هوندي کان حاضري ۾ رهيس. تنهن ڪري مون کي بہ علمي ادبي ماحول ملڻ سان گڏ چڱن جي صحبت ۾ ويهڻ ۽ ڪجهہ سکڻ ۽ پرائڻ جو موقعو مليو. راڄن جي چيڙي نبيري يا فيصلن ۾ چاچا سائين کي گهرائڻ سان گڏ سندس ڏنل راءِ کي اهميت ڏني ويندي آهي.

جيتوڻيڪ: پاڻ طبيعتن فيصلن کان هميشہ پري رهڻ جي ڪوشش ڪندو رهيو آهي. چو تہ ان جا ڪيترائي سبب آهن، پر سڀ کان وڏو اهو تہ "ماڻهن ۾ سچ سهڻ جي سگهہ نہ رهي آهي."

جيئن تہ ڪين مائٽاڻي زمين حصي ۾ صرف ڏيڍ ايڪڙ ملي، جيڪا اوطاق سان گڏ واقع آهي. جنهن زمين جو هارپو بہ پاڻ ئي ڪندو هو. ازانسواءِ سيدّي جو هٽ، هوٽل هلائڻ، گاهہ جو واپار ڪرڻ ۽ ٺيڪيدارن وٽ منشي گيري ڪري پيٽ گذر ڪرڻ ۾ ڪو عار محسوس نہ ڪيو. مذڪوره ڪمن ڪارين ۾ سندن هٿ ونڊائڻ لاءِ آئون ساڻس ننڍي هوندي کان شامل رهيس، چاڪاڻ تہ مونکي ننڍي هوندي کان پاڻ بابا سائينءَ کان گُهري ورتو هئائين. ڪين ان وقت تائين پٽ جو اولاد نہ هو. بعد ۾ خدا جي فضل سان کيس بہ پٽ غلام مصطفيٰ ۽ غلام مرتضيٰ ٿيا. مون کي پٽ جيان پالي نپائي وڏو ڪري هن منزل تي پهچائڻ ۾ سندس ئي شفقت پريو هٿ رهيو آهي. ان لاءِ سندن هڪ احسان بہ لاهي نٿو سگهان. البتہ لطيف سائينءَ جو صرف هي شعر ئي عرض رکندس تہ:

" مون سي ڏنا ماءِ! جنين ڏنو پرينءَ کي."

چاچا سائين اوطاق تي مٿي ڄاڻايل شخصيتن کان علاوه بين سنڌ جي مشهور ۽ معروف علمي ادبي ۽ سماج سڌارڪ شخصيتن سان معمول مطابق رهاڻيون ڪندو رهيو آهي، تن ۾ سرفهرست سائين محمد ابراهيم جويو، سائين عطا محمد ڀنڀرو، پروفيسر امير علي قادري، سيد يار محمد شاهہ (داد شهيد وارو). حاجي خميسو چانڊيو، رمضان فقير جت (ڪڇي)، بشير احمد چانڊيو، محمد يعقوب چانگ (پنج ئي لطيف جا پارکو)، عبدالرحمان مهيري (پاميسٽ)، استاد مجاهد چانڊيو، پروفيسر قلندر شاهہ لڪياري، پروفيسر حيدر علي لغاري، پروفيسر خان محمد

پنهور، ڊاڪٽر شمس الدين عرساڻي، ڪامريڊ ڄام ساقي، جانڻ چن فقير (لاڙڪاڻو)، نظير حيدري چانڊيو (قمبر)، صوفي عرض محمد پرڳڙي (دادو)، فقير ايمان علي سومرو (دادو)، فقير شاهنواز جتوئي (ميهڙ)، فقير حسين ساند، فنائي فقير (نوان جتوئي)، نثار حسيني، ڊاڪٽر غلام قادر سومرو، منصور قادر جوڻيجو سُندر چانڊيو مرراڻي فقير (حيدرآباد)، تاج جويو، زوار نقوي، ادريس جتوئي، نفيس احمد شيخ "ناشاد"، بلبل ڪورواهي (ڊاڪٽر خان محمد جت)، ميان مير خان چانڊيو اسماعيل "اداسي"، هوت خان گاڏهي، ڪامريڊ عاصم آخوند، خالد چانڊيو نثار لغاري، شوڪت علي 'شوق' جاويد سوز هالائي ۽ ٻيا ڪيترائي اديب ۽ دانشور ڳڻائي سگهجن ٿا.

هيڏانهن وري فقيري لڏي سان گڏ مشهور فنڪارن ۾ جهڙوڪ: سيد سليمان شاهه، محمد ماڇي، منو ڪڇي، الله داد زرداري، امين زرداري ۽ ڪوڙسارا ناليوارا فنڪار اچي وڃن ٿا. فقيري لڏي جا ماڻهو وري ڳوٺاڻن کي پنهنجا طلسمي، ڪرتب، جنهن ۾ اَڳ جا پَنَ کائڻ، گاهه کائڻ، باهه ۾ ٽپو ڏيڻ، ماڻهن جي کيسن مان شيون غائب ڪرڻ ۽ ٻيا اَهڙا جادوئي ڪرتب ڏيکاري ماڻهن کي ڏندي آڱريون ڏئي ڇڏيندا هئا. تہ وري ڪڏهن ڪڏهن هي پاڻ ۾ جهيڙيندا بہ هئا. پر چاچا سائين ڪڏهن بہ ڪنهن جو طرف نہ ڪنيو بلڪ ٻين کي بہ تاڪيد ڪندو رهيو آهي، تہ بابا هنن درويشن کي ڇڏي ڏيو. هي پنهنجي منزل پاڻ چاڻن. موقعي جو فائدو وٺندي هت ڪن فقير فقرائن جي ڪردارن تي ٽيڪا ٽپڻي ڪري سندن قصن ۽ ڪهاڻين کان توهان کي آگاهہ ڪريان ها. جيڪي ڏاڍا مزيدار ۽ دلچسپ آهن، پر جيئن تہ مواد جي طويل ٿي وڃڻ ڪري اهي جدا ڪنهن ٻئي هنڌ لکندس.

ان ڳالهہ جي تمام گهٽ ماڻهن کي خبر هوندي تہ صوفي صاحب هڪ سٺو ۽ ڄاڻو حڪيم بہ آهي. پاڻ 1960ع کان ”مستند حڪيماڻي سند“ يافتہ طور اهو ڪم ڪندو رهيو آهي. ليڪن هن عام حڪيماڻو دُڪان کولي ڪيسي گرم ڪرڻ بجاءِ هڙان وڙان خرچ ڪري ڦَڪيون ٺاهي غريب ۽ مسڪين ماڻهن کي مهل سر ڏئي ڪانئن دعائون ڪٺيون. هونئن تہ پاڻ تمام ڳرا نسخا بہ ٺاهيندا رهيا آهن. پر عام بيمارين، ناسور لاءِ تيل ۽ منحوس بيماري ”سائي“ لاءِ ناهيل دوائون ترت فائديمند رهيون آهن. ”سائي“ جي دوا لاءِ تہ سنڌ، بلوچستان توڙي پنجاب مان گهڻي تعداد ۾ مريض ايندا رهندا آهن. ان بيماري جو علاج ڊاڪٽرن وٽ لکين روپين ۾ ٿئي ٿو. پر هتي صرف پنج روپيہ روز جي حساب سان، اٺن ڏينهن جي اندر مالڪ سائينءَ جي حڪم سان بيماري مان نجات مليو وڃي. (اهي پنج روپيا بہ دوا تي خرچ اچي ٿو اهو بہ جي مريض خوشيءَ سان ڏئي سگهيو تہ ونبو).

صوفي صاحب جو شروع کان ئي تصوف جي طرف لاڙو رهيو. اهوئي سبب هو جو پاڻ اڳتي هلي تصوف جي حقيقي پرچار نہ صرف پنهنجي گفتگو ۽ ڪچهرين ذريعي ڪندو رهيو پر لکت يعني مضمونن جي صورت ۾ بہ ان کي اظهاريندو رهيو آهي. ان حوالي سان سندن ڪتاب ”جيئن مون سمجهيو“ ۽ ”تصوف جو پيغام“ سنڌي ادب توڙي نثر جي تاريخ ۾ تصوف تي لکيل ٿورڙن ڪتابن مان اهم جاءِ والارين ٿا. پاڻ تصوف ڏانهن رجوع جو سبب هينئن بہ ٻڌائين ٿا تہ ڪين ننڍي هوندي، سندن ڳچيءَ تي هڪ ڳوڙهو هو جنهن مان هر وقت ”پُونءَ“ پئي وهندي هئي، بلڪ ناسور ٿي چڪو هو. هيڏانهن گهر ۾ ماءُ ۽ ڀينرن جو دادلو غربت ۽ مسڪيني حال هوندي بہ ڊاڪٽرن ۽

حڪيمن کان برابر علاج ٿيندو رهيو پر ڦٽ ۾ ڪو فرق نہ آيو. ويتر ڊاڪٽرن جو زور تہ آپريشن ٿيندي، جڏهن تہ اُن وقت لفظ، "آپريشن" گهرياتين مٿان ڇڻ ڦهاڙتي ڪرندو هو.

بهرحال خدا پاران سٺائي ٿي، جو معمول مطابق سنڌ جو مشهور و معروف درويش صفت بزرگ، سيد گهراڻي جو چشم و چراغ فقير مهدي شاهہ (شاهپور جهانيان وارو) ڳوٺ جي چڱي مڙس رئيس مراد علي خان چانڊيي (منهنجي مامي) وٽ پنهنجي قافلي سان آيل هو (فقير مهدي سائين جي قافلي ۾ فقير فقرائن جو وڏو انگ شامل هوندو هو). ان موقعي کي غنيمت سمجهي چاچا سائينءَ جي امڙ (منهنجي ڏاڏي) نندڙي کي ڪٽي مرشد آڏو آڻي، اکين مان لڙڪ لاڙيندي چيو تہ: قبلا نندڙي کي دعا ڪيو تہ نيڪ ٿئي. فقير سائين ان مهل ئي مُنهن مان پِڪ پنهنجي آڱر تي ڪيڏي زخم تي هڻندي دعا ڏني تہ "بابا، الله سائين ڪندو تہ زخم ميٽجي ويندو ۽ نندڙو چاڪ ٿي پوندو." پوءِ چند ئي ڏينهن ۾ زخم مان وهندڙ "پونءِ" بند ٿي ويئي ۽ نندڙو خدا جي فضل سان صحتياب ٿي ويو. اها ڳالهہ چاچا سائين وڏي هوندي گهر وارن کان ٻڌي سو پاڻ سوچي سمجهي ذهني پختگيءَ سان 6 جنوري 1968ع تي فقير مهدي سائينءَ جي آستاني تي روبرو ڪانئس 7جنوريءَ تي "اسم مبارڪ" ورتو! (سنڌ جو هي صوفي درويش بزرگ سال 1969ع ۾ هن جهان مان لاڏاڻو ڪري ويو.) صوفي صاحب هر سال "طلب" لاءِ 6- 7جنوري تي درگاهہ تي ويندڙ آهي. (صوفي مڪتبہ فڪر ۾ "طلب"، اسم وٺڻ واري ڏينهن کي چيو ويندو آهي.)

هوئن بہ طبيعتن صوفي صاحب سير سفر جو شوقين رهيو آهي. پر مناسب موقعي مهل سان پاڻ "طلب" واري ڏينهن ڪهڙي بہ

حالت ۾ مرشد جي زيارت ڪرڻ لاءِ اُسهندو آهي. هڪ ٻه رات مرشد جي پڙ ۾ رهي اتان پنهنجي مرشد ڀائي فقير فقرائن سان معمول مطابق شاهپور جهانيان ڪان مورو، خيرپور ميرس، سکر، لاڙڪاڻو ميهڙ ۽ دادو ۾ خوب ڪچهريون ڪري هڪ هفتي بعد واپسي جو سفر ڪندو آهي. ازانسواءِ پاڻ لاهوتي سفر ڪان ويندي بدين ۽ ٺٽي واري پاسي ٻه مٺن مائٽن ۽ لطيف جي پارڪن سان روح رهاڻيون ڪندو رهيو آهي. صوفي صاحب نه صرف سنڌ جو سيلاني رهيو آهي پر پاڻ سال 1982ع ۾ هندستان جو سير سفر ڪري اتان جي مشهور ماڳن مڪانن سان گڏ ڪيترن ئي اديبن، شاعرن ۽ سنڌ جي گهڻ گهرن سان ملي جُلي روح ريجهائي آيو. سندن چواڻي ته اتان جي سنڌي هندن ڪيس نه صرف جيءُ ۾ جايون ڏنيون پر پاڻ جنهن به فيملي ۾ رهيو اها مانيءَ ٽِڪي سان گڏ ٿَنَ تي پاتل ڪپڙا به ڌوئي ڏيندي هئي. ان جو وڌيڪ احوال سندس لکيل هندستان جي سفرنامي ۾ پڙهندؤ. (اڻ ڇپيل). آئون انهن سيني سڄڻن جو شُڪر گذار آهيان جن منهنجي بزرگ سان پيال پلايا.

چاچا سائينءَ جون علمي ادبي ماحول لاءِ به ڪوششون ساراهڻ جوڳيون آهن. سندن هميشه اها ڪوشش رهي آهي ته علائقي/ڳوٺ ۾ علمي ادبي ماحول کي ترجيح ڏجي ته جيئن هتان جي ننڍين توڙي وڏن ماڻهن ۾ سوچ/سمجهه پيدا ٿئي ۽ ان سان گڏ ذهني سجاڳي پڻ اچي. پاڻ نهايت پوئتي پيل ڳوناٺي ماحول ۾ رهي به ڏاهپ پريا. صوفيت جا ڏس، روحانيت جا گس، تلاشيندو ۽ ٻڌائيندو رهيو آهي. ڳوٺ ۾ سماجي سجاڳي ۽ علمي ادبي ماحول پيدا ڪرڻ لاءِ لائبرري قائم ڪرڻ ۽ نياڻين جي اسڪول لاءِ پلاٽ ڏيڻ (جيڪو هاڻ هاءِ اسڪول

جو درجو رکي ٿو) غريب غربي ۽ غريب شاگردن جي تعليم حاصل ڪرڻ ۾ مالي مدد (لڪ ڇپ ۾) ڪرڻ جهڙا سنڌن عملي قدم رهيا آهن.

اهو ئي سبب آهي جو هن وقت هن ڳوٺ جون ڇوڪريون توڙي ڇوڪرا وڏي تعداد ۾ پڙهي ڪاليجن ۽ يونيورسٽين تائين پهتا آهن. سنڌن شخصيت مون کي هن بدبودار سماج ۽ معاشري ۾ ڪنول جي گُلَ جيان تازگيءَ جو احساس ۽ جيئڻ جو نئون اُتساهه پئي ڏياريو آهي. يقينن مون کي جيڪا علمي، ادبي ۽ سماجي حلقن ۾ ڄاڻ سُڃاڻ ملي آهي، سا به سنڌن ئي تربيت ۽ تعارف جي مرهون منت آهي. ان ۾ سنڌن وڏيون محنتون شامل آهن. نه صرف اهو پر پاڻ مون کي زندگيءَ جي ڪنهن به موڙ تي ڇاڇي هجڻ جو احساس نه ڏياريو. بلڪه هميشه هڪ رهبر، هڪ محسن ۽ پيءُ جي ڇانوَ جهڙو احساس ڏنو ته وري علمي، ادبي، اخلاقي ۽ مالي مدد سان گڏ سماجي سکيا جو شعور پڻ ڏنو.

ڇاڇا سائين صوفي لعل محمد چانڊيو تصوف تي ڪم ڪندڙ انهن ٿورڙن ماڻهن مان هڪ آهي، جن نه صرف صوفي ازم جو زباني پرچار ڪيو آهي پر پنهنجي قلمي پورهيي کي پڻ هن ڏس ۾ ڳٽايو آهي. ان لاءِ سنڌن ڪتاب "تصوف جو پيغام" ۽ "جيڪي مون سمجهيو" سراسر سنڌ جي سرزمين مان ڦٽي نڪتل صوفي ازم يا تصوف کي سمجهڻ جي سگهه/ڄاڻ ۽ ادراڪ پيش ڪري ٿو.

سنڌن هيءُ ڪتاب "ڳالهيون من اندر جون" جيڪو 1978ع ۾ سنڌي ادبين جي ڪوآپريٽو سوسائٽي لميٽيڊ حيدرآباد (جنهن جي سربراهي سائين محمد ابراهيم جويو ڪندو هو) پاران ڇپيو. جنهن سنڌن ڄاڻ خزاني سان پرپور انساني نفسيات ۽ فلسفي سان ڳنڍيل

موضوعن ”حق جي ڳولا“، ”اعتمان“ کان ”انقلاب“ تائين جهڙا موضوع شامل رهيا. جيڪي نه صرف تصوف جي تعليمات جي نظريي تحت هئا پر سماجي ۽ انساني نفسيات جا اهڃا ته اڻ ڇُهيل موضوع رهيا جن تي سنڌ اندر تمام گهٽ ڪم ٿيو آهي. ان ڏس ۾ هيءُ ڪتاب ان کوٽ کي به پورو ڪري ٿو ته ڪ صوفيءَ کي سماج ۽ دنيا سان ڪيترو هم آهنگ ۽ ان جي مسئلي سان ڪيترو جُڙيل هئڻ کپي؟ ان حوالي سان پاڻ مختلف موضوعن جو سماجي ۽ تصوف جي بنياد تي ڇيد ڪري پيش ڪيو آهي. بلڪ ان تي پنهنجو نقطہ نظر به ڏنو آهي.

ڪتاب جي هن ٻئي ڇاپي ۾ چاچا سائينءَ جا سنڌ جي مختلف نامور اخبارن ۾ ڪالمن جي صورت ۾ ڇپيل مضمون، جيڪي ملي سگهيا سي شامل ڪيا ويا آهن. هنن مضمونن ۾ صوفي ازم کانسواءِ ليکڪ سنڌ جي اهم مسئلن کان وٺي عالمي سطح جي مسئلن کي پنهنجي قلم ذريعي لکي ڇنڊڇاڻ ڪئي آهي. انهن مضمونن کي شامل ڪرڻ سان ڪتاب جي سٽاءُ ۾ فرق آيل آهي. ٻيو ته جهڙي طرح جويي صاحب پنهنجي لکيل مهاڳ ۾ لکيو آهي ته ”هي ننڍڙو ڪتاب“ ۽ صوفي صاحب جي شاعري ۾ ”فني خيال کان ڪچائي“ واري ڳالهہ کي مدِ نظر رکندي اُن جي به هن ڇاپي ۾ پورائي ڪئي وئي آهي.

هيءُ ڪتاب 31 سال اڳ ڇپيو هن وقت غير دستياب ٿي چڪو آهي ۽ ڪنهن به ڪتاب گهر تي نظر نٿو اچي. سو يا ته پيش رو نسل جي سُجاڻ پڙهندڙن جي شيلف ۾ هليو ويو آهي يا وري ڪن منتظر هوائن ۾ وکري ويو آهي ۽ يقينن نئين نسل تائين نہ پهتو آهي. جڏهن ته اسان جي معاشري کي اڳ به اهڙن ڪتابن جي ضرورت هئي ۽ اڄ به آهي. ان ڪري ان ضرورت کي محسوس ڪندي هن تصوفي

ڪتاب جو ٻيون ايڊيشن ڪجهه اضافن ۽ سڌارن سان تيار ڪري آندو ويو آهي. شال اِهو پورهيو سجايو ٿئي.

آئون سائين محمد ابراهيم جويي صاحب جو بيحد ٿورائتو آهيان جنهن صاحب منهنجي بزرگ جي تنهي ڪتابن تي پنهنجي علمي راءِ سان دانشورانه مهاڳ لکي ڪتابن کي چار چنڊ لڳايا. نه صرف اهو پاڻ سنڌ جي ناميا ري رسالي ٽماهي مهراڻ سال 1973ع جي چوٿين پرچي ۾ "ناصحاڻا نُڪتا" جي سري هيٺ مواد ڇپائي، ان وقت جي ناميا ري ايڊيٽر مولانا غلام محمد گراميءَ صاحب جي نوٽ سان شايع ڪرايو. ازانسواءِ "جيئڻ مون سمجهيو" ۽ "تصوف جو پيغام" ڪتاب ڇپرائي نه صرف پڌرا ڪيا پر "تصوف جو پيغام" جو مهورت 12 جولاءِ 2002ع تي سنڌي ادبي سنگت حيدرآباد شاخ پاران، سنڌ ايجوڪيشن ٽرسٽ حيدرآباد ۾ ڪرايو. جنهن ۾ سنڌ جي مشهور علم ادب دوستن ڪتاب ۽ ڪتاب جي ليکڪ جي زندگيءَ تي ڀرپور روشني وڌي.

ان بعد پنهنجي پياري دوست سوز هالائي جو جنهن ڪتاب ۾ آيل شاعري جي نظرثاني ڪئي. گڏوگڏ پياري ڀائيٽي جاويد سوز هالائي جو. جنهن هن ڪتاب جي ڪم ڪار ۾ هٿ ونڊايو. ڀاءُ سلطان احمد جوڻيجو (مالڪ همت پرنٽرس حيدرآباد) جو جنهن اخبارن وارا مضمون ۽ منهنجو هي بي ترتيب ڌنل مواد ترت ڪمپوز ڪرائي ڏنو. ڪتاب جي ٽائيٽل لاءِ محمد عمران آرائين جو. آخر ۾ ڀاءُ جهڙي دوست وحيد راهي پنيءَ جو جنهن پنهنجي مزاج جي خلاف (انگل آرن سان) اڳ جيان منهنجي حُجت کي مانُ ڏيندي هن ڪتاب کي نئين سر ڪمپوز ڪيو. فائنل پروف فدا حسين ڳاهي ڪري توهان

پڙهندڙن تائين پهچايو. ان لاءِ سندن مهرباني. اميد تہ صوفي ازم جي حوالي سان هي هڪ پيرو بيهر ڪيل ننڍڙي ڪاوش پڙهندڙن کي قبول پوندي.

---

* هي مضمون صوفي لعل محمد چانڊئي جي ڪتاب "ڳالهيون من اندر جون" ڇاپو بيون سال 2009ع جي صفحي نمبر 9 کان 18 تائين تان کنيل آهي.

# اڄوڪو ڏينهن ـ خان محمد پنهور

خان محمد پنهور جو جنم دادو ضلعي جي پراڻي تجارتي مرڪز آراضي، تعلقي سيوهڻ ۾ 27 جون 1949ع تي، محمد يعقوب پنهور جي گهر ۾ ٿيو. سندس خاندان تعليمي لحاظ سان پوئتي پيل آهي. سندن قريبي مائٽن ۾ سندس والد محمد يعقوب سنڌي فائينل پاس هو.

خان محمد پنهور جي ابتدائي تعليم آراضي جي پرائمري اسڪول ۽ مڊل اسڪول ۾ ٿي. ميٽرڪ 1966ع ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول پيان سيد آباد مان، انٽر آرٽس سروري اسلاميہ ڪاليج هالا مان ۽ بي اي گورنمينٽ ڪاليج دادو مان خانگي طرح ڪئي. ايم اي صحافت ۾ 75ـ1974 ۾ ڪراچي يونيورسٽيءَ مان ڪئي.

هن جي دلچسپي علمي ادبي، صحافتي، سماجي ۽ ثقافتي سرگرمين ۾ نندي هوندي کان رهي آهي. ٻارن جي تـوڙي شاگردن جي ادبي تحريڪ دوران 1974ع کان لکڻ شروع ڪيائين. شروع ۾ ٻاراڻيون ڪهاڻيون ۽ هڪ اڌ شعر بہ لکيائين. پر پوءِ مختلف موضوعن

تي مضمون لکڻ شروع ڪيائين. جيڪي اخبارن، ڪتابن ۽ رسالن ۾ وقت بوقت شايع ٿيندا رهيا.

سال 1973ع ۾ اعجاز سنڌيءَ سان گڏ ادبي سيريز سنڌي پبليڪيشن شروع ڪيائين. جنهن ۾ خاص طور تي سنڌ جي مکيہ ادبي ۽ علمي شخصيتن تي نمبر شامل آهن. سندس بين ترتيب ڏنل ڪتابن ۾ شيخ عبدالمجيد سنڌي تي ڪتاب ”هوندا سي حيات“ ۽ سنڌ گريجوئيشن ايسوسئيشن جو ڪتاب ”لطيفي لات“ پڻ شامل آهي.

ان کان علاوه صحافت سان تعلق بہ ننڍي هوندي کان رهيو اٿس. نواءِ سنڌ حيدرآباد، روزانہ مهراڻ، هلال پاڪستان ۽ عبرت سان وابسطہ رهيو آهي. هفتيوار برسات ڪراچي ۽ ماهوار نئين زندگي ڪراچيءَ ۾ اسسٽنٽ ايڊيٽر ۽ جوائنٽ ايڊيٽر پڻ ٿي رهيو آهي.

نوڪرين جي سلسلي ۾ ننڍڙين ننڍڙين نوڪرين کان علاوه مرڪزي سرڪار جي اطلاعات کاتي جي علائقائي آفيس حيدرآباد ۾ اسسٽنٽ ڊائريڪٽر ۽ ساڳئي کاتي ۾ ڪجهہ وقت لاءِ اسلام آباد ۾ انفرميشن آفيسر پڻ رهي چڪو آهي. سنڌ يونيورسٽيءَ جي شعبي صحافت جو باني چيئرمين رهيو ۽ ان شعبي جو باني ميمبر پڻ رهيو آهي. ان جي ڪاميابيءَ لاءِ ذاتي ڪوششون وٺي شعبي کي ڪامياب ڪرايائين. جيڪو اڄ ”ڊپارٽمينٽ آف ميڊيا اينڊ ڪميونيڪيشن اسٽڊيز“ آهي.

ثقافتي ۽ سماجي سرگرمين ۾ سندس گهري دلچسپيءَ هئڻ ڪري ڪيترن ئي ادارن سان سلهاڙيل رهيو آهي. خاص ڪري سماجي بهبود آراضي ۽ آراضي ويلفيئر ايسوسيئيشن جو باني، اداره ممتاز ادب دادو، اداره اتحاد ادب دادو، اداره لطيف ادب دادو، روح ادب

مورو، بزم گلشن، ٻارڙن جي ٻاري، سنڌي ادبي سنگت ڪراچي سان ٻـ رهي چڪو آهي. ان ڪان علاوه سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن ۾ سرگرم ڪارڪن ۽ حيدرآباد شاخ جو جنرل سيڪريٽري پڻ رهيو آهي. شيخ عبدالمجيد سنڌي اڪيڊمي جو باني ۽ اعزازي سيڪريٽري تاحيات رهيو آهي.

لکڻ ۾ سندس دلپسند موضوع سنڌ جون تاريخي شخصيتون آهن.

---

هي مضمون 25 جون 1979ع روزاني سنڌ نيوز اخبار حيدرآباد تان کنيل آهي

# ڪامريڊ ڄام ساقي

اهو ايوبي آمريتي دور هو، جتي شاگرد پنهنجي سياسي سوچ ۽ سجاڳي ڪي سگهه ڏيئي اڳتي وڌي رهيا هئا. آمريت خلاف هڪ مڪمل جامع جدوجهد ۾ شامل هئا. ان وقت نه ڄاڻ هڪ نوجوان ڪي اها سرت ڪٿان آئي هئي جنهن سيني شاگردن کي گڏ ڪري هم خيال ساٿين جو هڪ وڏو انگ گڏ ڪري سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽ فيڊريشن جي پليٽ فارم تي آندو ۽ پوءِ اڳتي هلي ملڪ اندر پنهنجي ساٿين سان گڏ هارين ۽ مزدورن کي منظم ڪرڻ لڳو. اهي مزدور فيڪٽرين جا پيڙهيل هجن، بيٺڙي ٻاڏارا هجن يا وري ڪنهن وڏيري يا زميندار جي عتاب هيٺ آيل هاري. ڪيس هميشه انهن کي گڏائڻ جي هورا ڪورا رهندي هئي ته هي پيڙهيل طبقا پاڻ ۾ گڏ ٿي وڃن ته استحصالي قوتن کي شڪست ڏئي سگهجي ٿي يا انهن جي استحصال کي گهٽائي سگهجي ٿو. پاڻ ملڪ جي اندر ڪابي ڏر جي تحريڪ سان اهڙو جڙي ويو جو آخري دم تائين انهن سان جڙيو رهيو.

ملڪ اندر شوشلسٽ نظام رائج ڪرڻ لاءِ پاڻ ملڪ گير جدوجهد جو
گس ڳوليو جو ڪيس رياستي ادارن جي صعوبتن هيٺ رهڻو پيو. هي
ڪيترائي دفعا سرگرمين جي سبب روپوش رهيو تڏهن بہ منظم ڪرڻ
جو ڪم نہ ڇڏيائون. چمڙا پوش ڪري ويس متائي سڄي ملڪ ۾ پيو
گهمندو هو. انهن تڪليفن سبب هن جي موت جي ڪوڙي خبر ٻڌي
سندس وني ڪوهہ ۾ ٽپو ڏيئي خودڪشي ڪري ڇڏي، جنهن جو هن کي
تمام گهڻو افسوس ٿيو پر پنهنجي اٽل ارادي ۽ نظريي کان نہ هٽيو.
آخرڪار ايمنسٽي انٽرنيشنل پاران کيس ضمير جو قيدي قرار ڏنو ويو.

سال 1969ع ۾ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي سان گڏ شاگرد،
مزدور رابطا ڪميٽي ۾ ڪم ڪيائين ۽ نتيجي ۾ پورهيتن ۽ هارين ۾
وڏي سجاڳي آئي. 1964ع کان 1990ع تائين ڪميونسٽ پارٽي آف
پاڪستان سان رهيو ۽ پارٽيءَ جو جنرل سيڪريٽري ٿي رهيو.

1994ع ۾ اهو محسوس ڪندي تہ پاڪستان جي سياست ۾
پيپلز پارٽي وري بہ هارين، مزدورن ۽ عورتن لاءِ عملي جدوجهد جي
اصولن سان مطابقت رکي ٿي ۽ پاڻ ان ۾ شامل ٿي ويو.

محترمہ بينظير ڀٽو جي حڪومت ۾ وڏي وزير جو صلاحڪار ٿيو.
هڪ دفعي صحافي دوست ڄام ساقيءَ کان پڇيو تہ اڳوڻي زندگي ۽
هاڻوڪي زندگيءَ ۾ ڪو فرق محسوس ڪيو ٿا؟ تہ پاڻ جواب ڏنائون تہ
اڳي پوليس پويان هلندي هئي ۽ هاڻي اڳيان آهي.

ڄام ساقيءَ جي جدوجهد سنڌ اندر طبقاتي جدوجهد جي عملي
شڪل آهي. هن پنهنجي زندگي جا حسين پل پورهيتن، هارين ۽
مزدورن جي خوشحالي ۽ برابري آڻڻ لاءِ گذاري ڇڏيا. اهو انقلاب تہ نہ

اڇي سگهيو پر استحصالي قوتن ۽ مظلوم طبقن جي وچ ۾ تضاد ۽ لڙائي اڄ بہ جاري آهي. اڄ بہ سندس جدوجهد رائيگان نہ آهي.

چو تہ جيستائين ظلم، استحصال، بربريت آهي، معاشري ۾ فرد جي آزادي منقطع آهي تيستائين ڪامريڊ ڄام ساقي جي جدوجهد جو اثر جاري رهندو ۽ ڪامريڊ ياد رهندو. ڪامريڊ ڄام ساقي 5 مارچ 2018ع تي 74 سالن جي ڄمار ۾ لاڏاڻو ڪري ويو.

# راڳ ڀاڳ ۽ مائي ڀاڳي

سڀاجهي سنڌ کي جتي صوفين، بزرگن، سرويچن، سورمن، سياستدانن، مؤرخن، مفڪرن، عالمن، اديبن ۽ شاعرن وقت بوقت سونهن بخشي آهي، اُتي سندس ئي ڪُک مان جنم ورتل ڪلاڪارن ۽ فنڪارن بہ سندس آڳند جي گُلشن کي رنگارنگ ۽ خوشبوداز گُلن جي مست الست سُڳنڌ سان واسي ڇڏيو آهي.

اهڙين هستين جي شاعرن ۾ حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، شاهہ عنايت شهيد، سچل سرمست، مصري شاهہ، خليفو نبي بخش، بيدل، بيڪس، شيخ اياز، شمشيرالحيدري، امداد حسيني، سرويچ سجاولي، ابراهيم منشي، محمد خان مجيدي، مولوي حاجي احمد ملاح، حافظ محمد نظامائي، تنوير عباسي ۽ ٻيا، تہ وري فنڪارن ۾ ڀڳت ڪنور رام، ماسٽر چندر، مائي حيوٽي، استاد الهڏنو نوناري، سونو خان بلوچ، خانصاحب منظور علي خان، خانصاحب خير و خان، چاندي فقير، ماسٽر محمد ابراهيم، استاد محمد جمن، موهن ڀڳت، سُر ۽ گُر جو راٺو محمد يوسف کان وٺندي لوڪ فنڪاره مائي ڀاڳي ۽ ٻيا انيڪ ۽ سُريلا ڪلاڪار اچي وڃن ٿا، جن تي سنڌ ۽ هر سنڌ واسيءَ کي فخر آهي.

اهڙي طرح وري ٿر جي فنڪارن ۾ ٻُڌو فقير، موهن ڀڳت، مراد فقير، ڪالو فقير، مصري ڏيپلائي ۽ ٻيا بيحد سُريلا ۽ راڳداري جا مجيل فنڪار رهيا آهن. جڏهن ته موجوده وقت ۾ به اتان جي فنڪارن ۾ شفيع فقير، برڪت فقير، رجب فقير، صادق فقير (مرحوم)، رفيق فقير، ڪريم فقير، پيارو فقير، ڀڳڙو ڀيڪس ۽ ٻيا پنهنجي پنهنجي نئين انگ ۽ ڍنگ سان سجاتا وڃن ٿا.

دوستو! اڄ جيئن ته سنڌ ڌرتيءَ جي جائي مايه ناز لوڪ فنڪاره مائي ڀاڳي کي يٿائي آرٽس ڪائونسل پاران ٽربيوٽ پيش ڪيو پيو وڃي. اسين سڀ ان ڪاڄ جا ساڃي ٿي هت آيا آهيون. آئون سندس فني زندگي ۽ شخصيت تي چند لفظن جي پيٽا ڏيندي چوندس ته: ٿر جي ڄائي هيءَ ڪلاڪاره ڪنهن به تعارف جي محتاج نه آهي. تپندڙ ريگستان جي هن فولادي ديوار فنڪاره پنهنجي مفلسي، غربت ۽ غير صحتمند جسم هئڻ باوجود گائڪيءَ ۾ جيڪا قوم ۽ ڌرتيءَ جي خدمت ڪئي، اها سنڌ جي تاريخ ۾ هميشه ياد رهندي.

جيتوڻيڪ مائي ڀاڳي کي راڳ ورثي ۾ مليو پر ٻالڻ ٻين فنڪارن جيان هن به شروع ۾ ٿر جي راڄن ڀاڳن جي ڪاڄ ڪڙن ۽ ميلن ملاکڙن ۾ لاڏا سهرا ۽ ڪافي ڪلامن کي خوب ڳائي داد حاصل ڪيو. پر جڏهن سندس پهريون ۽ مشهور لوڪ گيت ”تارن منجهان ترندي اچي“ ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تان ۽ ”ڪڙي نيم ڪي نيچي“ ڪراچي ٽيليويزن تان نشر ٿيو ته سڄي سنڌ مان واه واه ٿي ويئي. چاڪاڻ ته سندس اهڙي گائڪيءَ واري انداز کي عام و خاص ۾ بيحد پسند ڪيو ويو. اهڙي طرح پوءِ هن جو هر ڳايل گيت امر ٿيندو ويو جهڙوڪ: چرمِي. ”جيئي چِيرو مِيرو ٻِلالي سان پيار“، ”پِٽِ جا يٿائي“،

”سمن سائين“، ”مونکي جوڳي هٽي ڏي تون ڏارو“ ۽ ٻين گيتن بيحد عوامي مقبوليت ماڻي، نہ صرف اهو پر سندس ڳايل گيتن ملڪ ۽ ملڪ کان ٻاهر بہ مڃتا ماڻي. چون ٿا تہ هند جي مشهور ۽ مهان ڪلاڪاره لتا منگيشڪر بہ هن جا گيت وڏي شوق سان ٻڌندي آهي، اجا وڌيڪ اهو تہ سندس لاءِ اهو اعزاز چا گهٽ آهي تہ هندستان جي فلمن ۾ ڪجهہ مشهور گانا بہ سندس ڳايل ڌُنن تي ڳارايا ويا آهن.

يقينن اها ڳالهہ بہ مشهور آهي تہ هڪ ڀيري ڪو دوست سنڌ جي مهان ڏاهي ۽ مفڪرِ سنڌ سائين جي ايم سيد سان ملاقات ڪري رهيو هو. سائين جي طبيعت ناچاڪ هئي. دوست جي پڇڻ تي سائين ٻڌايو تہ ”بابا ڪلهہ رات پارٽي ۾ شادي هئي. آڌيءَ رات جو راڳ هلي رهيو هو. منهنجي ڪنن تي مائي ڀاڳي جو آواز پيو. آئون گهران اچي اوطاق جي اڱڻ تي ڪرسي رکرائي مائي ڀاڳي جو راڳ ٻڌڻ ويهي رهيس. سياري جي رات هئڻ ڪري سيءُ بخار تي پيو اٿم.“

مائي ڀاڳي گائڪي ۾ ڪيترائي مانائتا ايوارڊ ماڻيا. جهڙوڪ: شاهہ لطيف ايوارڊ، صدارتي ايوارڊ، مارئي ايوارڊ، نيشنل ايوارڊ ۽ ٻيا. بيشڪ مائي ڀاڳي انهن چند خوشنصيب ڪلاڪارن مان هئي، جيڪي پنهنجا گيت پاڻ ناهي، انهن جي ڪمپوزنگ بہ پاڻ ئي ڪندي هئي. اهو ئي سبب هو جو هوءَ ٿوري ئي وقت ۾ عام و خاص ۾ مقبول ٿي. پاڻ نهايت ئي خوش اخلاق، نيڪ سيرت ۽ فقير منش انسان هئي. سينيئر توڙي جونيئر فنڪارن لاءِ سندس ورتاءُ هڪجهڙو هوندو هو. موت ۾ هو بہ سندس بيحد عزت ڪندا هئا.

هڪ ڀيري مائي ڀاڳي کان انٽرويو ڪندي صحافي دوست سوال ڪندي سندس خواهش پڇي. پاڻ ان جي جواب ۾ ڪجهہ نہ طلبيائين. ها! البتہ پاڻ سرڪار پاران حج ڪرائڻ جي خواهش ظاهر

ڪيائين. پر سرڪار سندس اها خواهش پوري نہ ڪئي ۽ آخرڪار لوڪ گيتن جي راڻي مائي ڀاڳي 7 جولاءِ 1986ع تي هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري مالڪ حقيقي سان وڃي ملي. پر سندس ڳايل لوڪ گيت سنڌ واسين لاءِ هميشہ امر آهن ۽ رهندا.

هاڻ ضرورت ان ڳالھ جي آهي تہ: مائي ڀاڳي جي فني خدمتن کي آڏو رکندي سندس نالي پنيان ڪو فني يعني گائڪي جو اسڪول يا ادارو کوليو وڃي، جتي ايندڙ نئين ٽهي کي گائڪي جي سکيا ڏني وڃي، ڇاڪاڻ تہ ٻين ملڪن ۾ اهڙا ادارا قائم آهن. جيڪي پنهنجي نوجوانن کي تربيت ڏئي ملڪ جو نالو روشن ڪن ٿا. انڪانسواءِ ڪنهن رستي تي سندس نالو رکيو وڃي ۽ سندس پونئيرن جي مالي سهائتا بہ ڪرڻ گهرجي.

مائي ڀاڳي ڪانپوءِ سندس ڏيءَ مائي سوني ۽ پٽ ڪالو فقير ڪانپوءِ هينئر سندس پوٽو برڪت فقير نئين ٽهيءَ جي ڪلاڪارن سان ڪلوڪلهي ۾ ملائي بيٺو آهي. رب سائين ڪيس ڏات ۽ ڏانوَ سان نوازيو آهي. ان هوندي بہ هن کي راڳ طرف وڌيڪ ڌيان ڏيڻ گهرجي ۽ کي اهڙا ڪم ڪرڻ جي لاءِ ڪوششون وٺڻ گهرجن، جنهن سان ڪو اهڙو ڪم ڪري سگهجي جنهن سان مائي ڀاڳي جي گائڪي کي امر تا ملي سگهي.

---

※ هي مقالو ثقافتي آرٽس ڪائونسل پاران مائي 'ڀاڳي جي ياد ۾ ٿيل پروگرام' ممتاز مرزا آڊيٽوريم، سنڌ ميوزئيم حيدرآباد ۾ تاريخ 2018-3-11 تي پڙهيو ويو.

# ڪامريڊ تاج محمد ابڙو

سنڌ ڌرتي جي ڳڪ مان سوين مرد مجاهدن جنم ورتو آهي. جن پنهنجي هڙان وڙان ڏيئي ڌرتي جو مانُ مٿاهون ڪيو آهي. اهڙن ئي ماڻهن مان ڪامريڊ تاج محمد ابڙو بہ هڪ هو. اڄ سندس 91 جنم ڏڻ آهي. ان ڏينهن تي آئون سندس خاندان سان گڏ اوهان سڀني کي مبارڪ ڏيان ٿو.

جيتوڻيڪ ڪامريڊ تاج محمد ابڙو کي اسان واري ٿهي بمشڪل ڏٺو هوندو يا ميل ملاقات ٿي هجي پر سندس ملهايل جنم ڏينهن، ورسيون ۽ ڪيس تي لکيل ڪتاب جي مطالعي مان جو پلئہ پيو آهي ان مان ائين لڳي ٿو تہ ڪامريڊ تاج محمد ابڙو هڪ بي باڪ صحافي، اديب، دانشور، تعليمدان، سياستدان ۽ قانوندان هئڻ سان گڏ سٺو منتظم بہ هو. هو هر شيءِ کي پنهنجي حساب ڪتاب سان وقت سر هلائيندو هو. جو ماڻهو اصولن جو پابند ۽ ذهني پختگي رکندو هجي تہ ان مان اسان کي توقع بہ اهڙي ئي رکڻ گهرجي. سڀ کان پهرين ڏسو هن پنهنجي گهر کي ڪيئن رکيو. آس پاس جي ماڻهن لاءِ هن وٽ

ڪيتري عزت ۽ احترام هو. پوءِ هو جتي جتي نوڪري سانگي يا پنهنجي سونپيل ڪم سان ويو ته ان ۾ ڪهڙو ڪردار ادا ڪيو.

سندس خاندان ۾ اج اسان کي سندس اولاد سچو پڙهيل لکيل ۽ اعليٰ عهدن تي نظر اچي ٿو. خاص ڪري ان دور ۾ نياڻين ۾ تعليم نہ هئڻ جي برابر هئي پر ڪامريڊ سڀ کان پهرين نياڻين جي تعليم لاءِ ڪوشان رهيو. نتيجي ۾ اج سندس نياڻيون اعليٰ تعليم جي زيور سان گڏ اعليٰ سرڪاري عهدن تي فائز آهن.

اهڙيءَ طرح سندس پٽن ۾ بہ اهائي سجاڳي آهي. اسان جو دوست ڀائو مير نادر ابڙو هن وقت جنهن اعليٰ عهدي تي آهي، ان لحاظ سان هن ۾ وڏي ڦوند هئڻ گهرجي. پر هي يار تہ صفا فقير منش ماڻهو آهي. هي عام ماڻهو جيان لڳندو آهي. اهائي ڪامريڊ جي تربيت آهي جيڪا پڌري پٽ آهي.

اڪثر اسان وٽ ڏٺو ويو آهي تہ ماڻهوءَ کي ڪو وڏو عهدو ملندو آهي تہ هو پاڻ کي وڏيڪ بهتر سمجهي، معاشري جي لڳ لاڳاپن ۽ پاڻ مان انسانيت واري وصف ڪيڏي ڇڏيندو آهي. پر ڪامريڊ پنهنجي آخري دم تائين پنهنجي اصولن تي قائم رهي معاشري ۾ مسڪين ۽ ٻين پهچ انسانن لاءِ پاڻ پتوڙيندو رهيو. لاڙڪاڻي واري اوطاق کان وٺي سڄي سنڌ ۾ جتي جتي سندس ٺاڪ رهيا يا سرڪاري نوڪري ۾ رهيو بلڪ پوري ملڪ ۾ خدمتِ خلق جي ڪري، سچائي ۽ بردباري ڪري، همت ۽ حوصلي ۽ ذهني پختگي جي ڪري سڃاتو وڃي ٿو.

ڪامريڊ هڪ بهادر ۽ ٻي ڊپو هڪ ايماندار سچو ۽ کرو انسان هو. هو هر وقت پنهنجي ڌرتي جي ٻي پهچ ماڻهن جي خدمت لاءِ ڪوشان رهندو هو. هو جتي بہ رهيو اتي هن انسانيت جو پرچار ڪيو

۽ پنهنجا مضبوط ۽ سگهارا تعلقات قائم رکيا. جيڪي اڄ بہ هن جو اولاد قائم رکيو اچي.

ڪامريڊ جهڙا ڪوڙ ماڻهو پنهنجو وارو وڄائي ويا پر ڪين ڪو ياد ڪرڻ وارو ڪونهي. پر ڪامريڊ تاج محمد ابڙو کي جنم ڏينهن تي يا ورسي جي موقعي تي سڄي سنڌ جا ماڻهو ياد ٿا ڪن. يقينن اها سندس پوک پوکيل آهي. ان ۾ آئون سندس اولاد کي بہ جس ڏيان ٿو جيڪي هر سال پنهنجون گوناگون مصروفيتون هڪ پاسي رکي پنهنجي پيءُ جي ڏهاڙي کي شايان شان سنگت سان ملي ڪري ملهائين ٿا. پائو مير نادر ابڙو تہ رات ڏينهن وٺ وٺان ۾ هوندو آهي. پيو چوندو آهي تہ پاءُ شفيع آئون نوڪري جي مسئلن ۾ قابو آهيان، بيلي وارو ڪجانءِ، پروگرام پلوڙ ڪجانءِ، آئون توهان سان هر صلاح مصلحت ۾ شامل آهيان.

ڪيترن سالن کان اسان سنڌ فرينڊس آرگنائيزيشن تنظيم جي پليٽ فارم تان ڪامريڊ جا پروگرام بهترين ۽ ڀرپور نموني ڪيا آهن. مير نادر ابڙو ۽ ميڊم شاهده پروين ابڙو تہ تنظيمي ساٿي بہ آهن. ان ڪري بہ وڌيڪ حجت ڪندا آهن ۽ اسان بہ ڪين اها موٽ ڏيندا رهيا آهيون.

ڪامريڊ تاج محمد ابڙو هڪ انقلابي سوچ رکندڙ ماڻهو هو. هن هر وقت طبقاتي جدوجهد لاءِ وڏو ڪم ڪيو. هو برابري واري سوچ رکندڙ ماڻهو هو. ڏسو نہ جتي هو پنهنجي اولاد لاءِ سوچي ٿو اتي هو ڌرتي جي ٻين مسڪين ماروئڙن لاءِ بہ اهو ئي سوچي ٿو. قوم ۾ بيداري پيدا ڪرڻ لاءِ ڏينهن رات جاکوڙي ٿو. تعليم لاءِ سندس ڪوششون ساراهڻ جوڳيون آهن. بلاشڪ هو نياڻين جي تعليم لاءِ سرگردان هو ۽ جتي رهيو اتي نياڻين جي تعليم جا اسڪول کولرايائين. ناانصافي

خلاف جدوجهد ڪندو رهيو. سماجي مسئلن ڪي حل ڪرڻ لاءِ پاڻ پتوڙيندو رهيو. قانون جي پاسداري لاءِ اصولن تي پختگيءَ سان ڄميو رهيو. اجاين سچائين ريتن رسمن خلاف پير کوڙي بيٺو رهيو. هن جو اهو ايمان هو تہ جيستائين اسان پنهنجي ماڻهن مان جهالت کي پٽجائي نہ ڪيندا سين، تيستائين اسان جي قوم ترقي ڪري نہ سگهندي. جيترو ٿي سگهي چڱائي ڪجي. برائي لاءِ ڪو سوچي بہ نہ سگهي.

ڪامريڊ ڪميٽيڊ ماڻهو هو. هن جي قول ۽ فعل ۾ ڪو بہ فرق نہ هو. پنهنجي اصولن تي ڪڏهن بہ هن سودي بازي نہ ڪئي. هو هڪ اڻ ٿڪ ۽ اڻ ورچ ماڻهو هو. جِتي بہ رهيو پنهنجا تعلقات مضبوط رکيا ۽ مانُ مرتبي سان عزت ماڻيائين. اهو ئي سبب آهي جو اڄ بہ ڪامريڊ تاج محمد ابڙو جا جنم ڏينهن ۽ ورسي جا ڏينهن سڄي سنڌ جا دوست ملهائين ٿا. يقينن هو اسان لاءِ مشعل راهہ آهن. اسان سندس نقشِ قدم تي هلي سماج جي ڀلي لاءِ ڪجهہ ڪريون ۽ برائين خلاف ۽ نا انصافين خلاف پنهنجي پنهنجي حصي جو ڪم ڪيون تہ ٿي سگهي ٿو ان مان ڪي قدر معاشري ۾ چڱائي پيدا ٿئي ۽ اسان جي محنت بہ رنگ لائي.

بهرحال آخر ۾ آئون وري بہ ڪامريڊ کي سلام ٿو پيش ڪريان جنهن پنهنجي مختصر عمر ۾ ايڏيون ساريون ذميواريون ڪنيون ۽ سين سان سچائي ۽ ايمانداريءَ سان نڀائي پار پهتو. نتيجي ۾ اڄ اسان سڀ سندس جنم ڏينهن تي اچي گڏ ٿيا آهيون.

---

※ هي مقالو ڪامريڊ تاج محمد ابڙو جي 91 جنم ڏڻ تي سنڌي لينگئويج اٿارٽي جي ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ هال ۾ 8 آگسٽ 2015ع تي پڙهيل.

# قاضي خادم

پروفيسر ڊاڪٽر قاضي خادم هڪ گهڻ پاسائين شخصيت آهي. جنهن ادب جي تقريبن هر صنف تي خوب لکيو آهي ۽ نہ صرف لکيو پر پاڻ ميرايو بہ اٿس. ظاهري طرح هڪ عام رواجي شخص نظر ايندڙ اندر ۾ بحر ڪنيو ٿو گهمي. سچ پچ تہ اج آئون تمام گهڻو خوش آهيان جو پنهنجي تنظيم ”سنڌ فرينڊس آرگنائيزيشن“ پاران (مرڪزي آفيس جي اڱڻ تي) پنهنجي بزرگ قاضي خادم کي ادب دوستن ۽ سنڌ دوستن جي وچ ۾ ڪيس هن خوبصورت رهاڻ جو مهندار ڏسي دل باغ بهار ٿي آهي. جيتوڻيڪ قاضي صاحب لاءِ هيءَ رهاڻ ڪا وڏي ڳالهہ ناهي ۽ نہ ئي هن رهاڻ سان ڪو سندس قدڪاٺ وڌندو. ها! يقيناً هي ننڍڙي ئي سهي پر پُرخلوص ۽ خوبصورت رهاڻ هڪ يادگار طور آهي ۽ رهندي. ان لاءِ آئون صرف ايترو چوندس تہ مون پنهنجي پنجاهہ سالن جي ذاتي تعلق جو صرف قرض لاهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. شل قبول پئي. قاضي صاحب جو مون سان قرب جو رستو آهي. وري پئي پاسي ڏسبو تہ قاضي صاحب جو ادبي ڪيتر ۾ هڪ وڏو مقام

آهي. اهڙيءَ طرح تعليم ۽ صحافت جي ميدان ۾ بہ سندن نمايان خدمتون آهن جيڪي ڪڏهن بہ وساري نٿيون سگهجن.

ادب جي اُتاهين منزلن ڏانهن وڌندڙ پروفيسر ڊاڪٽر قاضي خادم راهہ ۾ اهڙا تہ چمڪندڙ نشان ڇڏيا آهن. جيڪي ڪائنس پوءِ ايندڙ ادبي پانڌيئڙن لاءِ مشعل راهہ آهن. قاضي صاحب پنهنجي همعصرن ۾ هڪ نمايان ۽ تقليد جوڳو ڏاهو لکاري آهي. سندس لکڻين مان پڙهندڙن کي نہ صرف اُتساهہ مليو ٿو پر هڪ اهڙو درس پڻ مليو ٿو جنهن سان پڙهندڙ سندس اُستاد واري حيثيت جو قائل ٿيو پوي.

قاضي صاحب جي پيدائش انهيءَ پُر آشوب دور ۾ ٿي، جڏهن سڄيءَ دنيا ۾ هڪ اُٿل پُٿل ۽ سياسي هلچل ۽ ڪشمڪش جو دور هو ۽ دنيا جي نقشي تي نوان نوان ملڪ اُڀري ۽ جُڙي رهيا هئا. بينڪيت ۽ سامراجي نظام جو خاتمو ٿي رهيو هو. سنڌ بہ پاڪستان جي صورت ۾ نئين سر جُڙي رهي هئي. ورهاڱي کان ٿورو يعني بہ ٽي سال پهرين 1945ع ڌاري، قاضي خادم جي پيدائش حيدرآباد شهر ۾ ٿي. سندس والد جو نالو قاضي محمد لائق قريشي آهي، جيڪو قاضي صاحب جي ڄمڻ وقت پاڻ ڪيري جو مختيارڪار هو. جنهن جا ساهرا حيدرآباد جا رهواسي هئا. جتي الهداد چنڊ جي ڳوٺ ۾ قاضي خادم جو 1960 کانپوءِ وارو وقت گذريو.

جيئن تہ سندس والد صاحب روينيو کاتي ۾ سرڪاري عملدار هو ۽ ڪيترن ئي اعليٰ انتظامي عهدن تي فائز رهيو جنهن ڪري هن جو سنڌ جي هر شهر ۾ وڃڻ ٿيو. اهوئي سبب آهي جو قاضي صاحب ننڍي هوندي کان ئي سڄيءَ سنڌ کي وبجهڙائي کان گهمي ڦري ڏٺو. جنهن جو عڪس سندس لکڻين ۾ اولڙو بڻجي ايري ٿو. قاضي صاحب لاءِ ادب جي

حوالي سان ائين چئي سگهجي ٿو تہ ”جيڏانهن ڪريان نگاهہ تيڏانهن سڄڻ سامهون“.

ادب جي اهڙي ڪا شايد ئي صنف هجي جنهن تي قاضي صاحب نہ لکيو هجي. طبعزاد ناول لکڻ تي آيا تہ بہ بهترين ناول ڏنائون. 1. پيار ۽ سپنا 2. درد جي خوشبو.

ترجمي ۾ هٿ وڌائون تہ دنيا جا چار مڃيل ناول ترجمو ڪري سنڌي ٻولي کي مالا مال ڪيائون.

1. سونهن جي ديوي 2. پيار 3. زوال 4. جوئاري

اهڙيءَ طرح افسانہ نويسي ۾ بہ هن جو پنهنجو منفرد انداز آهي. هن صنف ۾ بہ ٻاڻ بہ خوبصورت افسانن جا مجموعا سنڌي ٻوليءَ ۾ ڏنا. 1. مٽيءَ ۾ ملاوٽ 2. سمنڊ اُپ سمنڊ

سنجيده ادب جي حوالي سان بہ هن ڪيترائي مضمون ۽ مقالا لکيا، جن مان ڪي مضمون ۽ خاڪا گڏ ڪري تي بهترين ڪتاب ڏنائون. 1. ادب ۽ روايتون 2. ادبي سفر (بہ حصا)

اجان وڏيڪ اهو تہ ٻاڻ يونيورسٽيءَ مان پروفيسر ۽ ڊين بڻجي رٽائر ٿيڻ کان پوءِ ويهي پنهنجي ماضيءَ تي نظر وڌائون تہ هزارين حسين يادگيرين جا عڪس سندن ذهن جي پردي تي اڀري آيا ۽ پوءِ ويا لاڳيتو يادگيريون لکندا. هنن يادگيرين جون ڪيتريون قسطون 'صبح ٿيندو'، 'عبرت مئگزين '۽ 'اَمرتا رسالي '۾ ڇپيون ۽ پوءِ ڪتابي صورت ۾ پڙهندڙن کي اَٿ بي بها موتين جهڙا ڪتاب ڏنائون ۽ اهو سلسلو اجان بہ جاري آهي. انهن ڪتابن جا نالا هي آهن: (1) دل جي دفتر مان (2) ساروٽيون (3) اندر روح رهيام (4) پير اجان مون پنڌ ۾ (5) ڳالهڙيون ڪتيون ناهن (6)ياد ياد هڪ زندگي (7)ڪليل اکين جا سَپنا (8) اڌورا داستان.

اهڙيءَ طرح وري ڊرامي جي ميدان ۾ به گهڻو ڪجهه لکيائون، جيڪي ريڊيو ۽ ٽي وي جي زينت بڻيا. ”لڙڪ لڙڪ زنجير“ (ڪتاب) جيڪو انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ڄامشورو ڇاپيو ۽ ان تي ڪيس انعام به مليو.

قاضي خادم شاعريءَ ۾ به طبع آزمائي ڪئي. سندن ڪيترا شعر ڪتاب 'ادبي سفر' جي پهرين حصي ۾ آيل آهن.

سنڌيءَ کان سواءِ اُردو ۾ به ڪافي ڪجهه لکيو اٿن. شايد پاڻ لکڻ جي شروعات اردو ۾ ڪيائون. سندن به ڪتاب اردو ۾ ڇپيل آهن، جيڪي ”شمع جلتي هي سحر هوني تڪ“ ۽ ”قاضي خادم ڪي افساني“ جي نالن سان پڌرا ٿيا.

سنڌيءَ ۽ اردو کان سواءِ انگريزي ۾ به گهڻو ڪجهه لکيو اٿن. آتم ڪهاڻين تي لکيل سندن انگريزي مضمون ڇپيا آهن، جنهن ڪتاب جو نالو آهي 'دي گلوريس پاسٽ'. اڃان وڌيڪ اهو ته ڪيترن کي شايد خبر نه هجي ته قاضي صاحب جي انگريزي ۾ به ايم اي ڪيل آهي.

قاضي خادم صاحب نثري داستان تي پنهنجي پي ايڇ ڊي مڪمل ڪئي. اها ٿيسز به ”سنڌي جا نثري داستان“ جي نالي سان ڇپيل آهي. جڏهن ته سنڌ جي مشهور تعليمدارن جناب محمد حسين ترڪ جي فن ۽ شخصيت تي انگريزيءَ ۾ هڪ ڪتاب "Muhammad Hussain Turk: A Man with Mission" به ترتيب ڏنائين.

رٽائرمينٽ کان پوءِ پاڻ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ قائم ٿيل ”علامه غلام مصطفيٰ قاسمي چيئر“ سنڀالي ۽ هيل تائين قاسمي صاحب جا 19 ڪتاب پنهنجي محنت ۽ لگن سان ڇپايا اٿس. پاڻ اڃان تائين قاسمي چيئر جا اعزازي ڊائريڪٽر آهن. ان مان ظاهر آهي ته پاڻ

ڪڏهن بہ ورچي نہ وينا آهن ۽ پنهنجي قلم کي ساهيءَ لاءِ روڪيو نہ اٿن.

سندن فن ۽ شخصيت تي ڪيترن ڏاهن ۽ اديبن پنهنجا رايا ۽ مضمون لکيا آهن. جن مان ڪجهہ مضمون گڏ ڪري پياري دوست موهن مدهوش، ڪويتا پبليڪيشن حيدرآباد جي بينر هيٺ "جهڙو ساٿ سڳنڌ جو" ڪتاب ڇاپيو آهي.

پروفيسر ڊاڪٽر رشيد احمد شاهہ (سابق وائيس چانسيلر سنڌ يونيورسٽي) لکن ٿا تہ ڊاڪٽر قاضي خادم لکڻ تہ هميشہ جاري رکيو پر رٽائر ٿيڻ کان پوءِ ڪنهن آزاد پنڇي جيان اُڏام اختيار ڪئي اٿس.

ڊاڪٽر صاحب جي مشاهدي جي اک باز جي اک جيان ايڏي تيز آهي، جو ڪو معمولي واقعو بہ سندن نظرن کان لڪي نہ سگهيو آهي. ڪتابن کان سواءِ پراڻين فلمن ۽ انهن جي گانن تي بہ خوب لکيو اٿن. سندن ڪوبہ ڪتاب هٿ ۾ کڻڻ کان پوءِ اڌ ۾ ڇڏڻ تي دل نہ چوندي آهي.

قاضي صاحب هڪ سجاڳ اديب ۽ ڏاهي ذات ڏٽيءَ سان گڏوگڏ هڪ انتهائي حسين، شفاف ۽ شفيق دل جو ڌڻي آهي. نہ صرف اهو پر پاڻ قابل استاد ۽ بهترين منتظم رهيا آهن. قاضي صاحب سنڌي شعبي جي استاد ۽ چيئرمين کان وٺندي ڊين فيڪلٽي آف آرٽس جي عهدي تي بہ بيحد ايمانداريءَ ۽ سچائيءَ سان خدمتون سرانجام ڏنيون. سندن رويو جهڙو استاد ڪميونٽيءَ سان هو ان کان وڌيڪ همدرداڻو ۽ خلوص وارو پنهنجي ايڊمنسٽريٽو اسٽاف سان هو. اها ڳالهہ آئون ساڻس ورهين جي تعلق جي آڌار تي ڪري رهيو آهيان، منهنجو ساڻس ويجهڙائي ۽ قربداريءَ جو ناتو 1973ع کان جيئڻ جُڙيو تہ اڄ سوڌو قائم آهي.

# سيد ويڏل شاهہ جهانيان

پياري زوار نقوي جو حڪم ٿيو تہ بابا سائينءَ تي ڪتاب آڻي رهيا آهيون، جنهن لاءِ توهان بہ ڀ اڪر لکي ڏيو. جواب ۾ چيم جيءَ سائين. "ڀلا منهنجي ڇا مجال جو انڪار ڪري سگهان."

بعد ۾ سوچيم تہ هڪ اهڙيءَ هستيءَ تي لکڻ لاءِ چيو اٿن جو گهٽ ۾ گهٽ منهنجي قلم ڪي تہ اها طاقت نہ آهي، جو آئون سائين ويڏل شاهہ جهانيان بابت ڪجهہ لکي ۽ نڀائي سگهان. پر حڪم جي پوئيواري بہ ضرور ڪرڻي آهي، ڇاڪاڻ تہ پاڻ نہ صرف زوار نقوي جا والد بلڪ منهنجا بہ جدي پشتي مرشد هئا ۽ سندن شفقت ڀريو هٿ سدائين ڇپر ڇانو رهيو ۽ خوش اخلاقيءَ سان ملندي هميشہ دعائون ڏيندا هئا.

قبلا سائين سيد ويڏل شاهہ جهانيان ڪي ڀلا ڪير نہ سڃاڻي. جهانيان خاندان جا چشم و چراغ ۽ مخدوم جهانيان خاندان جي گادي نشين هئڻ جي ناتي سان تہ سڄي سنڌ جا ماڻهو وڏي مانُ مرتبي ۽ احترام جي نگاهہ سان ڏسندا هئا. ڪين وڏي عزت ڏيندا هئا. پاڻ بہ هر هڪ سان خوش اسلوبيءَ سان ملندا هئا.

سيد ويڏل شاهه جهانيان خاندان جا پڙهيل ڳڙهيل، با اخلاق، ڏاها، سمجهدار، ذهين ۽ باوقار شخصيت جا مالڪ هئا. علم ادب، تاريخ، مذهب ۽ شاهه جي ڪلام تي خاص دسترس رکندا هئا. خاص ڪري ڪچهريءَ ۾ به سندن اهي ئي موضوع هوندا هئا. پاڻ طبيعت ۾ نهايت سادا، سپاجهڙا، فقير منش، حساس ۽ همدرد انسان هوندا هئا. شاهه صاحب جون ڳڻ جهڙيون ڳالهيون ته سون سريکيون آهن. شاهه سائينءَ سان سندن عقيدت اهڙي هئي جو شاهه صاحب تي پيل ڪنهن محقق جو ڪتاب هجي يا وري ڪنهن غير معروف ليکڪ جو هجي پر پاڻ هڪ ئي انداز سان پڙهي ۽ تشريحن جا رنگين تاڪيا کوليندا هئا.

مذهبي ڪتاب، تاريخي ڪتاب ۽ خاص طور تي لطيف سائينءَ جو رسالو سندن مطالعي جو خاص مشغلو رهيو. اهوئي سبب هو جو پاڻ هر ڪچهري جا مهندار هيا. سندن ڪچهري ڪرڻ جو به خاص انداز هو. اها ڪچهري جهانيان هائوس جي هجي. لجپت روڊ جي ڪچي واري هوٽل هجي، يا اسان جي اوطاق (چانڊيا ڳوٺ واري) هجي. صبح کان شام تائين سندن ڪچهري جو اندازِ گفتگو ساڳيو، چهري جي تازگي ساڳي، زبان جي فراواني ساڳي. ڳالهه ڳالهه تي خاص انداز ۾ مسڪرائي هٿ ۾ کنيل رومال چپن تي رکڻ ۽ مان مرتبي سان سامهون واري ماڻهو جو نالو کڻي ڳالهائڻ ته ڪو سندن کان سکي. لطيف سائينءَ اهڙن ئي ماڻهن لاءِ چيو آهي ته:

جان آهين اوطاقن ۾، تان ڪِي وَتِن وُڄُ،
سامي سَفر هليا، رائو رچائي رُڄُ،
اهڙو جَنِ اَهُڄُ، سي ڳَرَ ۾ ملندءِ ڪاپڙِي

اهڙيءَ طرح ڪچهريءَ ۾ اڪثر ڪري پاڻ سنڌي، اردو، فارسي، عربي ۽ ڪٿي ڪٿي موقعي مناسبت سان انگريزيءَ جا لفظ بہ روانيءَ سان ادا ڪندا هئا. پاڻ ڪچهريءَ ۾ ڪنهن بہ موضوع تي ڳالهائيندا هئا تہ ويٺلن تي سحر طاري ٿي ويندو هو. عزت احترام پنهنجي جاءِ تي پر پاڻ گفتي جا پڪا، ڪابہ ڳالهہ ڪندا هئا تہ ٺوس دليلن سان، بلڪہ لطيف سائينءَ جي بيتن کي تہ اهڙيءَ طرح خوبصورتيءَ سان پڙهي ۽ تشريح ڪرڻ جو ڪمال رکندا هئا، جو شايد ئي ڪنهن وٽ هجي.

قبلا سائين ويڏل شاهہ جهانيان جي منهنجي بزرگ چاچا سائينءَ صوفي لعل محمد چانڊئي سان تمام گهڻي ذهني ۽ علمي طرح لڳندي هئي، تورن گهڻن ڏينهن جي وٿي پوندي هئي تہ هڪ ٻئي لاءِ اُون رهندي هئن ۽ ڪوشش ڪري جلدي جلدي ڪچهري مچائيندا هئا. ڪچهري دوران مون اهو بہ ڏٺو تہ ٻيا حاضرين سڀ خاموش ٿي هنن ٻنهي ڄڻن کي ٻڌندا هئا ۽ سندن گفتگو مان ٻيا محضوظ ٿيندا هئا، چاچا سائين بہ پنهنجي عقلي ۽ علمي مطالعي آهر ويڏل سائينءَ سان مخاطب ٿيندو رهندو هو. اها ڳالهہ مون اڪثر قبلا سائينءَ ۾ ڏٺي تہ پاڻ مخاطب ٿيندي چاچا سائينءَ کي چوندا هئا. 'لعل سائين' يا 'لالڻ سائين' - حقيقت ۾ اهو سندن وڏ ماڻهپو ڪليل ذهن ۽ ڪشادا دليءَ جو ثبوت هو. جڏهن تہ پاڻ نسب نسبي سيد گهراڻي جا چشم و چراغ مخدوم جهانيان جا گادي نشين - جنهن گادي جا سنڌ توڙي هند ۾ هزارين مريد، فقير فقرا هجن، ان شخصيت ۾ ايتري نياز نئڙت، ايتري سادگي سان گڏ سباجهڙي طبيعت جا مالڪ هئا. نہ هٺ، نہ هوڏ ۽ نہ ئي ڪو فخر - ايتري قدر جو پاڻ هرحال ۾ خوش هوندا هئا. جيڪو هتڙ ۾

هوندوان تي مالڪ جا شُڪر بجا آڻي راضي رهبو. حسد ساڙ ڪيني ۽ بخيل پائيءَ کان پاڻ پري رهيا. بلڪ گهڻي قدر بين جي مدد ڪندا رهيا. غريب غربي جي مهل سر سار لهندا هئا ۽ ان چوڻي تي پاڻ سچي چمار بينا رهيا تہ: جي ڏبو نہ تہ ڏکوئبو بہ نہ. مطلب تہ قبلا سائين, سيد ويڏل شاهہ جهانيان تمام گهڻين خوبين جا مالڪ هئا. جسماني جوڙجڪ ۾ بہ پاڻ شايان شان لڳندا هئا. ٿورو ڳالهائڻ ۽ ٿورو کائڻ سندن طبيعت ۾ شامل هو. پاڻ ڪڻڪ رنگا, جسم سنهڙو, پورو پنو قد, شڪل شبيهہ ۾ نج سنڌي, تڏي جا خان, غريبي حال هوندي بہ جو هوندو سو حاضر۔ تڏي آيل سان اٿي کلي کيڪاري وڏي آدر ڀاءُ ڪندي (اهو سندن مويي پُٽ زوار نقوي جي دوستي واري ڏڻ مان پلي ڪو هجي) آيل کي مان ڏيندي فقير حيدر بخش قمبراڻي (در جو فقير) کي هڪل ڪري, ڪجهہ آڻڻ لاءِ در تي اطلاع لاءِ چوندا هئا.

سيد ويڏل شاهہ جهانيان تاجي پيڻي اهل تشيع هئا. سندن سوچ ۽ فڪري لاڙو بہ ان طرف هئڻ ڪري پاڻ مذهبي جاڻ چڱي خاصي رکندا هئا. سندن ڪچهري جي شروعات بہ هميشہ اهلبيت جي ذڪر سان ٿيندي هئي. شهداءِ ڪربلا جو ذڪر ڪندي سندن اکيون آليون ٿي ويندڻيون هيون. حُسينيت قائم رکڻ لاءِ پاڻ هميشہ ڪوشان رهيا.

محرم الحرام جي ڏهاڙن ۾ مون ننڍي هوندي کان قبلا سائين کي مجلسون پڙهندي ڏٺو ۽ ٻڌو. مولا علي عليہ السلام جي قدمن تان دادن شاهہ ڪربلا تان جيڪي انجمن اماميہ سنڌ جي زير انتظام آهن ۽ پڻ ان انجمن جا سرپرست رهيا يا دادن شاهہ ڪربلا (جيڪي سندن والد بزرگوار هئا) تان مختلف ڏهاڙن تي نڪرندڙ مرڪزي جلوس

هميشہ سندن سرواٽي ۾ نڪرندي ڏٺا. سندن ارد گرد حيدرآباد شهر توڙي پسگردائيءَ جي ڳوٺن جون معزز شخصيتون هٿ جوڙ ڪندي ۽ دعائون ونندي ڏٺيون. پاڻ انجمن حيدري قدم گاهہ جي بانين مان هئا.

سيد ويڏل شاهہ مذهبي ڪمن ڪارين سان گڏ سماجي مسئلن تي پڻ خاص توجهہ ڏيندا هئا. اهوئي سبب هو جو 1960ع ڌاري پاڻ گدوبندر ٽائون ڪاميٽيءَ جا چيئرمين ٿيا. گدوبندر جو نالو بدلائي حسين آباد بہ پاڻ رکيائون. اهڙي طرح انجمن حيدري چمبڙ، قدم گاهہ مولي علي عليہ ۽ دادن شاهہ ڪربلا جا بنيادي ميمبر هئڻ سان گڏ تاحيات سرپرست رهيا. دادن شاهہ ڪربلا جو بنياد تہ بيشڪ سندن والد بزرگ سيد دادن شاهہ رکيو هو پر ان جي واڌ ويجهہ ۽ ان کي شانہ بشانہ هلائڻ ۾ سندن خدمتون قابلِ داد رهيون هيون. بهرحال لطيف سائين جي چواڻي تہ:

ڪڏهن ڳاڙهو گهوٽ، ڪڏهن مڙهہ مقام ۾،
واريءَ سندو ڪوٽ، اڏي اڏيندين ڪيترو.

سيد ويڏل شاهہ جهانيان جو جنم 14 جنوري 1920ع تي ٽنڊو جهانيان ۾ ٿيو ۽ وفات 7 جون 2007ع تي ٿي. سندن آخري آرامگاهہ پنهنجي اباڻي قبرستان پنهنجي خاندان جي بزرگن سان گڏ دادن شاهہ ڪربلا واري قبرستان حيدرآباد ۾ آهي. سيد ويڏل شاهہ جهانيان جي اولاد ۾ لائق فرزند سيد زوار نقوي، سجاد حسين نقوي ۽ سيد آفتاب حسين نقوي ۽ هڪ نياڻي آهي. سيد زوار حسين شاهہ نقوي هن وقت مخدوم جهانيان جو پڳدار آهي.

---

* هي مضمون ڪتاب عظمت پبلڪيشن (1) حيدرآباد جي صفحي نمبر 38 کان 40 تائين سال 2017ع تان ورتل آهي.

# لعل بن يوسف

اونهاري جي لُڪن ۽ جهولن ۾ بہ ٽڏين راتين جو شهر حيدرآباد 20 مارچ 1994ع تي وڏيڪ پڙيانگ ٿيو. چشم فلڪ هڪ جنازو پيو بہ ڏٺو. علامہ مشرقيءَ جو خاڪسار، مير برادران جو وفادار، بلند حوصلي ۽ باڪردار، هر طبقہ فڪر ۾ هڪجهڙو مقبول "لعل بن يوسف" جيڪو لعل صاحب جي نالي سان ڄاتو سڃاتو ويندو هو اجل جي سڏ تي لبيڪ چئي خالق حقيقيءَ سان وڃي مليو. شاهہ سائينءَ جي بقول تہ:

گهوڙن ۽ گهوٽن، جيئڻ ٿورا ڏينهڙا،
ڪڏهن منجهہ ڪوٽن، ڪڏهن راهي رڻ جا!

جيون جو هر پل سليقي منديءَ سان گذريو. ان ڪري موت کي بہ سليقي منديءَ سان ڳلي لڳايائين! ويهين مارچ جي ٻپهريءَ جو دل ۾ درد کڻي "ديوان مشتاق" ۾ داخل ٿيو ۽ لڳ ڀڳ پنجين وڳي بستري تي

اٿي ويهي رهيو ۽ مِٺن مائٽن ڏانهن واري واري سان موڪلائيءَ واري انداز ۾ هٿ ڪنيائين ۽ چيائين ”چڱو خدا حافظ“ ”چڱو خدا حافظ“. پوءِ جو ليٽيو تہ سڌو موت جي خاموش ماٺڙيءَ ۾ هليو ويو. پاڻ ڪي ائين موت جي حوالي ڪيائين، جو موت بہ انهيءَ چوڻ کان رهي نہ سگهيو هوندو تہ ”واهہ لعل صاحب، پڇاڙڪن پساهن تائين سليقي منڊي نہ ڇڏيئي!“

چاچا لعل بن يوسف وارن سان اسان جا هوندئن تہ خانداني پراڻا تعلقات رهيا آهن. گهڻو ڪري خوشي ۽ غمي ۾ شامل حال رهيا آهيون. منهنجي چاچي صوفي لعل محمد چانڊئي جي ويجهڙائي ڪري چاچا لعل بن يوسف سان سندس هير آباد واري گهر تي ملاقات پئي ٿيندي هئي. جيتوڻيڪ آئون سندس اولاد جي هم عمر هوس، پر پاڻ ملڻ وقت ايڏي پيار ۽ شفقت سان ملندو هو جو دل خوش ٿي ويندي هئي.

لعل بن يوسف پاڻ بہ اسان جي واڌو واهہ واري اوطاق تي ڪمين ڪاربن يا ڪچهري ڪرڻ پيو ايندو هو. پاڻ پڙهيل لکيل، بااخلاق، گفتگو جو پڪو سُڌ ٻُڌ رکندڙ ۽ باذوق ماڻهو هو. ڪچهري دوران خاڪسار تحريڪ کان ويندي بي ڊي اليڪشن جا قصا پيو ٻڌائيندو هو. سندس دوستيءَ جو حلقو بہ وسيع هو. مون هن وٽ چئني صوبن جا ماڻهو ڏٺا. بلڪ هن هڪ بہ دفعا پنهنجي گهر بنگال جا دوست بہ ملرايا.

لعل بن يوسف بنان رنگ نسل جي ماڻهن جا ڪم ڪار ڪندو هو. هن وٽ ڪم ڪار لاءِ پنهنجي پارٽي کان ويندي حيدرآباد شهر جو هر زبان ڳالهائيندڙ ماڻهو ايندو هو ۽ پاڻ ان سان خوش

اخلاقيءَ سان ملندو هو ۽ سندس ڪم ۾ مدد ڪندو هو. انهيءَ ڪم کي هي پنهنجو فرض سمجهندو هو. هي ڪچهري ڪندي ٻڌائيندو هو ته مون پنهنجي خاندان جي نياڻين کي تعليم ڏيارڻ لاءِ وڏي محنت ڪئي. پنهنجي نوجوان نسل کي اجاين ريتن رسمن ۾ ڪنن ڪمن کان پري ڪري تعليم طرف ڌيان ڏياريو. هي پنهنجي ڪم مان مطمئن هو. ها البت وقت سان گڏ حالتن کي ڏسندي هن کان ڪي دوست پري ٿي چڪا هئا. انهن جا قصا به کلي ٻڌائيندو هو پر ڪڏهن به ڪنهن جي گلا غيبت نه ڪئي ۽ نه وري ناراضپي جو اظهار.

لعل بن يوسف جڏهن هير آباد وارو گهر ڇڏي ستيزن ڪالوني لڳ اعتماد بنگلو ۾ اچي رهيو ته اهو وقت ڪيس گهڻي تڪليف وارو لڳي رهيو هو. پر ڪري به ڇا ٿي سگهيو. وقت سان گڏ هلڻو آهي. آئون سندس خواهش تي مهيني ۾ هڪ به دفعا ڪچهري ڪرڻ سندس گهر ويندو هوس. اسان جي گفتگو گهڻو ڪري سياست ۽ ادب تي ٿيندي هئي. مون ڪيس پنهنجي آتم ڪٿا لکڻ لاءِ زور پريو. ان ۾ دير ايتري هئي جو ڪاپي تي اڳ لکيل نوٽس فيئر ڪندو ويو. اهڙي طرح پنهنجي آتم ڪٿا وارو ڪتاب ”منهنجي ڪهاڻي“ جي نالي سان ڇپجي پڌرو ٿيو.

لعل بن يوسف هڪ کليل ذهن، انسانيت جي خدمت ڪندڙ ۽ قدرشناس ماڻهو هو. جيتوڻيڪ هي پاڻ ته دوستي جي ناتي پيپلزپارٽيءَ کان ڏار ٿي ويو پر جن جن دوستن کي پارٽيءَ ۾ رهڻ لاءِ تاڪيد ڪئي، اڄ اهي ماڻهو پارٽيءَ ۾ اهم ليکيا وڃن ٿا. اها لعل صاحب جي دورانديشي هئي، يقينن پاڻ هڪ ڏاهو انسان هو.

انهيءَ تاريخي حقيقت کان ڏاڍا ٿورا ماڻهو واقف هوندا تہ پيپلزپارٽي قائم ڪرڻ لاءِ شروع ۾ جن ٿورين شخصيتن جي گهر مير رسول بخش خان ٽالپر مرحوم، پٽنو صاحب کي وٺي ويو هو انهن ۾ هڪ گهر لعل صاحب جو بہ هو جتي پٽنو صاحب ذاتي طور تي لعل صاحب کي پارٽيءَ ۾ شامل ٿيڻ جي دعوت ڏني. انهيءَ بنياد تي پاڻ حيدرآباد شهر جي پارٽيءَ جو پهريون جنرل سيڪريٽري مقرر ٿيو. پيپلزپارٽيءَ جي قائم ٿيڻ کان وٺي 17 آڪٽوبر 1975ع، پارٽي ڇڏڻ تائين، پاڻ پارٽي پاليٽڪس کان متاهون ٿي، هر سطح تي ڪجهہ ائين ڪم ڪيائين، جو هر طبقہ فڪر ۾ ڪيس هڪجهڙي عزت ۽ احترام سان ڏٺو ويندو هو.

زندگيءَ جي هر ڪم ۾ نفاست ۽ سليقي مندي سندس فطرت هئي. سندس هر عمل نظم ۽ ضبط جو پابند هو. هر حال ۾ اعليٰ قدر سندس آڏو رهندا هئا. ايمانداريءَ ۽ وفاشعاريءَ جو پتلو لعل بن يوسف چوندو هو تہ "ڪو مڃي يا نہ مڃي، منهنجي سُڄاڻ مير صاحب آهن. مون زندگيءَ ۾ جيڪي ڪجهہ بہ حاصل ڪيو آهي، يا سکيو آهي، اُهو انهن جي ڪري ئي آهي." ان کي معجزو ئي چئي سگهجي ٿو تہ پاڻ هڪ پل لاءِ مير صاحبن کي نہ ڇڏيائين، نہ تہ هر دور ۾ سياسي لاڳاپا هتي ڏاڍي سستي اگهہ تي وڪامندا پئي رهيا آهن!

مير رسول بخش خان ٽالپر ۽ مير علي احمد ٽالپر جيستائين مخالف ڌر واري ڌڪيءَ واٽ تي هليا لعل صاحب ساڻن ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي هلندو رهيو پر جڏهن مير صاحب اقتدار ۾ آيا، تڏهن مون جسماني طور تي سدائين لعل صاحب کي ڪائنڻ پري ڏٺو. بي تڪلفي ايتري جو لعل صاحب، مير صاحبن کي مخاطب ٿي چيو تہ "مير صاحب،

توهين ماڻهو بڻ شين جا دشمن آهيو هڪ ”وقت“ ۾ ٻيو ”سُني صلاح“!
ان تي مير علي احمد ٽالپر کلي وراڻيو تہ ”لعل سائين، جيڪڏهن مير وقت جا پابند ۽ سُني صلاح تي هلن ها، تہ پوءِ سندن بادشاهي ڇو وڃي ها!“

مير رسول بخش ٽالپر جي وفات تي مون کيس ڏاڍو ڏکويل ڏٺو. پنهنجي سموري ڳالهہ ٻولهہ ۾ پاڻ ”شير سنڌ“ جي ساراهہ ڪندو رهيو ۽ چيائين تہ هن ڌرتيءَ تي مير رسول بخش ٽالپر جهڙو ياءُ هاڻي پيدا ڪونہ ٿيندو، ڇو تہ جنهن عزت ۽ احترام سان مير صاحب پنهنجي وڏي ڀاءُ مير علي احمد خان ٽالپر سان پيش ايندو هو، اُهي منظر هيءَ ڌرتي ٻيهر ڏسي نہ سگهندي! پاڻ ذاتي پبلسٽيءَ کي ڌڪاريندو هو. تمام ٿورن ماڻهن کي خبر هوندي تہ مير صاحبن لاءِ سياسي جلسن ۽ جلوسن جو روح روان لعل صاحب ئي هوندو هو. سندس تنظيمي صلاحيتن جي ڪري حيدرآباد شهر ماضيءَ ۾ اهڙن تاريخي جلسن جلوسن کي ڏٺو جن جا اثر ملڪي سياست ۾ اهم تبديلين جا ڪارڻ بڻيا. پاڻ پسمنظر ۾ رهي ڪيترن ئي تحريڪن کي منظم ۽ متحرڪ ڪيائين، پر ڪڏهن بہ پاڻ کي نمايان نہ ڪيائين!

مير برادران جي لاڏاڻي کانپوءِ پاڻ ڪافي حد تائين گوشي نشين ٿي رهجي ويو هو ۽ مير صاحبن کي ياد ڪري هي شعر پڙهندو هو:

يـارانِ هـم سـفر سـب، آگـي نڪـل چڪـي هـين،
آسـان کـر الاهـي، اس منـزل کـنن ۾.

۽ پوءِ اُهو ڏينهن بہ اچي ويو، جڏهن لعل صاحب جي ڪنن منزل آسان

تي وئي. 20 مارچ 1994ع تي ”چڱو خدا حافظ“ چئي لعل صاحب
ڪجهه ائين سفر جو سانباهو ڪيو جو اهو ڏکيو پل بہ يادگار بڻجي
ويو. ورثي ۾ ڪابہ ملڪيت يا لکن ڪروڙن جو بئنڪ بئلنس نہ
ڇڏيائين. سچي رفاقت ۽ ايماندارانہ سياست سان ”وفا“ جو ورثو
ڇڏيائين. انڪري ئي تہ اهو ويساهہ آهي، تہ اهڙي مانجهي مٽيادار جوار
رحمت ۾ بہ اعليٰ مقام ماڻيو هوندو.

---

٭ هي مقالو: مرحوم لعل بن يوسف جي پهرين ورسي جي موقعي تي حيدرآباد پريس ڪلب ۾
20 مارچ 1996ع تي پڙهيل.

# فنڪار ۽ معاشري ۾ سندس مقام

دوستو! اڄ سنڌ جي مايہ ناز لوڪ فنڪاره مائي ڀاڳي جي ياد ۾ هي ميڙاڪو مچايو ويو آهي. جيتوڻيڪ مائي ڀاڳي ڪنهن بہ تعارف جي محتاج ناهي. هوءَ سنڌ ۽ هند ۾ مقبول ترين لوڪ فنڪاره جي حوالي سان سڃاتي وڃي ٿي. سندس راڳ جي ڪيل خدمتن کي ڪڏهن بہ وساري نٿو سگهجي. آئون سندس فني ۽ نجي زندگيءَ بابت گهڻو ڪجهہ لکڻ ۽ ڳالهائڻ چاهيان ٿو.

چند ڏينهن اڳ دوستن هن پروگرام جي آگاهي ڏيندي ڳالهائڻ لاءِ پڻ چيو. مون ان ڏينهن اهو سوچيو تہ ان پروگرام مان فائدو وٺندي "سنڌ جي فنڪارن ۽ معاشري ۾ سندن حيثيت" تي لکي ڳالهايان. انڪري منهنجي هن مقالي جو عنوان آهي "فنڪار ۽ معاشري ۾ ان جو مقام". اميد تہ توهان کي پسند ايندو.

جيستائين فن ۽ فنڪار جي ذڪر جو تعلق آهي, ان لاءِ آئون ائين چوندس تہ اسان جي معاشري جي فنڪار متعلق جيڪو معيار قائم ٿيل آهي اهو نهايت دکدائڪ آهي ۽ فنڪار جي مستقبل لاءِ

هڪ ناعاقبت انديش قدم ڪان وڌيڪ ڪجهه به ناهي. اهو ائين پيو نظر اچي ته فنڪار جي فن جي يا انجي ذاتي حيثيت جي اهميت ۽ قدر صرف ان وقت تائين ڪيو وڃي ٿو، جيستائين اهو فنڪار اسڪرين يا اسٽيج تي آهي. دراصل اهو ڪنهن به فنڪار جو قدر يا قيمت يا عظمت نه آهي. اها ته فنڪار جي پنهنجي محنت آهي، جنهن جي ذريعي هو ڪجهه رقم ڪمائي پنهنجي زندگي گذاري ٿو. جيئن هر پيشه ور انسان پنهنجي عام زندگي بسر ڪرڻ لاءِ ڪجهه ڪري ٿو. باوجود ان جي هر فنڪار کي سندس پوين/پڇاڙڪن ڏينهن يا مشڪل وقت ۾ قومي خدمت جي صِلي ۾ مستقل مالي مدد ڏني وڃي. انهن جي اولاد کي تحفظ ڏنو وڃي. انهن جي رهائش ۽ تعليم وغيره لاءِ ڪو جوڳو قدم کنيو وڃي. ان لاءِ اهڙي قسم جي فائونڊيشن قائم ڪئي وڃي، پوءِ اهو قدم حڪومت کڻي يا قوم جا اهي مخير حضرات ۽ صاحبِ حيثيت افراد جيڪي فن ۽ فنڪار جا قدردان ۽ دلدادهه آهن. ان ڏس ۾ اهي شخص اهڙا ذريعا ۽ وسيلا پيدا ڪن، جن ذريعي پوري قوم سندن امداد ڪري.

جيستائين فن کي محفوظ ڪرڻ جو تعلق آهي. ان ڏس ۾ ڪجهه قدم کنيا ويا آهن: مثلاً: سنڌالاجي ادارو، اخبارون، رسالا، رڪارڊ، ڪيسٽون وغيره. ليڪن فنڪارن لاءِ اڄ تائين ڇا ڪيو ويو آهي؟ جواب ملندو ته "ڪجهه به نه".

ها چند سال پهرين سنڌ جي سجاڳ ۽ سگهارن ساٿين جي ساٿ سان فنڪارن لاءِ هڪ جماعت نالي "ساوڪ"، "سنڌ آرٽسٽ ويلفيئر ڪائونسل" ناهي، جنهن پنهنجي پليٽ فارم تان چند راڳ رنگ جا ميڙ مچائي خوب داد حاصل ڪيو ۽ ڪمايل رقم مان اهڙن فنڪارن جي مالي مدد پڻ ڪئي جيڪي يقيناً ان مدد جا مستحق هئا.

آئون سندن اهڙي قدم کي ساراهيان ٿو. پر پوءِ خبر ناهي تہ اها جماعت هن وقت ڪهڙن حالن ۾ آهي. چاڪاڻ تہ ڪيتري عرصي کان سندس ڪارگذاري ٻڌڻ ۾ ئي نٿي اچي. ان بعد وري هڪ جماعت ”آل سنڌي فنڪار ويلفيئر ائسوسيئيشن سنڌ“ نالي سان ناهي وئي. جنهن پڻ حيدرآباد ۽ حيدرآباد کان ٻاهر چند پروگرام اسٽيج ڪيا. پر ’ساوڪ‘ جيان ڪامياب نہ ويا. ان جو سبب اهو آهي تہ ان ۾ سواءِ غريب فنڪارن جي اهڙو ڪوبہ سگهارو ساٿي شامل نہ آهي، جيڪو ان جماعت جي پرگهور لهي ها. نتيجو اهو نڪتو تہ اها جماعت ”جهڙي آهي، تهڙي نہ“ هئڻ جي برابر.

اسانکي سوچڻو اهو بہ آهي تہ آخر ائين ڇو ٿو ٿئي جو ڪي ماڻهو ڪو جذبو کڻي رات ڏينهن محنت ڪري، پنهنجو نور نچوئي اهڙي شيءِ ناهين ٿا ۽ اسان جي سامهون اها شيءِ اچي ٿي، اسان اڪين سان ڏسون ٿا. ذهن سان ان کي قبول ڪري وڏي واڪ واهہ واهہ ڪري، ٻنهي هٿن سان تاڙي وڄائي خوب داد ڏيون ٿا. پر ان جي مدد مهل پويان پير ڪري ڇو ٿا ڀڄون. ان لاءِ اسان جو بہ فرض آهي تہ اهڙين جماعتن سان وقت بوقت سهڪار ڪيون ۽ انهن کي تباهہ ٿيڻ کان بچائي، ان کي اڃا اڳتي وڌائڻ ۽ ويجهائڻ ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿيون. ها اگر ان ۾ اسان کي ڪا انتظامي خرابي يا ڪا ڪوتاهي نظر اچي ٿي تہ ان کي سڌارڻ لاءِ ذاتي ڪوشش ونون تہ بهتر.

بهتر آهي تہ اسين ٻين ٻولين جي ماڻهن کي ڏسون تہ اهي ڪيئن نہ ڪليل دل سان پنهنجن ماڻهن يا ساٿين جي مالي مدد ڪن ٿا. تازو پاڪستان فلم اسٽارس هڪ ٻئي جي مالي امداد لاءِ ”بينيفٽ شو“ گلوڪاره ”مالا“ لاءِ ڪيو آهي. اهڙي طرح ملڪ جا ڪرڪيٽرس ۽

هاڪيءَ جا رانديگر هڪٻئي جي مالي امداد لاءِ پڻ "بينيفٽ ميچز" ڪن پيا.

سچ پچ تہ آئون ان قدم کي ساراهيان ٿو. چاڪاڻ تہ ائين ڪرڻ سان بہ معاشري جي ڪنهن تہ طبقي جي مالي امداد ڪئي وڃي ٿي. حقدار کي حق ملي ٿو. هن جي منهن تي مرڪ اچي ٿي.

ساڳيءَ طرح جيستائين سنڌي فنڪارن لاءِ حڪومت يا قوم ڪو مستقل مؤثر مالي امدادي ادارو قائم ڪري، تيستائين سنڌي فنڪارن کي بہ عرض آهي تہ پنهنجي مدد پاڻ ڪرڻ جي اصول تي هڪ ٻئي جي مالي امداد ڪرڻ لاءِ اهڙا موسيقيءَ جا پروگرام مرتب ڪن تہ جيئن ڪنهن جا بہ محتاج نہ رهن.

بنيادي طور ڪافي طبقا فنڪار جي فن مان وڏي دولت ڪمائين ٿا جن جا ذريعا اسٽيج شو، ڊراما، ثقافتي شوءِ ڪيسٽون وغيره آهن. انهن کي بہ فنڪار جي سارسنڀال لهڻ گهرجي.

قومي ثقافت ۽ معاشري جي زندهہ هجڻ جي علامت فن ۽ فنڪار آهي، جيڪڏهن انهن کي مستقل طور زندهہ نہ رکيو ويو تہ وثوق سان چئي سگهجي ٿو تہ ايندڙ وقت ۾ سنڌ جي تاريخ، لوڪ ادب ۽ ثقافت هميشہ جي لاءِ ختم ٿي ويندي. ڇاڪاڻ تہ سنڌ جي فن جو قديم ذريعو ۽ سلسلو "ڀٽَ، ڀان ۽ چارڻَ هئا جن جي ڪري اسان وٽ لوڪ ادب جا داستان اڄ بہ انهيءَ ساڳيءَ حال ۾ زندهہ آهن ۽ وقت جا چارڻ ڀٽَ ۽ ڀانَ اڄ جا فنڪار آهن.

اجوڪي هن ميڙ جو فائدو وٺندي چند گذارشون عرض ڪندس:

1. مائي ڀاڳي جيان ٻين فنڪارن جا جنم ڏهاڙا ۽ ورسيون بہ ملهايون وڃن.

2. ليجنڊ فنڪارن کي پنهنجي حياتي ۾ مجتا سان گڏ سنڌن مالي مدد ٻہ ڪئي وڃي.
3. فنڪارن جي هيلٿ انشورنس پاليسي سرڪار پاران ڪرائي وڃي تہ جيئن هو زندگي ۾ پاڻ اها مدد حاصل ڪن يا وفات بعد سنڌن پونئيرن کي ملي سگهي.
4. حيدرآباد شهر جي پرپاسي خاص ڪري زيل پاڪ واري پاسي فنڪارن لاءِ سرڪاري طور تي رهائشي ڪالوني ناهي ڏني وڃي.
5. سرڪاري سطح تي اهڙن ليجنڊ فنڪارن لاءِ بينيفٽ شو ڪرائي هنن جي مالي مدد ڪئي وڃي جيئن ٻين ٻولين جي فنڪارن لاءِ ٿيندا رهن ٿا.

* هي مقالو: مهراڻ آرٽس ڪائونسل لطيف آباد، حيدرآباد پاران "مائي ڀاڳي" جي تعزيتي گڏجاڻي تي 1986-7-19 ۾ پڙهيل.

# سوز هالائي

دوستو! اڄ سچ پچ تہ آئون ڏاڍو خوش آهيان، ڇوندا آهن تہ "ٻڍيءَ جا ٻيڙا، ٻيڙا پار." جو اڄ سنڌ فرينڊس آرگنائيزيشن پاران سنڌ جي موسيقي شناس، شاعر ۽ اديب سوز هالائيءَ سان هي رهاڻ رچائي وئي آهي.

سنڌ فرينڊس آرگنائيزيشن جي معمول مطابق گڏجاڻي اينڊڙ پروگرام لاءِ رکي وئي هئي. دوستن طرفان تي نالا ڊاڪٽر سليمان شيخ، حميد سنڌي ۽ سوز هالائي جا ڏنا ويا. دوستن جي گهڻي گرما گرمي ۽ بحث کانپوءِ سوز هالائي جو نالو سرفهرست آيو. ان بعد اسان سوز سان پروگرام جي باري ۾ ڳالهائيندي تاريخ طئي ڪري سنڌ ميوزيم جو هال بُڪ ڪرائي، پروگرام جا بينر ۽ ڪارڊ ڇپرائي پنهنجي پنهنجي ڪم ڪار سان لڳي وياسين. ڇڱو هاڻ آئون ماضيءَ جي جهروڪن ۾ وڃان ٿو:

اهو سال 1974ع جو هو. آئون گورنمينٽ سچل سرمست آرٽس ڪاليج حيدرآباد ۾ پڙهندو هوس ۽ تلڪ چاڙهي واري دانش

هاسٽل تي رهندو هوس. مون کان اڳ ان هاسٽل جي ڪمري ۾ مولا بخش ڪتياڻ رهندو هو. آئون بہ ان سان گڏ رهڻ لڳس. مولا بخش ڪتياڻ جيتوڻيڪ ان وقت گورنمينٽ ٽيچرس ٽريننگ اسڪول ۾ ماستر جي حيثيت ۾ پڙهائيندو هو. جڏهن تہ هو شاگردي واري دور کان وٺي گهڻين خوبين جو مالڪ هو. ملهہ وڙهڻ، گهڙو وڄائڻ، اسڪول ۾ بينڊ مانيٽر، پٽڪو ٻڌڻ، لکڻ پڙهڻ، ڳائڻ، ڳالهائڻ ۽ تقريرون ڪرڻ وغيره ۾ پڙ هو. ازنسواءِ ٻن ٽن ڪتابن جو ليکڪ پڻ هو.

اسان جي ڪمري تي روز شام جو راڳ رنگ جي محفل ٿيندي هئي، جنهن ۾ نہ صرف هاسٽل تي رهندڙ دوست پر ٻاهريان دوست جن ۾ اديب، شاعر، فنڪار ۽ ڊراما آرٽسٽ شامل ٿيندا هئا. ان محفل جو خاص راڳي سوز هالائي هو. جيڪو پڻ هاسٽل تي رهندو هو. سوز جي ڪري سنڌ جو مهان راڳي اُستاد محمد جمن بہ هفتي ۾ هڪ ڀيرو پيرو ايندو هو ۽ ڪڏهن ڪافي ڪلام ٻڌائي محفل کي رونق بخشيندو هو.

خير اهي زمانا ويا، نہ رهي دانش هاسٽل نہ وري اهي حسين زمانا شاگرديءَ وارا. سوز هالائي وقت سان گڏوگڏ پنهنجي شاعري ۽ موسيقي شناسي واري خدمت تي ايترو ڏيان ڏنو جو اڄ هو سنڌ جي چند اهم شاعرن مان هڪ آهي. هن کي شاعري سان گڏوگڏ سُرن سان بہ ايترو ئي عشق آهي. سوز ڳائيندو هو تہ قاسم حيدر ۽ مولابخش ڪتياڻ ٿالهہ وڄائي تال سان تال ملائيندا هئا. واهہ! ڇا تہ محفل هوندي هئي.

ڪجهرين دوران سوز سان منهنجي سني عليڪ سليڪ ٿي وئي. ڇاڪاڻ تہ مون کي بہ شاعري ڪرڻ، نثر لکڻ ۽ راڳ ٻڌڻ ٻڌائڻ ۾

خاص دلچسپي هوندي هئي. هاسٽل ڇڏڻ کانپوءِ بہ اسانجو پاڻ ۾ خط و ڪتابت جو سلسلو هلندو رهيو. ائين هلندي هلندي دوستيءَ جا ناتا مضبوط ٿيندا ويا. جيتوڻيڪ سوز هالائي وڏو شاعر ۽ نثر نويس ۽ آئون اڃا ادب جي ميدان ۾ بانبڙا پائڻ وارو پر سوز منهنجي شوق کي ڏسندي هر وقت لکڻ لاءِ اتساهيو ۽ شعرن ۾ اصلاح بہ ڪندو رهيو. نتيجي ۾ اڄ مونکي بہ هڪ شاعر طور سڃاتو وڃي ٿو.

جڏهن سوز هالائي جو نالو دوستن انتخاب ڪيو تہ مون جهٽ ۾ سوز هالائي سان شام ملهائڻ ۽ استاد محمد جمن تي لکيل سندس ڪتاب "ڪارون وس ڪيام" جي مهورت لاءِ چيو ۽ جواب ۾ سوز هالائي بہ اهڙو راضپو ڏيکاريو تہ ٺيڪ آهي پيارا، جيڪا تنهنجي مرضي. مون ڪانئس پروگرام لاءِ خاص مهمان ۽ صدارتي مهمان جا نالا گهريا. اهڙي طرح اڄ اهو پروگرام ٿي رهيو آهي ۽ سوز هالائي اسان سان گڏ موجود آهي.

منهنجا سائين! منهنجو قطعي اهو مقصد ناهي تہ اسان هي پروگرام ڪري سوز هالائي ني ڪو ٿورو ڪري رهيا آهيون. آئون سمجهان ٿو تہ اهو سوز هالائي جو اسان تي ٿورو آهي، جو هن اسانجي عرض کي قبول ڪري مانُ ڏنو. ڇاڪاڻ تہ سوز هالائي ڪو ننڍو ماڻهو ناهي. سوز هالائي نالي مان ئي سمجهو تہ ڪٿان جو آهي. جتان سنڌ جا وڏا وڏا شاعر ۽ نثر نويس ٿي رهيا آهن ۽ هينئر بہ موجود آهن.

سوز هالائي جي شاعري جا بہ ڪتاب "رنگ رتا پيچرا" ۽ "درشن ڏاروڏار" سان گڏ سنڌ جي مشهور گائيڪ استاد محمد جمن جي فن تي سندس لکيل ڪتاب "ڪارون وس ڪيام" سنڌي ادب ۾ اهم حيثيت رکن ٿا. ان ڪانسواءِ اڃا بہ بہ تي شاعري جا ۽ بہ تي نثر جا

ڪتاب ڇپائي جي انتظار ۾ اٿس. ڇاڪاڻ تہ هي مولائي ماڻهو آهي، پنهنجي پيٽ گذر بعد ايتري موڙي نہ اٿس جو ڪتاب ڇپرائي سگهي. ان لاءِ اسان جي سنڌ حڪومت ۽ ثقافت کاتي کي گذارش آهي تہ اهڙي خوبصورت شاعر ۽ نثر نويس جا ڪتاب ڇپرائي ڪيس جيئري ميڃتا ڏني وڃي.

سوز هالائي جي شاعري ريڊيو پاڪستان حيدرآباد ۽ ڪراچي ٽيليويزن تان سنڌ جي پلوڙ راڳين ڳائي آهي. جن ۾ سينگار علي سليم، ماسٽر فيروز گل، وحيد علي، تعمير حسين، استاد امير علي، فوزيا سومرو، ذوالفقار علي، مظهر حسين ۽ ٻيا ڪيترا شامل آهن.
سينگار علي سليم جي آواز ۾ ڳايل:

شـــهر جانـــان مـــان ٿئـــو گـــذر آهـــي،
دل جـــي حالـــت عجيـــب تـــر آهـــي.

ماسٽر فيروز گل جو ڳايل:
بهارن ۾ نہ ملياسين، خزان ۾ هاڻ ملنداسين.

فوزيہ سومرو جي آواز ۾ ڳايل:

چنـــڊ پـــرينءَ جـــي پـــار وچـــين ٿـــو،
يـــاد جـــا گُـــل گـــلاب ڪڻـــي وچ.

اهي اڄ بہ مشهور آهن. ۽ دڪ نسل جي ماڻهن جي چپن تي آهن. بهرحال سوز هالائي جي شخصيت ۽ شاعري تي ٻه ڳالهائجي.
سوز هالائي جو جنم 5 ڊسمبر 1937ع هالا پراڻا ۾ ٿيو. پنهنجي خاندان ۾ پهريون پڙهيل شخص آهي، پر سندس وڏو ياءُ

ابراهيم ٻلو فن موسيقي جو وڏو ڄاڻو ۽ پاڻ بہ ڳائيندو هو. سندس والده ماجده يتائي جي ياد حافظ هئي. پاڻ ٻڌائيندو آهي تہ سچ ايرڻ کان پهرين آمان، شاهہ جو ڪلام جهونگاري اسانکي لولي ڏيندي هئي. اهوئي سبب آهي جو سوز ننڍي وهي کان شاعري طرف راغب ٿيو. پاڻ ٻارهن سالن ۾ شاعري شروع ڪيائين.

ڪلاسيڪل موسيقيءَ سان سندس عشق جي ڇا ڳالهہ ڪجي. موسيقيءَ جي مڙني باريڪ بينين کان واقف ۽ راڳ تي دسترس رکندڙ آهي. شل نہ محفل ۾ ڪو راڳي راڳڻي کان ٻاهر وڃي يا سازيندڙ تال کان ٻاهر وڃي. سوز آخر ۾ ڪيس نشاندهي ڪندو. گهڻا راڳي هن جي حاضري ۾ احتياط کان ڪم وٺندي ڳائيندا آهن. دراصل اها هن جي موسيقي شناس هجڻ جي عزت آهي.

1960ع کان اڄان تائين شاعري سان ناتو نڀائيندو اچي ٿو. سوز هالائي شاعري جي سڀني صنفن تي لکيو آهي. پر سندس غزل ۽ وائي جو انداز بنهہ نرالو آهي. سندس هڪ وائي پيش آهي:

تو جا سٽي سِٽِ، تي توکي لڳي پِٽِ.
پاڻ اهي ئي سا ڳيا.

يا سندس غزل جا بند:

نيري پاٽي ۾ ڪنول، ڏاڍو وڻيو
سونهن جو رِدعمل ڏاڍو وڻيو

رات روشن، واءُ ڏکڻ، ڪليل اگڻ،
ڪوئي مُنهن ڪولي سُتل ڏاڍو وڻيو.

هن شاعري جي حسناڪين جو چا تہ عڪس مٿين بندن ۾ چٽيو آهي. از خود چپن مان واھ! واھ! نڪري وڃي ٿي.

سوز هالائي جي شروعاتي شاعراڻي تربيت هالا جي روايتي عروضي شاعري سان ٿي. پر هن اڳتي هلي جديد شاعري جي راهن تي قدم رکي پنهنجي شاعري ۾ روايتي ۽ جديد سنڌي شاعري جو هڪ نئون اسلوب سان نروار ٿيو.

سوز هالائي هڪ خوبصورت نثر نويس، خوبصورت شاعر سان گڏوگڏ هڪ انتهائي ڪل مُک انسان، ملنسار، بيحد عزت ڪرڻ وارو، عزت ڏيندڙ، خوش اخلاق، باذوق ماڻهو آهي، پاڻ رٽائرمينٽ کانپوءِ ڪجهہ وقت تائين وڪالت بہ ڪندو رهيو آهي. ڏٽي شال ڪيس وڏي ڄمار ڏي، ۽ سندس قلم سنڌي شاعري کي نيون تخليقون ڏيندو رهي.

(نوٽ: سوز هالائي 2018_2_20 تي اسان کان هميشہ لاءِ وڇڙي ويو)

---

※ هي مقالو: دوست سوز هالائي سان. سنڌ فرينڊس آرگنائيزيشن پاران ملهايل رهاڻ ۾ پڙهيو ويو. ممتاز مرزا هال. سنڌ ميوزيئم حيدرآباد. 28 مئي 2011ع.

# ڀائو مولا بخش چانڊيو
# ۽ ڪتاب ”ذڪر زندان جو“

ڪتاب ”ذڪرِ زندان جو“ جي مصنف بابت اهو ٻڌائڻ ڪو ضروري نہ آهي تہ هُن جي جنم جي تارِيخ ڪهڙي آهي. شناختي ڪارڊ جو نمبر ڪهڙو اٿس. ڪهڙن اسڪولن ۾ پڙهيو ڪهڙا ميڊل ماڻيائين ۽ ڪهڙيون هابيون اٿس.

آئون ڀانيان ٿو ڀائو مولا بخش چانڊئي جي شخصيت، جنهن جي ذڪر کانسواءِ سنڌ جي سياسي توڙي ادبي تاريخ اڌوري آهي. اهڙيءَ طرح سنڌ جي تحريڪ آزادي ۽ جمهوريت جو ذڪر بہ نامڪمل هوندو. اٿين چوڻ ۾ ڪو وڌاءُ نہ ٿيندو تہ هي جيترو سٺو ڳالهائيندو آهي، اوترو ئي سٺو لکندڙ آهي. اچا وڌيڪ اهو تہ هي سٺو مقرر بہ آهي.

شڪل شبيهہ جي لحاظ سان مرڪندڙ مهانڊو، وڻندڙ شخصيت سان گڏ سندس ڪردار ۾ ڀرپور اخلاص ۽ صداقت محسوس

ٿئي ٿي. هن جي گفتگو مان سچائيءَ جي خوشبو پڌري پئي آهي تہ وري لکڻين مان جتي ڪرپيل سياستدان ٿو لڳي، اُتي وري سمجھہ پريو دانشور، ادب ۽ تاريخ جوڄاڻو جڻ تہ پروفيسر ٿو لڳي. مولا بخش چانڊيئي جهڙا پروانا هڪ نہ پر هزارين زندان ۾ جڏهن سهڙيا تہ اهو زندان مان بدلجي گل و گلزار ٿي پيو.

هونئن بہ جيل جو نالو ڪڻندي ئي ذهن تي عجيب خوف طاري ٿي وڃي ٿو. هڪ ڀيانڪ تصور، الله ڏي اَمانَ. چڱا خاصا بهادر، ڏاڍا مڙس سڏرائيندڙ ٻاهر جا دوست، اندر (جيل) مختلف وسوسن ۾ ويڙهجي، صفا سُڪڙجي، پاڻ ۽ ڪندا پڇي جان ڇڏائيندا آهن. پر هن يار شروع کان آخر تائين مڙسيءَ سان منهن ڏئي، بنان خوف خطري جي، جيل جا ڏينهن گذاريا.

مون کي چڱيءَ طرح ياد ٿو اچي تہ مارشل لا دؤر ۾ پائو مولا بخش چانڊيئي کي رات جي انڌيري ۾ گهران اکيون ٻڌي کڻي ويا. بعد ۾ پٿائي ننگر ٿاڻي تي وني آيا. آئون بہ ساڻس ملاقات لاءِ پهتس. مون کان اڳ هن وٽ ڪي دوست پيپلز پارٽي جا ويٺل هئا. جن مان هڪ جڳديش ڪمار ملاڻي (منـي وارو)، ڊاڪٽر اسماعيل اوڊيجو ۽ ٻيا دوست. پائو ڳالهيون ڪندي پنهنجي گفتگو ايجنسين جي حوالي سان اهڙي تہ مزيدار انداز ۾ پئي ڪئي جو اسان سڀ کل ۾ ڪيرا هئاسين. جڳديش تہ اڳئي کلڻ جو خواري مشهور هو. پر مون ڏٺو تہ پائو کي پنهنجي گرفتاري جو ذري برابر بہ ڏک نہ هو بلڪہ اڃا بہ وڌيڪ جذبو جوان هوس.

سنڌ جي تمام ڏاهن ساٿين جيل ڊائريون لکيون آهن. جن ۾ شيخ اياز، رسول بخش پليجو، طارق اشرف، اختر بلوچ، عبدالواحد

آريسر، اعجاز خواجه، ناز سنائي وغيره وغيره. پر هر هڪ لکندڙ وٽ لکڻ جو ڏانءُ ۽ نقطه نظر پنهنجو پنهنجو آهي. ان هوندي به سڀ تحريرون سچ پچ سنڌي ادب ۾ اهم جاءِ والارين ٿيون. يقينن هي جيل ڊائري به سنڌي ادب سان گڏ سنڌ جي سياسي تاريخ ۾ به اهم جاءِ والاريندي.

مولا بخش چانڊئي ڪتاب جي شروعات يعني "بسم الله" جا 32 صفحا جيل کان ٻاهر جا حالات لکي ڪتاب کي جيڪا سونهن بخشي آهي، اها پنهنجو مٽ پاڻ آهي. سندس لکڻيءَ جي سگهه ان مان ئي ظاهر آهي ته هن جيل جي هر شيءِ کي باريڪبينيءَ سان ڏسي پوري ذميواريءَ سان قلمبند ڪيو آهي، جنهن ۾ ڪنهن به شڪ جي گنجائش ناهي.

ڪتاب ۾ ڪٿي ڪٿي پائو مولابخش ڪيتريون ئي مزيدار ۽ وڻندڙيادون قلمبند ڪيون آهن. جهڙوڪ، حيدرآباد جي بسنت هال 1968ع ۾ ٿيل مشاعري ۾ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي جو ڪلام:

"دادن ماءُ هيڏي آءُ، دادن ماءُ ڦڪي نه ٿي....." (ص_125)

وري سندس هيءَ سٽون ڏسو ڪيتريون نه مزيدار آهن:

"ادا پروچن جو ڪهڙوڏوهه؟ ڏوهه سچو ڏيرن جو آهي."

ان جملي تي به ٿي همراهه ڪچهريءَ مان چڙي ڪاوڙجي اٿي هليا ويا. هيڏي ٻي سنگت پريشان، ته ڇا ٿيو. حقيقت چاڻڻ تي معلوم ٿيو ته اهي همراهه ذات جا ڏيرا هئا. (ص_52)

وري ٻئي هنڌ هي چند سٽون ڪيتريون نه مذيدار ٿيون لڳن:

"ادي تنهنجي ياءُ کي ڳوٺ جو چڱو مڙس ڪيو اٿن"

اهو ٻڌي مائي پار ڪيدي روئڻ لڳي. ٻين مائين پڇيس: ادي تون ته خوش ٿيڻ جي بدران مرڳو روئين پئي. ڇو ڀلا؟

”ادي منهنجي پاءُ کي جو چڱو مڙس ڪيو اٿن تہ معنيٰ پڪ سان ڳوٺ مان سڀ مرد مري ويا هوندا نہ.“ (ص_ 51)

مولا بخش چانڊيو کي سياستدان چئجي، محقق چئجي يا مؤرخ، پر سندس ڪتاب جو هڪ هڪ ورق سچ پچ تہ هڪ مستند تاريخ آهي. جنهن ۾ ايم آر ڊي تحريڪ جا احوال نهايت سچائي، ايمانداري ۽ احتياط سان قلمبند ڪيل آهن. هن ايم آر تحريڪ کي 1983ع کان 1998ع تائين چوڏهن پندرهن سال گذري ويا آهن. جي اڃا بہ ايترا ورهيہ وري ويا تہ اهو احوال اسان کي ڪير ٻڌائيندو؟

ها! اڳتي هلي ڪي محقق يا علمي سياست جا شاگرد هن ڪتاب کي پڙهي مستند دستاويز سمجهي، هن کي ئي بنياد بنائي ۽ حوالا ڏئي ڊگري حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجا ٿيسز لکندا.

ڪتاب جو سرورق ٽائيٽل ڏسڻ سان ئي چئي سگهبو تہ مصنف نہ صرف پاڪستان بلڪ ڪيترن ئي اسان جي ملڪن جهڙن پسمانده ترقي پذير ملڪن، دوکي ڪاڏلن ۽ ويساهہ گهاتين جو شڪار ٿيلن ملڪن جو خير خواهہ ۽ خير انديشي آهي.

پائو مولا بخش چانڊيو هڪ هينئين طبقي جو بهادر ۽ نڊر چشم و چراغ آهي. هن جي جاءِ تي ڪو بيو هجي ها تہ پنهنجا مداري وارا ڪيئي ڪرتب ڏيکاري ڪرڙوپتي بڻجي وڃي ها ۽ راتو رات لينڊ ڪروزر، پيجارو يا ويگو ۾ گهمندو ڦرندو وتي ها. پر هي مولائي مڙس اڄ بہ ساڳي حال ۾ هلندو وتي. هلڪي سلڪي گاڏي ڪنهن يار دوست جي يا اهوئي پيرين پنڌ.

مولا بخش چانڊئي ڪتاب جي صفحي نمبر 206 کان 229 تائين حيدرآباد شهر جي محفلن ۽ رونقن جو ذڪر يقينن خوبصورتي

طور ڪيو اٿس. پر اهو احوال بہ نئون نڪور ٿو لڳي. چاڪاڻ ھن اڳ شايد ئي ڪنهن ڪتاب ۾ ورلي ملي. هن ڳالهيون ڪندي يا لکڻ مهل موقعي مناسبت سان شعر بہ واهہ جا ٺهڪندڙ چيا اٿس. جيئن منديءَ تي ٽِڪ.

ڪلهہ ڪان وٺي اڄ تائين شهيد ڀٽي جو هي پروانو سندس ڌيءَ محترمہ بينظير ڀٽو صاحبہ جو گهٽگهرو ۽ ٻانهن ٻيلي سان گڏ بلڪل سچو سپاهي آهي. هن جي خاص خوبي سچ چوڻ ۽ حقيقت کان منهن نہ موڙڻ واري آهي. هن جي لکت مان ئي پروڙي سگهبو تہ جن بہ سنڌ لاءِ قربانيون ڏنيون، رت ڏنو جيل ڪاٽيا، پوءِ اهو ماڻهو ڪهڙي بہ پارٽي سان وابستہ هجي_ پر هن اُن جو ذڪر بہ وڏي احترام سان ڪيو آهي ۽ بنان من ڀيد جي_ سندس لکڻي مان ذري جيتري بہ تعصب واري بوءِ نٿي اچي.

پائو مولا بخش چانڊئي نوجوانن سان گڏ جهونن مان محمد عثمان ڏيپلائي ۽ مولانا غلام محمد گرامي جو ذڪر چڱن لفظن ۾ ڪري ٿو. جو تہ اهي غريب ضرور هئا، پر سچا پچا قوم جا وفادار اديب ۽ عالم هئا. هنن ڪڏهن بہ پنهنجي پورهئي تي گهمنڊ نہ ڪيو ۽ نہ ئي وڪامجڻ وارا هئا.

ڪتاب ۾ آيل تصويرن ڪتاب کي اجا وڌيڪ چار چنڊ لڳائي ڇڏيا آهن. ازانسواءِ هن ڪتاب جي وڏي خوبي اها آهي تہ جيل ڊائريون هن کان اڳ ڪوڙ ساريون لکيون ويون آهن، پر ان ۾ لکندڙ پنهنجو پاڻ کي سڀ کان مٿاهون/ڏاهو ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪندو آهي، جڏهن تہ ٻيا ساٿي، قيدي ڪا اهميت ئي نٿا رکن. پر پائو مولا بخش چانڊئي غريب کان غريب ڪارڪنن جو قصو وڏي فخر سان نالي کڻڻ

سميت ذڪر ڪيو آهي. ايستائين جو ويندي سندس شهر ۾ ڳوٺ جو
بہ ذڪر آندو اٿس. اچا وڏيڪ مزي جي ڳالھ اھا تہ جدا جدا تنظيمن
جا ڪارڪن جدا جدا سوچ رکندڙ وڏين عمرين ۾ پنھنجي پنھنجي
مزاج جا ماڻھو هيٺا ۾ ڪمزور, هنيلا ۾ هوڏي شاگرد, ننڍا نيتا, بااصول
۽ انقلابي هڪ ئي تحريڪ جي حمايت ۾ نڪري پيا. سيني گڏجي
ڪچھريون ڪيون, نمازون پڙهيون, روزا رکيا, ادبي محفلون رچايون,
رسول بخش پليجي صاحب وري اتي 'لطيف ادبي سنگت' ناهي (ص ـــ
126) خوب دل پري, حال احوال اوريا. مطلب تہ سڀ هڪٻئي تان جان
نثار ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويا.

سياست ڇا آهي, عوام ڇا آهي, قومي تقاضائون ڪھڙيون
آهن, ان تي چوويھ ڪلاڪ ۾ ڪئين مهينا ويھي بحث ڪيائون ۽ ان
جا بهتر نتيجا بہ نڪتا. چڱن جي ڪچھري جيل ڪي ڇڄڻ تہ پڪنڪ
۾ بدلائي ڇڏيو. ايستائين جو ڪو ساٿي آزاد ٿيندو هو تہ هو ٻين کان
روئي موڪلائيندو هو تہ يار پاڻ سنگت ٽوڙيو وڃون پيا.

جيئن وسڪاري, ٻوڏ يا سيلاب ۾ هر جاندار سڀ ڪجھ
وساري سر بچائڻ لاءِ ڪنهن مٿاهين, خشڪ ۾ محفوظ هنڌ يا ٻيٽاري
تي پهچڻ جي ڪوشش ڪندو آهي ۽ اتي ڪيترن ئي قسمن جا
خطرناڪ جانور, نانگ بلائون, گدڙ بگهڙ, سيسر ۽ واڳون سڀ هراسيل
خاموش خاموش حالتن ۾ نڪرڻ جو انتظار ڪندا آهن. اتي ڪوبہ
ڪنهن تي وار نہ ڪندو آهي, توڙي جو عام حالتن ۾ اهي هڪٻئي جا
جگري دشمن هوندا آهن. جيل اندر سنگت جو بہ اهوئي حال هو.

هيڏانهن وري سرڪار کي رپورٽون مليون تہ اجايو ڪٺي اسان
هتي قومپرستن کي هٿ سان وٺي اچي گڏ ڪيو آهي, مرڳو سرڪار لاءِ

ڏچو نہ ڪري وجهن. تن وري آهستي آهستي هنن کي ڇڙوڇڙ ۾ آزاد ڪرڻ شروع ڪيو پر هي همراهہ نڪرڻ جي ئي نہ ڪن.

سرڪار ڇئي، ابا ضمانت لکي ڏيو۔ هي ڪريو هو ڪريو.

پر هي همراهہ چون "نہ بابا اسان هتي ئي ٺيڪ آهيون".

"ڇا جي ضمانت۔ ڇا جي معافي۔"

ڪتاب ۾ اهو سڀ ڪجهہ تہ جيل ۾ قيديءَ جي ملاقات ڪيئن ٿيندي آهي، برداشتي ڪير هئا، ڪولي ۾ بند ٿيڻ جو ٽائيم، قيدين جون پاڻ ۾ صلاح مشوري سان ڏينهن ۾ مخصوص ٽائيم تي وندر ورونهن ۽ پڙهائي، سياسي ليڪچر يا وري تقريرن جا مقابلا، راند روند، آزادي هئڻ جي صورت ۾ انتظاميہ کان بي پرواهہ ٿي هڪبئي جي ڪولين ۾ پهچڻ. ٻاهر نياپو موڪلڻ، يا حال احوال اورڻ. ٻاهر جو مزو ماڻڻ لاءِ اسپتال ۾ داخل ٿيڻ. ويندي سٽي ٿاڻي جي بدبودار ڪولي جنهن ۾ انسانن کي جانورن وانگر واڙيو ويندو آهي. اهي سڀ مصنف جا ذاتي تجربا ۽ تجزيا آهن.

حقيقت ۾ ڀائو مولا بخش چانڊيي هن ڪتاب ۾ جيل جي رهڻي ڪهڻي، قانون قاعدن، وندر ورونهن، ڪاڏي پيتي کان ويندي دنيا جي مختلف چوٽيءَ جي مفڪرن، دانشورن ۽ ڏاهن جا مثال ڏئي پنهنجي علمي ڏاهپ ڏيکارڻ سان گڏ قلمي سگهہ پڻ ڏيکاري آهي، جنهن لاءِ جس لهڻي.

ڪتاب جا صفحا 346 آهن. سال 1988ع ۾ مهراڻ پبليڪيشن، گلشن حبيب، قاسم آباد، حيدرآباد پاران ڇپايل آهي. ڪتاب ڪچي ۽ پڪي جلد ۾ ڇپيل آهي.

---

* هي مقالو ڪتاب 'ذڪر زندان جو' جي مهورت جيڪا ڏيئلداس حيدرآباد ۾ سال 1998ع تي ٿي، ان لاءِ لکيو ويو هو. محفل جو خاص مهمان چوڌري اعتزاز احسن هو. گهڻن مقالن جي هئڻ ڪري پڙهيو نہ ويو.

# فقير عبدالغفور

فقير عبدالغفور جي فن تي مون کان اڳ ڪيترن ئي سڄڻن ڳالهايو آهي ۽ مون کان پوءِ بہ ڳالهائيندا. آئون بہ سندس فن ۽ شخصيت بابت ڪي لفظ ڳالهائڻ چاهيان ٿو ڇاڪاڻ تہ فقير سائينءَ جي شخصيت بہ سندس فن وانگر گوناگون ۽ بُلند هئي.

منهنجون ساڻس ذاتي ملاقاتون ۽ ڪچهريون انهيءَ حد تائين هيون جو هو مونکي بہ پنهنجن پُٽن جيان سمجهندو هو ۽ اهڙوئي قرب ڏيندو هو. سندس پهرين گهر واريءَ مان پُٽ منهنجا گهاٽا دوست آهن ۽ ٻي گهرواريءَ جي پُٽن مان صرف سرور غفور سان نيازمندي آهي.

سندس قرب، سادگي، هردلعزيزي کان آئون ايترو تہ متاثر هيس جو لڳ ڀڳ روزانہ سندس ڪچهري ۾ حاضري ڀربي هئي. اها ڪچهري اسان جي شام ڏاري اڪين جي سرڪاري اسپتال جي اڳيان ڪڏهن سيڙهي جي ڏاڪن تي تہ ڪڏهن باڪڙا هوٽل جي بئنچن تي ٿيندي هئي. فقير سائين ماچيس جي تال تي پيو ڳائيندو هو. ڏسندي ڏسندي دوستن جو ميڙ مچي ويندو هو. واهہ فقير سائين تنهنجو قرب.

هو پنهنجي شخصيت ۾ بہ هڪ مست الست ماڻهو هو. شايد سچل سائينءَ جي سرمستيءَ واري رنگ ڪيس رنگي ڇڏيو هو.

يقينن فقير سائين جي فن جو رنگ ئي نرالو هو. هو جڏهن هٿ ۾ يڪتارو ۽ ڪڙتال ڪٽي گيڙو رتن ڪپڙن ۾ اسٽيج تي ظاهر ٿيندو هو ۽ پنهنجي مخصوص انداز ۾ آ ـ آ ـ آ ڪندو هو تہ ٻڌندڙن تي اهائي رندي ڪيفيت ڇانئجي ويندي هئي. سچ پچ تہ سندس فن بہ ايتروئي قداور هو جيترو هو پاڻ جسم ۾ قدآور هو.

سندس ڳايل ڏنون نہ صرف عام ۾ مقبول ٿيون ۽ نہ صرف سندس سيهوڳي مشهور راڳين ڳايون پر اهي خاص ۾ بہ مشهور ٿيون. ايتري قدر جو وقت جو هڪ تمام ڏاهو باذوق حاڪم بہ ڪيس خاص طور تي پاڻ وٽ گهرائي ڪانئس راڳ ٻڌندو هو. جنهنجو ذڪر اڳتي ايندو.

فقير سائين کي اسان ڪڏهين بہ ڪنهن فنڪار جي فن تي نڪتہ چيني ڪندي نہ ٻڌو پر هو هميشہ پنهنجي همعصرن جون ساراهون ڪندو هو ۽ ڪين پروگرام ڏيڻ لاءِ پيو سفارشون ڪندو هو ۽ چوندو هو تہ بابا ڍول فقير، چاڪر چانڊيو، فقير حسين بخش ”خادم“، مائي زيب النساءِ وغيره تمام سُٺا فنڪار آهن. انهن کي بہ پنهنجن پروگرامن ۾ ڪاج ڪرڻ ۾ گهرائيندا ڪريو. وري ياري دوستيءَ جو ننگ تہ ڪو فقير سائينءَ کان ئي سکي. هو پنهنجي دوستن جي ڏُکي سُکي ۾ پيو مدد ڪندو هو ڪنهن جي مالي مدد ڪيائين تہ ان کي وساري ڇڏيندو هو.

فقير عبدالغفور هڪ خوددار فنڪار هو. هُن ڪڏهن بہ ڪنهن جي اڳيان هٿ نہ جهليو اهوئي سبب آهي جو زندگيءَ جي

آخري گهڙين تائين هو پاڻ بين جو سهارو بنجندو رهيو. هو پنهنجي پُٽن جي ڪمائي ڏي بہ اک کڻي نہ ڏسندو هو. پر پاڻ هميشہ انهن جي مدد ڪندو هو. جڏهن تہ اسان جي سنڌ جا گهڻي قدر فنڪار مالي مشڪلاتن ۾ مبتلا رهيا آهن. پر هي الست فقير ٿوري منجهان ٿورو بہ ورهائي ۽ ونڊي کائيندو هو. ڪاڏي ۾ رات جو ڪيس چانور ۽ پڪوڙا وٺندا هئا.

فقير سائين جي گائڪي ايڏي تہ چٽي ۽ پختي هئي جو سندس آواز ۾ آيل هر لفظ چٽو، صاف ۽ وزندار لڳندو هو. هن جو گلو قدرتي مٿاهون هو. نجي محفلن ۾ هن کي ڳائڻ مهل لائوڊ اسپيڪر جي ضرورت نہ پوندي هئي. پلي ڪيترا بہ گهڻا ساز هجن پر فقير جو آواز سازن کان مٿاهون هوندو هو.

فقير سائين پنهنجي فن کي نہ صرف پنهنجي ملڪ تائين محدود رکيو پر ڏورانهن ڏيهن ۾ بہ پنهنجي فن جو تمام سٺو مظاهرو ڪري داد حاصل ڪيو. اها عنايت هڪ بہ سرڪاري ڪامورا پنهنجي صحبت ۾ ڪندا هئا، جن سان فقير سائين جي گهڻي لڳندي هئي ۽ هو بہ فقير سائين کي ايتروئي ڀائيندا هئا.

شهيد ذوالفقار علي ڀٽو وڏي شوق ۽ ذوق سان فقير سائين کان شيخ اياز جو ڪلام "سنڌڙي تي سير ڪير نہ ڏيندو" ۽ شاهہ جو راڳو ٻڌندو هو. فقير گيڙو ويس پائي، چپڙي ۽ يڪتاري تي ڳائي محفل ۾ ويٺل ماڻهن مٿان وجد طاري ڪري ڇڏيندو هو. شهيد ذوالفقار علي ڀٽي فقير سائينءَ کي جيئري ميجتا ڏيندي حيدرآباد شهر جي اتر طرف

چار سئو والن جو پلاٽ ۽ حيدرآباد شهر جي ويجهو هالا روڊ سان هٿڙي ۾ 16 ايڪڙ زرعي زمين ڏني جيڪا زمين اڄ بہ هن جو اولاد آباد پيو ڪري.

فقير سائين 1910ع ۾ ڄائو. ننڍي وهي ۾ هن راڳ جي سکيا ٽنڊو محمد خان جي راڳي حاجي فقير کان ورتي. شاعر محمد بخش ڪوجهي سان گڏجي سچل سرمست جي درگاهہ تي پهريون پيرو حاضري ڀرڻ ڪانپوءِ عبدالغفور مان فقير عبدالغفور بڻجي ويو ۽ سچل سرمست کي ڳائڻ شروع ڪيو ۽ آخري دم تائين سچل سرمست جا هي ڪلام:

- ❖ جنهن پيتا عشق دا جام ـ سا دل مستو مست مدام
- ❖ ماهي يار دي گهڙولي ٻردي
- ❖ ننگڙا نماڻي دا، جيوين تيوين پالڻا

۽ سيد مهدي شاهہ جي ڪافي "اي مالڪ توبهہ تو در" ۽ ٻيا ڪيترائي ڪلام ڳائي ملڪ ۽ ملڪ کان ٻاهر تائين شهرت ماڻي.

فقير عبدالغفور نجي محفلن ۾ سازن کانسواءِ ماچيس جي تال تي واهہ جو ڳائيندو هو. هونئن بہ هن جو آواز سازن جو محتاج نہ هو. هن سنڌي، سرائيڪي، اردو پنجابي، فارسي ۽ گجراتي ۾ بہ ڳائي پاڻ مڃايو.

فقير سائين، سچل سرمست، بابا بلهي شاهہ، خواجہ فريد ۽ شاهہ سائين کانسواءِ ٻين بہ ڪيترن ئي بزرگن جا ڪلام ۽ ڪافيون

ڳائي پاڻ مڃرايو. سندن يادگار ڪلامن ۾ ڪافين ۾ متئين ڪان سواءِ هي بہ آهن:

- گهوم چرخڙا سائيان دا، تيڏي ڪتڻ والي جيوي.
- ساڏي ويڙهي آيا ڪر، يار صبح شام.
- چلوري سيان چرخا ويکين
- لعل ميري پت رکيو يلا، جهولي لال

سنڌ جو هي خوبصورت آواز ۽ سچل سرمست جو عاشق ڳائڪ فقير عبدالغفور 22 جولاءِ 1986ع تي اسان کان هميشہ لاءِ وڇڙي مالڪ حقيقي سان وڃي مليو. سندس آخري آرام گاهہ سنڌ جي اڳوڻي حاڪم ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي جي قلعي ۾ آهي.

ڪاش! اسان ۾ پنهنجي فن ۽ فنڪار جي قدرداني جو عملي احساس پيدا ٿئي. فقير سائينءَ جي دکدائڪ موت تي لطيف سائينءَ جو هيءَ بيت چوندس:

اڄ نہ اوطاقن ۾، تازا پٿر ڪک،
آديسي اُٿي ويا، پئي اڏامي رک،
سامي ڪٺي سنک، وڃائي واٽ ٿيا.

الا الا ڪيڏو نہ ڪلاپ...

---

هي مقالو: فقير عبدالغفور جي تعزيتي ميڙاڪي تي مهراڻ آرٽس ڪائونسل لطيف آباد، حيدرآباد ۾ 2 آگسٽ 1986ع تي پڙهيو ويو.

# خان محمد پنھور ۽ سِگا جون ساروڻيون

ڪنھن ڏاھي جو چوڻ آھي تہ ھر ماڻھوءَ سان روزاني زندگي وارن ڪمن ڪارين ۾ جو ڪجھ وھي واپري ٿو. سو جي ھو لکندو رھي تہ شايد ان کان وڏيڪ بيو ڪو چڱو ڪتاب ٿي نہ سگھندو پر اسان گھڻو ڪري اجاين ڪچھرين ۽ اجاين ڳالھين ۾ وقت وڃايون ٿا. اجايو مصروف سڏائڻ واري فيشني دور ۾ لکڻ پڙھڻ ڪنھن جي وس ۾ ناھي چو تہ ھر ماڻھو ان شيءِ کي چڱو نٿو سمجھي. بيو ھي تہ جي اگر ڪو لکڻ بہ چاھي ٿو تہ اھو سمجھي ٿو تہ منھنجي ذاتي ڳالھين سان بئي جو ڇا وڃي، پر آئون سمجھان ٿو لکڻ چڱي ڳالھہ آھي ڇاڪاڻ تہ جو ڪجھہ اڄ وھي واپري ٿو اھو ايندڙ وقت جي ماڻھن لاءِ تاريخ جا ورق ھوندا. ڇاڪاڻ تہ وقت پاڻيءَ جيان ھٿن جي وٿين مان وھندو وڃي ٿو. بنان ڪنھن جي انتظار ڪرڻ جي. بھرحال آئون ڪنھن فلسفي ۾ وڃڻ نٿو چاھيان. پنھنجي پياري دوست ميان عبدالمجيد پنھور جي بار بار انھيءَ اسرار تي تہ پائو خان محمد پنھور ۽ سِگا (سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن) جي يادگيرين تي ڪجھہ لکي ڏيانس. تہ ھو مرحوم خان محمد پنھور جي ايندڙ ورسيءَ جي موقعي تي ڪتاب ۾ ڇپرائيندو.

آئون ڪو وڏو اديب، فلاسفر يا ليڪڪ نہ آهيان جو منهنجي لکڻي ۾ وڏي معنيٰ رکندڙ يا اهڙا ڏکيا لفظ هجن، جن لاءِ پڙهندڙ ڊڪشنريون کولي ڏسن يا وري تشبيهين سان مضمون ٽمٽمار هجي جو پڙهندڙ واهہ واهہ ڪندو رهي ۽ نہ ئي اهڙو ذوق اٿم جو دنيا جي ڏاهن جا لکيل صفحن جا صفحا مضمون ۾ پري پڙهندڙن کان داد وٺان. بهرحال دوست عبدالمجيد پنهور جي محبت ۽ خان محمد پنهور جو پاڻ تي قرض سمجهي پراڻين ياد گيرن کي سميٽيندي "جو حال حبيبان سو پيش پريان نال."

سائين خان محمد پنهور سان منهنجي ملاقات سال 1978ع ۾ جرنلزم شعبي، ميٿاميٽڪس بلڊنگ، سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو ۾ پنهنجي دوست ميان عبدالخالق سرڪي (جو ان شعبي ۾ ڪلرڪ هو) ڪرائي. آئون ان وقت سنڌالاجي ۾ ملازم هوس ۽ سنڌي ادبي سنگت سنڌ يونيورسٽي ڪالوني برانچ جو جوائنٽ سيڪريٽري پڻ هوس.

ملاقات دوران پهرين سماجي ڪمن ڪارين تي ڳالهہ ٻولهہ ٿي ۽ پوءِ ادب ۽ سياست تي پڻ گفتگو ٻہ هلندي رهي. اڄ بہ سندس چيل هڪ جملو ياد اٿم تہ پيارا 'شفيع' اڄ کان پوءِ پنهنجي دوستي پڪي. آئون توکي هڪ ننڍڙي دنيا مان ڪڍي وڏي دنيا ۾ وٺي هلڻ چاهيان ٿو. ڳالهہ ٻولهہ هلندي ميز جي خاني مان سِگا جو ڇپيل فارم ڪڍي منهنجي اڳيان رکيائين اهو چئي تہ هي پري وٺ. مون بہ ڪٺي فارم پري ڪيس ڏنو. فارم وٺي ڇوڙ لڳو اڄ شام سگا حيدرآباد جي ماهوار گڏجاڻي آهي. ڊسٽرڪٽ ڪائونسل بلڊنگ جي ڪمرو نمبر- 41 ۾ اتي ملاقات ٿيندي، ضرور اچجان. ڪجهہ گهڙيون ويهي موڪلايم. شام پنجين وڳي سِگا آفيس پهتس. سائين خان محمد پنهور ۽ چند ٻيا ماڻهو مون

ڪان اڳ آفيس ۾ ويٺل هئا. ڏسندي ڏسندي ويهارو ڪن همراهہ اچي گڏ ٿيا، جن مان ڪي چهرا ڇاتل سڃاتل هئا. خوش خير عافيت هڪٻئي سان حال اورڻ بعد ميٽنگ جي شروعات ٿي. پروفيسر اعجاز قريشي صدارتي ڪرسي سنڀالي ۽ خان محمد پنهور جنرل سيڪريٽري جي حيثيت سان ميٽنگ جي ڪارروائي هلائي. آخري اسم شايد معمول مطابق نون ميمبرن جي ميمبرشپ جي بحالي جوئي هوندو هو. هر نئين ميمبر جي فارم کي چڱي طرح ڏسي وائسي ڇنڊ ڇاڻ ڪرڻ بعد منظور ڪيو پئي ويو. مون کي بہ پرويز خان محمد پنهور ڪيو هو. ميمبر شپ بحال ٿيڻ سان پنهور صاحب مونکي اتي جو اتي سگا حيدرآباد شاخ جو آفيس سيڪريٽري منتخب ڪرايو. پئي ڏينهن کان آئون باقاعده پنهنجا فرض سِگا ۾ سرانجام ڏيڻ لڳس. تنهن وقت سِگا جو نالو سڄي سنڌ تہ ڇا پر پوري پاڪستان ۾ مشهور هو. ۽ هن جماعت جي ڪارڪردگي جي ڪري ماڻهو هن جماعت کي وڏي عزت جي نگاهہ سان ڏسندا هئا ۽ ڏسندا آهن. ڇاڪاڻ تہ ان وقت جي گهُٽيل ۽ ٻوساٽيل ماحول ۾ سنڌي ماڻهو هن جماعت کي پنهنجي لاءِ تحفظ ۽ پرجهلو بہ سمجهندا هئا ۽ آهن.

يقيناً هي هڪڙي ئي جماعت هئي جيڪا پنهنجي سرگرمين ذريعي تعليم، صحت، ادب ۽ وندر وروندهہ جا شايان شان پروگرام ڪري ماڻهن ۾ شعور ڏيڻ سان گڏ بيداري پيدا ڪندي آئي آهي. اهوئي سبب هو جو هن جماعت جون سڄي سنڌ جي ننڍين يا وڏن شهرن کان ويندي ملڪ جي گادي واري هنڌ اسلام آباد شهر ۾ بہ شاخون قائم ٿيل آهن.

سِگا جي مرڪزي عهديدارن ۾ ڊاڪٽر سليمان شيخ، ڊاڪٽر شريف ميمڻ، نظر ميمڻ، مظهر ميمڻ، ولي محمد روشن، بخش علي لاکو ۽

خان محمد پنهور سان گڏ ٻيا بہ ڪيترائي هئا جي مرڪزي اڳواڻ هئا. هن جماعت جي هر فنڪشن لاءِ سنڌي، اردو ۽ انگريزي اخبارون وڏين سرخين سان خبرون ڏينديون هيون. برسرِ روزگار ۽ بيروزگار گريجوئيٽ ميمبرن کان ويندي وڏي ڪاموري تائين هن جماعت جي فنڪشن ۾ اچڻ پنهنجي لاءِ فخر محسوس ڪندا هئا. نہ صرف اهو پر هر ننڍو وڏو ڪامورو مرڪزي توڙي سنڌ حڪومت جا وزير بہ هن جماعت جي فنڪشن ۾ اچڻ تي پنهنجي لاءِ باعثِ عزت محسوس ڪندا هئا. سچ پچ تہ سِگا جو اهو دور جن بہ سڄڻ ڏٺو هوندو انهن کان اڄ تائين وسري نہ سگهيو هوندو. جيتوڻيڪ اڄ بہ دوست هن جماعت سان پنهنجي سچائي ۽ ايمانداري سان هلي رهيا آهن.

سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن جي مرڪزي آفيس تہ ڪراچي ۾ آهي پر اندرون سنڌ لاءِ حيدرآباد شاخ جڻ تہ مرڪزي آفيس واري حيثيت رکندي هئي. سڄي سنڌ جي مختلف شاخن جا عهديدار ۽ ڪارڪن ايندا رهندا هئا. جيڪي مختلف ڪمن ڪارين تي ڳالهہ ٻولهہ بہ ڪندا رهندا هئا. جيترو تي سگهندو هو انهن جي مدد ڪئي ويندي هئي. اصل ۾ مون کي سِگا ۽ خان محمد پنهور تي لکڻو آهي پر آئون تہ الائي ڪٿان جو ڪٿان وڃي نڪتس تنهنڪري وري اچون ٿا موٽي پنهنجي موضوع تي.

سِگا جي جن سڄڻ کان آئون متاثر ٿيس يا آهيان انهن ۾ ڊاڪٽر سليمان شيخ، ولي محمد روشن ۽ خان محمد پنهور سرفهرست آهن. مذڪوره ٽئي ماڻهو حقيقت پسند، درد دل رکندڙ همدرد، هڏڏوکي، سچا ۽ صاف گوءِ رهيا آهن ۽ پنهنجي ڪم ۾ ايترا تہ محو نظر ايندا رهيا، جو هنن شايد پنهنجي گهر کي بہ ايترو ٽائيم نہ ڏنو هوندو جيترو

سگا کي ڏنو آهي. منهنجو اهو قطعي مقصد ناهي تہ سِگا ۾ صرف اهي
تي ماڻهو مخلص ۽ ايماندار هئا يا آهن. بلڪہ ساري سنڌ جا دوست
پنهنجي پنهنجي ليکي هن جماعت جي اصولن سان واڳيل رهيا، ۽
ڏينهن رات هڪ ڪري پنهنجون خدمتون سرانجام ڏنائون ۽ ڏين پيا.
لطيف سائينءَ جي چواڻي تہ:

سُـــک نـــہ سُـــتا ڪـــڏهين، ڪڙڪڻـــا لاهـــي!
اوســـــيئڙو آهـــــي، ڪـــاهوڙين اُن پنـــــڌ جـــــو.

اهڙي طرح سان خان محمد پنهور سگا جو اڻٿڪ مخلص ۽
سچي ڪارڪن ڪان ويندي ليڊر جي حيثيت ۾ سڃاتو ويندو هو. سچي
سنڌ جا دوست هن شخص کي عزت جي نگاهہ سان ڏسندا هئا. سنڌ جي
ٻهراڙي واري شاخ هجي توڙي شهر جي، شاخ جا دوست خان محمد پنهور
کي سِگا جو حقيقي نمائندو سمجهندا هئا. ڇاڪاڻ تہ ٻين دوستن وٽ
سِگا جي ڪارڪنن لاءِ ملڻ جو ٽائيم نہ هوندو هو جو انهن جي جائز
ڪمن ڪارين ۾ هٿ ونڊائي سگهن يا ڏک سک ۾ بہ پير پري سندن اڳڻ
وڃي هنن کي پنهنجائپ وارو احساس ڏياري سگهن پر خان محمد پنهور
وٽ ڪو بہ ٽائيم مقرر نہ هوندو هو ۽ نہ ئي وري سواري لاءِ ڪا موٽر گاڏي
هئس جو ان تي آساني سان هلندو وتي. پر هي فقير منش ماڻهو شلوار
قميص ۾ هجي يا ٽري پيس ۾ پنڌ هلڻ ۾ بہ ڪو عار محسوس نہ ڪندو
هو.

خان محمد پنهور لاءِ دوستن وٽ مشهور هو تہ هن وٽ سليماني
ٽوپي آهي ڇاڪاڻ تہ ـي سِگا جو واحد شخص هو جو سچي سنڌ جي
شاخن جا دورا ڪري اتان جي دوستن کي همٿائيندو رهيو تہ ڪم!
ڪم! ۽ ڪم. ڇا جي ناراضگي، ڇا جي دشمني، ڇا جي ڇڱ مڙسي، ڇا

جي وڏيرائپ، ڇاجي آفيسري هو چوندو هو بابا پاڻ ماڻهو پيدا ٿي ٿيا آهيون پنهنجي ڌرتي ۽ ڌرتيءَ تي رهندڙن جي ڪم اچڻ لاءِ. ماڻهو پلي پيا جو وڻين سو چون. پاڻ کي سنڌ ۽ سنڌ جي ماڻهن لاءِ ڪجهه ڪرڻو آهي. هن وٽ مسلسل جدوجهد جو اڻانگو سفر هو. هن جي ذهني ڊڪشنري ۾ مايوسي گناهه هئي. هن جو نوجوان نسل لاءِ نعرو تعليم ـ تعليم ۽ تعليم هو.

سچ پچ تہ هن ماڻهوءَ کي ان جنوني حالت ۾ ڏسي ٻين ۾ بہ سماجي ڪمن لاءِ اتساهه پيدا ٿيندو هو. هن جو ڪمال ڏسو ڪنهن شاخ واري دوست ڪنهن پروگرام لاءِ چڱو مڙس ڪري گهرايس. ماڻهن جا انبوهه سندس استقبال لاءِ بيٺل هئا تہ خان محمد پنهور ڪنهن وڏي گاڏي يا ڪنهن پيجارو مان اچي لهندو پر خبر تڏهن پوندي هئي جڏهن هو عام بس يا ڪنهن رستي هلندڙ ٽرڪ واري کي هٿ ڏيئي اچي منزل تي رسندو هو. اهو ڏسي هو حيرت ۾ پئجي ويندا هئا، پوءِ تاڙين جي گونج ۾ قافلو هلندو اسٽيج تائين ايندو هو. ننڍي وڏي لاءِ ساڳي محبت، ساڳيو پيار سڀن سان هٿ جوڙهر ڪارڪن کي پيار جي نگاهه سان ڏسي شاباس ڏيڻ تہ ڪو هن کان سکي ها. هن وٽ اهو ڏانءُ هو. پنهنجائپ وارو وڙهو. جنهن سان پاڪر پائي ملندوهو تہ سچ پچ ان جا تڪ لهي پوندا هئا ۽ پنهنجائپ جو احساس اجا وڌيڪ لڳندو هو.

اها تہ هڪ حقيقت آهي تہ هي ماڻهو بنان لوڀ لالچ جي سماجي خدمت ڪندو رهيو ۽ ڪيترا ادارا ناهي هم خيال دوست گڏ ڪٺي پنهنجي مقصد ڏي هلندو رهيو. ڪڏهن شڪايت نہ ڪيائين ۽ ويو ادرا ناهيندو ۽ باقاعده ڪاميابيءَ سان هلائيندو. جهڙوڪ: شيخ عبدالمجيد سنڌي اڪيڊمي، پارس پبليڪيشن، ڊاڪٽر اينيميري شمل

انسٽيٽيوٽ آف لئنگويج، سنڌ ڳوٺ سڌار سنگت ۽ صحافت جو شعبو ۽ سِگا جي سٽ ۾ ڀرپور نموني شامل رهيو. ازنسواءِ عبرت اخبار ۾ ”ويچار“ ڪالم لکي پاڻ مڃايو. هن جو اصل مقصد صرف ۽ صرف اهو هو تہ عام ماڻهو ۾ سجاڳي اچي. پنهنجي ڌرتي، ٻولي ۽ پنهنجن ماڻهن کي سڃاڻي.

خان محمد پنهور، سنڌ جي بزرگن جن ۾ جي ايم سيد، شيخ عبدالمجيد سنڌي، پير حسام الدين شاهہ راشدي ۽ ٻين اهڙن ئي تاريخي شخصيتن جو ڪنهن نہ ڪنهن طريقي سان سنڌ جي نئين نسل سان واقفيت پيو ڪرائيندو هو. جرمن جي اسڪالر ڊاڪٽر اينيميري شمل جي نالي ليئنگويج انسٽيٽيوٽ کولي نئين نسل کي آگاهي ڏني.

برملا چوندو هو بابا، وڏي عمر جي بزرگن جي عزت ڪندا ڪريو. هيءَ اسان جي سڃاڻپ آهن. اسان کي هنن جو قدر ڪرڻ گهرجي. ڳالهين ئي ڳالهين ۾ واسطيدار سِگا شاخ جي دوستن کي چوندو هو بابا ٻئي دفعي هن بزرگ سان شام ملهايو. آئون ضرور ايندس. هڪ دفعي منهنجي ڳوٺ آيو منهنجي بزرگ چاچي صوفي لعل محمد چانڊئي سان ملاقات ڪرڻ. بس! ڪهڙي ڳالهہ ڪجي. چاچا سائينءَ جي ايتري عزت ڪيائين جو آخري دم تائين وقت بوقت هن جي خيرعافيت پڇڻ بعد سلام ضرور ڏيندو هو ۽ چوندو هو بابا اهي بزرگ اسان لاءِ ڇپرڇانوَ آهن. اسين هنن جو هڪ بہ ٿورو لاهي نہ سگهنداسين. اهڙي طرح چاچا سائين بہ پنهور صاحب جي بيحد عزت ڪندو هو.

اها هڪ حقيقت آهي تہ خان محمد پنهور صاحب سان سِگا جا ڪجهہ دوست ناراض هوندا هئا. هن جي ماڻهن ۾ عزت ڏسي برداشت نہ ڪندا هئا. ميٽنگ ۾ هن مٿان اجائي تنقيد ڪندا هئا، پر هو صبر و

تحمل سان ڪلي سندن ڳالھ ٻڌي جواب ڏئي مطمئن ڪندو ھو يا ڳالھ ڪي ٿاري ڇڏيندو ھو ۽ چوندو ھو تہ بابا ساٿين تي تنقيد براءِ تنقيد نہ پر تنقيد براءِ اصلاح ڪرڻ گھرجي. سندس بردباري ھمت، جرئت، بلند حوصلو ڏسي اسان پارا ڪچا ذھن بہ اڳيان ڪم ۾ ھيا ۽ آخري دم تائين ساڻس گڏ ھئاسين.

ھڪ واقعو ياد ٿو اچيم تہ ننڍين ڳالھين تان سندس دل گھريا دوست اندر ئي اندر وڙھندا رھيا. نتيجي ۾ سِگا ۾ گروپ بندي جنم ورتو. سِگا حيدرآباد جي شايد اھا پھرين باقاعدي اليڪشن ھئي جنھن ۾ اعجاز قريشي گروپ ۽ خان محمد پنھور گروپ سامھون اڀري آيا. ھڪ پاسي ڪامورو گروپ ھڪ گروپ کي ڪٿائڻ جا جتن ڪندو رھيو تہ ٻئي پاسي خان محمد پنھور ۽ آئون پنڌ ھلندي ورڪ ڪندا رھياسين. ان اليڪشن تي طرحين طرحين جا الزام پنھور صاحب برداشت ڪيا پر شاباس آھي ھن جوان جي پٽ کي، جو موٽ ۾ ھن ٻئي گروپ جي ڪنھن بہ قسم جي گلاغيبت نہ ڪئي بلڪ ھر ھنڌ اھو چوندو رھيو تہ سائين دوست آھيون، جيڪو ڪتي ايندو گڏجي ڪم ڪرڻو آھي، چاڪاڻ تہ مقصد تہ ھڪڙو ئي آھي تہ سنڌ ۽ سنڌي ماڻھن جي خدمت ڪرڻ. ھنن ۾ شعور ۽ بيداري پيدا ڪرڻ. اسان سڀ پنھنجي پنھنجي حصي جو ڪم ايمانداري، سچائي ۽ ھمٿ سان ڪنداسين ۽ پنھنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿي قوم ۽ ڌرتي جو مانُ مٿاھون ڪنداسين. سو مقرر وقت تي اليڪشن ٿي. نتيجو نڪتو اعجاز قريشي صدر، آئون (شفيع) جنرل سيڪريٽري، سليم قريشي (ادبيات وارو) نائب صدر، شوڪت بالادي خزانچي مطلب تہ خان محمد پنھور گروپ ٻين سيني پوسٽن تي ڪاميابي ماڻي ليڪن پاڻ صدارتي چونڊ تان ھار کاڌائين پر وڏي

فراخدليءَ سان سيني کي مبارڪ ڏنائين. چند لفظ ڳالهائيندي اهو ٿي ورجايائين تہ اسين سڀ هڪ آهيون. اسان جو مقصد ساڳيو آهي. اليڪشن کي ذاتي انا جو مسئلو نہ بنائڻ گهرجي. ڪنهن هاريو ڪنهن کٽيو ڪم گڏجي ڪرڻو آهي.

ان ڏينهن شام جو سج لٿي مهل آئون دوستن سان گڏ سندس سنڌ يونيورسٽيءَ ڪالوني ڄام شورو واري بنگلي تي ويس. سيني دوستن کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو. اهائي مرڪ چپن تي، اها ئي همت ڏيارڻ جي ڳالهہ تہ بابا مڙس ٿي ڪم ڪجو. متان اهو سوچيو تہ مون هارايو آهي بلڪ مون کٽيو آهي. اعجاز قريشي معنيٰ خان محمد پنهور ۽ خان محمد پنهور معنيٰ اعجاز قريشي آهي. هن جو حوصلو بردباري ڏسي اسين حيرت ۾ پئجي وياسين نہ ڪنهن جي شڪوا نہ گلا. ذري برابر ڏک نہ هوس اليڪشن هارائڻ جو. اجا وڏيڪ حوصلو بلند. اجا وڏيڪ جذبو جوان. اسان سڀ هن جي مُنهن ڏي ڏسندا سندس خاطر تواضع جي مهرباني مڃيندي پنهنجي پنهنجي گهر موٽياسين.

ڳالهين ڳالهين ۾ ياد ٿو اچيم تہ اليڪشن کٽڻ جي خوشيءَ ۾ ان وقت حيدرآباد ڊويزن جي ڪمشنر عبدالله جي ميمڻ دعوت ڏني تہ منهنجي چانهن پي وڃو. هڪ ڏينهن شام ڌاري سڀ دوست گڏجي ڪمشنر هائوس آياسين. پاڻ اسان جي اچڻ جو ٻڌي دروازي تائين هلي آجيان ڪندي هڪ هڪ سان وڏي چاهہ سان ياڪر پائيندو مبارڪ ڏيندو ڪرسي تي ويهڻ جي آفر ڪندو رهيو. جڏهن سڀ دوست پنهنجي پنهنجي ڪُرسيءَ تي ويٺا ۽ پاڻ آخر ۾ پنهنجي ڪرسيءَ تي اچي ويٺو. تڏهن ڪلنڊي چيائين تہ دوستن جو تعارف ٿي وڃي. اسان سيني دوستن جو هڪ ئي دوست تعارف ڪرائيندو رهيو. عبدالله

صاحب ڪن چهرن کي سڃاڻندو هو ۽ ڪي چهرا هن لاءِ نوان هئا.
بهرحال دوست واري سان تعارف ڪرائيندو سگا جو عهدو مڙيئي ڇڇن ۾
پر ڪاموري وارو عهدو فخر سان چوندو رهيو. منهنجو تعارف
ڪرائيندي چيائين، شفيع چانڊيو ڪلارڪ سنڌ يونيورسٽي. بس! اها
گهڙي خان محمد پنهور جي ڏسڻ وٽان هئي. سخت احتجاج ڪندي
عبدالله صاحب سان مخاطب ٿيندي چيائين سائين اسين هت اوهان وٽ
سگا جي وفد جي صورت ۾ دعوت تي آيا آهيون نه ڪي ڪنهن معتبر
ڪاموري واري حيثيت ۾. عبدالله صاحب هائو هائو پنهور صاحب،
ڪندو رهيو- پنهور صاحب چيو هيڏي ساري نا انصافي - عبدالله
صاحب پڇيو آخر ٿيو ڇا- هن يڪدم منهنجي ڪلهي تي هٿ رکندي
چيو هي نوجوان شفيع چانڊيو آهي. اليڪشن ۾ سڀ کان وڌيڪ ووٽ
کٽي جنرل سيڪريٽري جي عهدي تي ڪاميابي ماڻي اٿس. اسان جو
دوست سندس تعارف ڪلارڪ وارو پيو ڪرائي. خان محمد پنهور جو
ايترو چوڻ ۽ عبدالله جي ميمڻ جو پنهنجي ڪرسيءَ تان اٿي اچي مونکي
وڏي پيار منجهان ڀاڪر پائي مبارڪ ڏني ۽ چيو ته واقعي تعارف سگا
وارو ٿيڻ گهرجي ۽ وڌيڪ چيائين ته اسان کي هنن نوجوانن جو قدر
ڪرڻ گهرجي، هنن جي همت کي وڌايون ڇاڪاڻ اسان جو آئيندو هي
ئي ته آهن. جڏهن ته سڄي گروپ ۾ آئون عمر ۽ نوڪري جي لحاظ کان
ننڍي ۾ ننڍو هوس.

عبدالله جي ميمڻ صاحب محبتي ماڻهو هو. هن پاڻ پنهنجي
هٿن سان اسان جي خاطر تواضع ڪندي نصيحت ڀريون ڳالهيون
ٻڌايون ۽ پنهنجي زندگيءَ جا ڪيترائي غربت واري دور جا قصا ٻڌايا،

سو حقيقت ۾ خان محمد پنهور کي پنهنجن دوستن جي عزت ڪرائڻ ايندي هئي ۽ پاڻ تہ هر وقت ڪندو ئي هو.

خان محمد پنهور کي اهو بہ ڪريڊٽ وڃي ٿو تہ هن حيدرآباد شاخ کي وڏ ۾ وڏ ايڪٽو ڪري ڏيکاريو. هن پنهنجي سگا واري ايام ڪاريءَ دوران وڏ کان وڏ ادبي ۽ ثقافتي فنڪشن ڪرايا. بزرگن سان شامون ملهايون . ٻهراڙي جي ڳوٺن ۽ شهرن ۾ هيلٿ ڪئمپون هڻايون، جن ۾ ماهر ڊاڪٽر مفت مشوري سان گڏ مفت دوائون بہ ڏيندا هئا. سِگا جي دوستن لاءِ هائوسنگ سوسائٽي ڄامشورو ٽول پلازه پرسان پلاٽ منظور ڪرائي ڏياريا، جيڪا سوين ايڪڙن تي مشتمل آهي. ازانسواءِ عاليشان راڳ رنگ جون محفلون مچايون. مائي عابده کي راڳ جي راڻي جو خطاب بہ خان محمد پنهور ڏنو هو. سِگا پاران مختلف سالن کي مخصوص نالن سان ملهائڻ جو سڏ بہ هن ئي ڏنو. مثلن: لطيف سال، صحت جو سال، تعليم جو سال، ثقافت جو سال، ڳوٺ سُڌار سال ۽ ٻيا.

هن مضمون لکڻ وقت منهنجي ذهن ۾ قطعي اهو خيال نہ هو ۽ نہ آهي تہ هي لکي ڪنهن جي دل آزاري ڪيان پر جي ڪي ڳالهيون سچائي سان لکجي ويون آهن ۽ لکڻ بہ کپن، تن سان جي ڪن سڄڻن جي دل آزاري ٿئي تہ ان لاءِ معافي جو طلبگار آهيان.

---

٭ هي مضمون: ڪتاب "هڪ عملي انسان" ڊاڪٽر خان محمد پنهور. صفحو 64 کان 73 سال........تان ورتل آهي.

# سليم قريشي

## ۽ ڪتاب ”ديس پرديس“

جي چورين ڏنا ڇال، تہ بہ لاهوتي لنگهي ويا (شاهہ)

چوندا آهن تہ ڪارو ٻڌجي ڪمري سان تہ رنگ نہ مٽائي تہ بہ اوساڻ ضرور اچي. سو سليم قريشي جو ڪتاب گهر (اديبات) بہ هڪ حيدرآباد جو اهڙو ئي مرڪز آهي جتي ڪو پنو پينسل ۽ ڪاپي يا ڪتاب وٺڻ وارو ڪو نہ ٿو اچي، پر هن پنهنجي دڪان ۾ اهڙيون وَٿون ۽ وڙ چونڊي چونڊي اچي رکيا آهن جو اتي صبح کان رات تائين گهڻو ڪري اديب، شاعر، صحافي، ادب نواز ۽ ادب جا پارکوئي ميڙا مچايو ويٺا هوندا آهن.

اها حالت گذريل ڪيتـ سالن کان آهي ۽ وجي ٿوان ۾ اضافو ايند . اهڙن حالتن ۾ اهو مڪن آهي جو سليم قريشي تي انهن اديب ع من جي صحبتن جو اثر نہ پوي، سا اڻ ٿيڻي ڳالهہ آهي.

سيم قريشي جهڙي زندهہ دل نوجوان يارت ياترا ڪري پنهنجو سفر نامون ”ديس پرديس“ هن شاندار تخليق کي بازار ۾ آڻي

يقينن وڏو ڪارنامو ڪيو آهي. ڪتاب تي ڳالهائڻ کان اڳ ٿتي سٿون سليم قريشي جي شخصيت تي چوڻ ضروري ٿو سمجهان. سليم دڪاندار گهٽ پر دوست وڏيڪ آهي. دوست به دل وارو! ڪنهن به ڪم کان انڪار نه ڪندڙ ۽ ثقافت هامي پريندڙ. اوهان ڪو ڪم چئي ڏسوس پوءِ اهو ڪيترو به ڏکيو ۽ پري ڇو نه هجي. پر ان پل اوهان اهو سوچيندا ته اوهان جو ڪم بَس ٿي ويو. پوءِ اهو ڪم ٿئي نه ٿئي پر في الحال اوهان جي دل خوش ٿي ويندي.

سليم قريشي هن وقت اوهان جي سامهون نه ته دڪاندار نه ئي اهو دوست آهي جيڪو علاء الدين چراغ بنجي دوستن جا ڪم ڪري. هن وقت هو هڪ ڪتاب جو ليکڪ آهي، پر اوهان کي اها به خبر ٻڌائيندو هلان ته هو هڪ بهترين سنڌي ۽ اُردو ريڊيو ڊرامن جو صداڪار به آهي. اوهان آخر ۾ سندس آواز جي ڪُٺالٿِي مان اندازو لڳائي سگهندا ۽ منهنجي هن ڳالهه جي تصديق به ڪندا.

سنڌي ادب ۾ هن وقت تائين لڳ ڀڳ ٽيهارو کن سفرناما ڇپجي چڪا آهن. جن مان ڪيترا ته ٽي ٽي ڀيرا به ڇپجي ۽ کپجي چڪا آهن. ان مان اسانجي سنڌي اديبن جي نه صرف لکڻ جي رفتار جو پتو پوي ٿو پر پڙهندڙن جي تعاون ۽ قدردانيءَ جو به احساس ٿئي ٿو. سنڌي ادب جي هن صنف ۾ نوجوان لکندڙن مان الطاف شيخ گهڻا ڪتاب لکيا آهن (جيڪو پائو سليم جو پيارو دوست پڻ آهي) الطاف شيخ سنڌي ادب ۾ سفرناما لکي جيڪي چار چنڊ لڳايا آهن. لڳي ٿو ته سليم قريشي ان کان گهڻو متاثر ٿيو آهي، جو منجهن به اها ساڳئي بي تڪلفي، بي باڪي ۽ صاف گوئي موجود آهي جيڪا سليم قريشي جي هن ادبي شاهڪار "ديس پرديس" جي سونهن آهي.

سنڌي ادب ۾ جيتوڻيڪ سفرنامن جي اشاعت جي تاريخ ايتري پراڻي ڪانهي، پر اسان سڀني کي خبر آهي ته اها سنڌ جي قديم روايت رهي آهي ته ڪو ماڻهو سفر تان موٽندو هو يا ڪنهن وٽ مهمان ٿي ايندو هو ته مهمان ۽ ميزبان ڪم ڪار لاهي واندا ٿي ۽ هڪ منا ٿي وِهندا هئا خبرون چارون ڏيڻ ۽ وٺڻ. اهو سلسلو ايڏو ته طويل هوندو هو جو ان ۾ گهر مان نڪرڻ کان وٺي ڪچهريءَ واري لمحي جي وچ ۾ جيڪي وَهيو واپريو ڏٺو وائٺو ڪاڏو پيتو سَنو يوڳيو سمورو احوال يعني سُئي سڳي سوڌو هڪ ٻئي کي ڏيندا وٺندا هئا، جنهن ۾ کير پُٽَ، ڍڳا ڍور، اوڙو پاڙو ٻنيون ٻارا ۽ اڳهه پار سڀ سمايل هوندا هئا. هاڻي اهي روايتون وڃن ٿيون ختم ٿينديون پر جيڪڏهن ائين چئجي ته غلط نه ٿيندو ته اهي روايتون هاڻ وري هنن سفرنامن جي صورت اختيار ڪنديون پيون وڃن. آئون سمجهان ٿو اهو چڱو ڪم آهي ۽ اڳتي به ٿيڻ گهرجي.

هي سفرنامو 222 صفحن تي ۽ پنجن هفتن جي سفر ۾ پيائو سليم قريشي اسانکي سنڌ جي وچڙيل سڄڻن سان ملايو آهي، جنهن تي پاڻ بيشڪ کيرون لهڻي.

"ديس پرديس" بابت پارکو ۽ نقاد پلي ڪجهه به چون ته سليم کي هينئن لکڻ کپندو هو يا هوئن لکڻ کپندو هو پر جي مونکان پڇو ته ائين چوندس ته سليم يا اسانجا ٻيا ساٿي جيڪر چِتي چِماهِي پارت مان ٿي موٽن ۽ اتي اسانجي وچڙيل وڳر جي خيريت ۽ عافيت جي خبر آڻين ۽ کين اکين سان آسودو سُک سانت ۽ آنند ۾ ڏسي اچي، ۽ اهڙي طرح وري اهي پياريون صورتون اسان وٽ به ڪڏهن ڪڏهن سڪ جو سفر ڪري اچن ته اهو عمل سنڌي ادب جي مَنَ گُهرن جي سينن تي

مگ ڏرڻ کان گهٽ نہ آهي ۽ سنڌي ٻولي جيڪر پنهنجي ساڳئي جوڀن ۽ جلال ۽ ڪمال سان چوڏهين جو چنڊ بڻجي روشنيءَ جو راڄ ڪري.

جڏهن جگديش بڪ ڊيپو جي سيٺ آنند رام کيس چيو "چا تون اديب آهين"سليم وراڻيو: "نہ چاچا, اڄا اها بيماري ڪانہ لڳي اٿم" پر پارت پاترا ڪانپوءِ اسانکي اڄ افسوس سان اعلان ڪرڻو ٿو پوي تہ ويچارو سليم قريشي بہ نيٺ هڪ مهلڪ ۽ موذي مرض ۾ مبتلا ٿي چڪو آهي.

توهان سڀ سندس صحت ۽ شفايابيءَ لاءِ دعا ڪندا ۽ آئنده بين دوستن کي بہ پارت گهمڻ کان روڪيندا. (ڪِل پوڳ ڪندي).

جتي هو 25 فلمون بہ ڏسي چڪو آهي ۽ چوپاٽي ۽ جوهُو جي سحر انگيزين ۽ حُسن و شباب جي دلربائن (حسينائن) کان بہ لطف اندوز ٿي موٽيو آهي ۽ ڪيترين ئي من موهڻين پنهنجي ڪافر ادائن سان کيس ڪمپني ڏيڻ جي آڇ ڪئي, پر هي مولائي مڙس بقول پٺاڻي صاحب جي:

"جي چورين ڏنا چال, تہ بہ لاهوتي لنگهي ويا"

پارت جي هن مختصر دوري ۾ سليم قريشي جي هي ڪاميابي ڪا اڻ ٿيڻي ڪانہ هئي, پر هڪ تہ سندس محبوب شخصيت ۽ لحاظي طبيعت ۽ پارت لڏي آيل اديبن سان مسلسل رابطو جن مان ڪيترن سان سليم يا سندس ڪٽنب جا فيملي لاڳاپا آهن, ۽ ڪيترن سنڌي اديبن جي پُٽن سان سليم قريشي جي پاري بہ آهي. ۽ وري سندس ڏنڊو ۽ ڪاروبار بہ اهڙو آهي جو هندستان ۽ پاڪستان

جي اديبن سان سندس ڏيک ويک، چاڻ سُڃاڻ تہ اوس رهي ٿي، پر ٻيو خاص سبب آهي اتي جي سنڌي پاڙن خصوصن سنڌي اديبن جي سنڌ سان سِڪ ۽ محبت جو. سنڌ مان آيل سنڌي مهمان کي هو پنهنجي اڱڻ آيل ڏسي پنهنجا پاڳ پلا ٿا پائين. شال جڙيا هجن، سکيا هجن، دعا آهي تہ اهو جذبو ۽ اها اُمنگ الله ڪري هميشہ قائم دائم هجي.

پر هن سفرنامي ”ديس پرديس“ جي پڙهڻ کانپوءِ مونکي اهو ڳوناٺو ياد ٿو اچي جنهن جي اجرڪ ميلي ۾ وڃائجي وئي هئي ۽ هو سيني کي چوندو وتيو تہ اهو ميلو لڳايو ئي ان لاءِ ويو هو تہ ”هو منهنجي اجرڪ کسڪائين.“

سو سليم قريشي هي سفر ڪيو ئي هو ”ساڙهين جي اسمگلنگ لاءِ“.

خبر ناهي تہ پائو سليم قريشي ايتريون ساڙهيون ڪيڏانهن ڪيون.

---

٭ هي مقالو: سليم قريشي جي ڪتاب ”ديس پرديس“ (انڊيا جي سفرنامي) جو مهورت تي، تاريخ 28 ڊسمبر 1982ع تي، پاڪستان نيشنل سينٽر حيدرآباد ۾ پڙهيل.

# سيد زوار نقوي

# ۽ ڪتاب پَل - اَپل

”پَل - اَپل“ منهنجي يار، منهنجي دوست، پاڙيسري، پياري مرشد سائين زوار نقوي لکي پنهنجي اندر جي اڌمن کي اَڇن پنن تي اُڇليو آهي. مون پَل - اَپل کي پَل پَل ۾ پڙهيو آهي ۽ پڙهندو به رهندس چوجو ان ۾ آئون زوار نقوي کي ڳوليان پيو ته ڪٿي ۽ ڪهڙي صفحي تي سچي ڪئي اٿس يا بس رڳو يارن جو يار آهي!. جنهن نظر سان مون زوار کي ڏٺو آهي سو ڪتاب ۾ ڪونهي. مون سندس پهريان ڇپيل به ٽي ڪتاب هڪڙو ”انسانن جو ميڙ“ ٻيو ”زندگي او زندگي“ ۽ ٽيون ”رات رني ڪوٽ ۾“ سفرنامو به پڙهيو هو پر اتي به ڪونهي. آءُ ڀانيان ٿو ته اجا به جيڪڏهن چُر ڪبيس ته ايندڙ ڪنهن ڪتاب ۾ زوار نقوي نڪري نروار ٿي پوي، ڇاڪاڻ ته چوويهه ورهيه ڪا عمر ڪانهي. مرشد لطيف سائين جي چوڻ مطابق ته:

”پتنگ چائين پاڻ کي، ته مچ ڏسي نه موٽ،
اجا تون اروٽ، خبرون ڪامڻ جون ڪرين.“

حقيقت ۾ منهنجي مرضي هئي تہ سندس ڪتاب تي ڪا
توڪ تڙي ڪا ٽيڪاٽپڻي ۽ ڪا نوڪ جهوڪ ڪٽي ڪريان پر نہ
سائين! بقول سندس تہ ڪتاب تي ٻيا ڪوڙسارا اديب دوست
ڳالهائيندا. آئون صرف سندس شخصيت تي ڳالهايان. ڇاڪاڻ تہ هو
منهنجو ذاتي دوست بہ آهي. گڏ ننڊو تي وڏو ٿيو آهي، تنهن ڪري مون
جيئن ڪيس ڏٺو تيئن ٿو پڌرو ڪريانس تہ مزو اچي ويندو باقي سندس
شاعري تي ڪِن ڳالهايو آهي تہ ڪي دوست اجا ڳالهائيندا.

زوار نقوي جماليات جو جليل پوٽو آهي، ائين آهي جو بس:
"جتي منهنجا مارو اتي......!"

زوار سائين جو تڪيو موٽر سائيڪل هجيس تہ بہ هڪ بہ يار
ساڻ. جي ڪار ۾ آهي تہ بہ بہ چار يار گڏ. جي حيدر چوڪ واري پرشن
هوٽل جي ڪُنڊ واري ميز تي وينو آهي تہ بہ ٺهڪڙو. جي عبرت پريس
واري آلم وٽ ويٺل آهي تہ بہ ساڳيو حال. اهڙي طرح گُل سينٽر واري تي
تي ڪول ڪارنر ۽ گاڏي کاتي واري نظام لاج هاسٽل سڀ سندس
تڪيا ۽ ياڻ آهن. پوءِ الائي ڪهي بہ ٿو الائي نہ سا خبر خدا کي.

زوار نقوي اُٿنديئي ننڊي ٺهيءَ جي ادبي اشتياق کي اُپارڻ ۾
جنبجي ويو ۽ سويون حاصل ڪندو اڳتي وڌندو آيو آهي. آئون کيس
سندس انهيءَ اڻٿڪ محنت تي جس ۽ مبارڪون ٿو ڏيانس، ڇاڪاڻ تہ
هھڙو چنچل، آرٽرو ۽ حرڪتي بار ڳالهہ ڳالهہ ۾ ڪي ساهيءَ ڳالهائڻ
۽ وري مٿان شاهد سو پَل - آپَل ۾ الائي ڪهڙن اندر جي اڌمن کي
ڪڍي وجي مٿي چڙهندو آهي. تڏهن چيم تہ آئون کيس پَل - آپَل ۾
ڳوليان پيو پر سڄ پچ مونکي اجا لڀي نٿو.

ڳالهہ ۾ ڪجهہ هجي نہ هجي پر جڏهن بہ مون تي نظر پيس تہ
يڪدم هڪل ڪندو جي ڪار ۾ ڪنهن يارن جي ميڙاڪي سان پيو

ويندو ۽ مونکي ڏنائين تہ ڪار جي بريڪ تي پير ڏئي ڦڙتي سان ڪار جو در کولي ٻاهر نڪري ايندو پوءِ بس ڪا ڳالهہ دل ۾ هوندس تہ يڪدم ڪيدي ٻاهر ڪندو. آئون وري ڪيس وڏيڪ تيز ڪرڻ لاءِ شرارتي نظرن سان رڳو پيو مُنهن ۾ نهاريندو سانس ۽ معمول مطابق پيو مرڪندس. تہ پاڻ سمجهندو تہ شايد هن (شفيع) کي مونتي يقين نٿو اچي. پوءِ وري قسمن جي سنگهر... يار تُنهن جو قسم... پُڇ قمرالدين تُرڪ کان يا مقبول ميمڻ کان پُڇي ڏس. اجهو هي وينو اٿئي علي بخش مئو انهيءَ کان پُڇ. اڙي مڇ نہ يار او هوا تِنهنجي معنيٰ آئون ....! تو ڳالهايان؟ هيڏانهن وري يارن ڏي ڪٺي نهار تہ مجال جو چون تہ نہ. چوندا ها ادا. زوار سائين بلڪل صحيح پيو چئي، اهائي ڳالهہ آهي، اهائي حقيقت آهي، جيڪا زوار سائين توهان سان ڪري پيو.. پوءِ بحث هلندي هلندي ٿهڪڙن ۽ تاڙين تي وڃي پورو ٿيندو. دوستن کي جي ڪنهن ڳالهہ جي ڪا ڳلَ ئي ڪانہ هوندي تہ بہ بنا هبڪ يڪدم چوندا ها ادا... اها ئي ڳالهہ آهي، ايڏا سياڻا! ايڏا ڏاها. جو بس ڇا چئجي. پوءِ بحث اُتي ڇٽو... فيصلو ڪو ڪو نہ... هر ڪو پنهنجي هٿ تي هليو ويندو.

قسم کنيون نہ اٿس تہ پڪ سمجهي ويندو آهيان تہ هاڻ مجائڻ کانسواءِ نہ ڇڏيندو ۽ ڳالهہ ۾ ڪو نہ ڪو رولو ضرور آهي. ڇو جو........ ڇو ڳالهائي... ڪنهن کان ڊڄي ٿوروئي ٿو. (کل پوڳ ۾)

خانداني لحاظ کان زوار نقوي حسبي، نسبي اديب ۽ شاعر هئڻ سان گڏ باذوق نوجوان آهي، منجهس بيپناهہ صلاحيتون آهن جن جي کيس اڳيان هلي سُڌ پوندي جڏهن تہ هن وقت بہ هڪ جيڏن ۾ نمايان حيثيت رکي ٿو ۽ باشعور آهي. سندس ئي خاندان ۾ چوٽيءَ جا شاعر،

اديب، دانشور ٿي گذريا آهن، ۽ اڄ بہ موجود آهن جن ۾: قطب علي شاهہ جهانيان، فقير مهدي شاهہ جهانيان، منظور نقوي، سيد نجف علي شاهہ ’ڪمتر‘، هادي بخش شاهہ ’مسڪين‘ جهانيان ۽ ٻيا جيڪي سنڌ ۽ هند جا وڏا مڃيل شاعر ۽ اديب ٿي گذريا آهن ۽ هن وقت بہ آهن.

سنڌ يونيورسٽي جي ايم اي (سنڌي) جي ڪورس تي رکيل ڪتاب ”جهانيان خاندان“ ۽ سال 1979ع ۾ پارٽ ۾ ڇپيل هادي بخش شاهہ جو رسالو ”مسڪين نامو“ جيڪو پنج سئو صفحن جو آهي سندس ئي خاندان جي تاريخ آهي.

زوار نقوي جو ڏاڏو سيد دادن شاهہ جهانيان سنڌ جو مشهور و معروف عالم ۽ فا ٠ ں تي گذريو آهي. پاڻ ڪاني ڪرامت جو بہ صاحب هو. مولا جي حيدار پنجتن جا پياسي آهن. دادن شاهہ ڪ ىلا. دادن شاهہ جو پاڙو ۽ ٽنڊو جهانيان سڀ سندن ڏي اشارا آهن.

زوار نقوي جو والد سيد ويڏل شاهہ جهانيان بہ پنهنجو مَٽ پاڻ آهي. جڏهن تہ انهن ڳري ڳالهہ ڇيڙي آهي، معياري شاعري ۾ محو رهيا آهن، پر زوار نقوي پنهنجي منزل جو رخ ڦيرايو آهي. وقت جي هلندڙ انقلابي دور کان متاثر ٿيو آهي ۽ پنهنجي نفيس ۽ لطيف احساسن جو کُلِي اظهار اجهو هينئن ڪيو اٿس:

نِنڊڙي نياڻي، ابهم پُٽڙو، جون مهينو، تتل ڪاڙهو،
ليڙون ليڙون ڦاٽل ڪپڙا، پيٽ پنا مٿو اگهاڙو،
آهي حوا ۽ آدم جو اولاد، ويچارو سورن ۾،
ماني لاءِ پنن پيا ٻئي، شهر سڄي جو اوڙو پاڙو.

سندس احساسن جي عڪاسي ڪن ٿا.. وري مٿان:

منـــــا تـــــات تنهنجــــي، اتـــــم تـــــن تپـــــايو

ڪـــــري قيـــــد قـــــابو تـــــو قيـــــدي بنـــــايو.

سندس فطرت پرستي ۽ سونهن جي ديوي اڳيان پاڻ کي صفا ماٺو محسوس ڪرڻ، اهي سڀ سندس لهرون ۽ موجون آهن جيڪي زوار نقوي کي ڪڏهن آٽيو ڪنديءَ لائين تہ ڪڏهن تار وچ سِير ۾ وجيو ڇڏين.

آخر ۾ آئون کيس مبارڪ تو ڏيان انهي تي جو پَل اَپل ڪتاب نہ صرف لکي پر ڇپائي پنهنجي واقفيت پاڻ ڪرائي اٿس ۽ اميد آهي تہ اجا هي گُل ٽڙندو ٻهڪندو چمڪندو ۽ ڇهڪندو لڏندو ۽ لمندو ۽ ديس کي پنهنجي هٻڪار جو واس وناٺيندو رهندو.

* هي مقالو: سيد زوار نقوي جي شاعري جي ڪتاب پَل اَپل جي مهورت تي پڙهيل.
هنڌ: گورنمنٽ مسلم سائنس ڪاليج، حيدرآباد، سنڌ. تاريخ 26 آڪٽوبر 1987ع

# شير مير بحر ـ مَلهہ پَهلوان
(21 جون 1924ع ـ 28 مارچ 1985ع)

تاريخ جي مطالعي مان اندازو ٿئي ٿو تہ معاشرتي زندگيءَ جا ڪجهہ قدر اهڙا آهن، جيڪي هزارين سال گذرڻ باوجود ڪنهن نہ ڪنهن روپ ۾ نہ فقط زندهہ آهن، پر وقت ۽ حالتن جي اثر ڪان گهٽو سگهارا آهن. اهي قومي قدر، ماڻ ۽ ماپا، مرڻ ۽ جيئڻ، خوشي ۽ غمي وارن موقعن تي ظاهر ٿيندڙ هجن يا وندر ۽ وروونهن جي انداز ۾ اچن يا بهادري، پهلواني ۽ بزدليءَ لاءِ پرک طور روان هجن. ليڪن آهن اڻ مٽ نقش، جيڪي انساني نفسيات تي اهڙا حاوي آهن، جن ڪي وقت ۽ حالتون بدلائي نہ سگهيون آهن ۽ نہ ئي بدلائي سگهنديون. هتي اسان فقط انساني اقدار ۾ راندين تي نظر رکون ٿا، جيڪي وندر ۽ وروونهن جو ذريعو هڪ پاسي تہ پهلواني، بهادري ۽ هنرمندي جو هڪ عجيب مظهر ٻئي پاسي بہ آهن. هونئن تہ هر قوم کي پنهنجون رانديون ۽ انهن جي ڪٿڻ توڙي هارائڻ جا ماڻ ۽ ماپا توڙي انگ اکر ۽ اتڪلون الڳ الڳ آهن، پر سنڌ ڌرتي پنهنجي قدامت جي ناتي اهڙيون رانديون ساهہ ۾ سانڍي رکيون آهن، جيڪي فقط سندس ئي سڃاڻپ آهن. اهڙين قديم ۽ قائم راندين ۾ ٻِلهاڙو ونجهہ وٽي، ٻِجري ڪٽڻ، ڪوڏي ڪوڏي ۽ ملهہ

راند وغيره اچي وڃن ٿيون. جن ۾ طاقت سان گڏ انگ بازي، چُستي ۽ حاضر دماغي جو وڏو عمل دخل يقيني آهي.

ملهه راند سنڌ جي قومي راند آهي، هن راند جا پهلوان پنهنجي پنهنجي دور ۾ ناليوارا رهيا آهن، ويجهڙائيءَ واري دور ۾ به اڻ ڳڻيا نالا ڳڻائي سگهجن ٿا. جهڙوڪ: قلب علي جتوئي، هئنڊل مڪراني، علي محمد مَلاڻو الهجڙيو سمون، انب شيدي، بڪر شيدي، دادلو شيدي، رحيم جمعدار، مُلان شيدي، در محمد عالماڻي، يڪو خاصخيلي، جانو صابرو، نواز علي رند، سيد سمن شاهه، غلام سرور جتوئي ۽ ٻيا. پر جيئن تہ اسان جي هن مضمون ۾ راند جو سرواڻ آهي، شير ميربحر. تنهنڪري اجائي پڙاڏي ۾ وڃڻ بدران ان بابت ئي ڄاڻ اورجي تہ بهتر آهي.

علي شير عرف شير ميربحر ولد علي محمد ميربحر 21 جون 1924ع تي ڳوٺ موسيٰ ديرو تعلقي ڪنڊيارو ضلعي نوشهروفيروز ۾ ڄائو هن جو پيءُ ٻيلي کاتي جو آفيسر هو. شير ميربحر کي ننڍي هوندي کان ئي ملهه جو شوق هو. اهو ئي سبب هو جو هو چار درجا سنڌيءَ جا پڙهي تعليم کي خيرباد چئي ملهه جي ميدان ۾ لهي پيو. هن ملهه جي سکيا پهرين لقمان خشڪ پهلوان کان پوءِ شڪارپور جي پهلوان لالا نواز علي خان پناڻ کان ورتي. هن ملهه راند ۾ 'رستم سنڌ' جو اعزاز ماڻيو. يقينن هو ويهين صديءَ جو وڏي ۾ وڏو ملهه پهلوان هو. هو 30 سالن جي وڏي عرصي تائين ملهه راند ۾ ناقابل شڪست رهيو.

شير مير بحر ملهه جي شروعات پنهنجي ڳوٺ کان ڪندي سنڌ جي ننڍين وڏن ميلن ملاکڙن ۾ ملهه وڙهندي اڳتي وڌندو رهيو. هن ملهه جي شوق ۾ ٻئي پر نهاريو ئي ڪونہ. آخرڪار ٿوري ئي عرصي ۾ ملهه راند جي پهرين جوڙ ۾ اچي ويو. هن ان وقت جي پهرين جوڙ جي پهلوانن سان نہ فقط مقابلا ڪيا، پر انهن ۾ سوڀ بہ ماڻي. هن ملڪي

توڙي غير ملڪي پهلوانن سان بہ مقابلا ڪري پاڻ مڃايو. شير ميربحر ملهہ جي هر انگ اکر کان پليءَ پت واقف هو. هو پنهنجي دور جو اُوچو ۽ اچو ملهہ هو. ملهہ بہ اهڙي سهڻي ۽ خوبصورت انداز سان وڙهندو هو. جو پِڙ ۾ ويٺلن منجهان رڳو "واهہ شير، واهہ شير" جا پڙاڏا پڌڻ ۾ ايندا هئا. ملهہ صاف سٿري، نہ فريب نہ کوٽ، اڇ اڇائي ڪري پهلوان کي دسيندو هو. سندس راند ۾ اهڙي سچائي اڄ بہ دل ۽ دماغ تي نقش آهي.

شير ميربحر شخصي طور تي بہ هڪ پلوڙ انسان هو. هو محبتي ماڻهو هو. هن جي ڪاميابيءَ ۾ سندس طلسماتي شخصيت جو بہ اثر هو. شڪل شبيهہ جو ناهوڪو شلوار قميص ۾ ملبوس، مٿي تي بوسڪيءَ جو پٽڪو، شهپري جوان، اصل راڄ راڻو پانئبو هو. منهن تي هميشہ مرڪ، چا تہ مڙس ۾ ڏيا هئي. ملاکڙي ۾ لهندو هو تہ هر طرف هوڪرا تي ويندا هئا. ملاکڙي جي سونهن ۽ روح روان هو خوش اخلاقي ۽ مرڪي ملڻ تہ ڪوئي کانئس سکي ها. ملهن جي فيصلي جو بہ پاڻ هر ملهہ کي قابل قبول هو. نا انصافي تہ اصل هن ۾ هئي ئي ڪانہ، اهو ئي سبب هو جو غريب توڙي امير، ننڍي توڙي وڏي ملهہ پهلوان جو يار هو. ساٿي هو. همدرد هو. اهڙيءَ طرح سان ملهہ راند لاءِ سندس ورتل ڪوششون بہ قابل تحسين رهيون آهن.

شير ميربحر کي ملهہ ۾ اهو اعزاز حاصل هو تہ پهريان هو سينئر پهلوانن سان، پوءِ هممعمر پهلوانن سان ۽ آخر ۾ نئين ٽهيءَ جي جڳ مشهور پهلوانن سان مقابلا ڪري، سوڀون ماڻيون. جيئن هالا دنگل ۾ چيڪو سيلواڪيہ جي پهلوان جارج زيبسڪو کي زبردست شڪست ڏني. ٻيو مقابلو نياز اسٽيڊيم حيدرآباد ۾ هندستان جي پهلوان گرنام سنگهہ سان ٿيس. ان ۾ بہ خوب سوڀ ماڻيائين. ٽيون مقابلو مسلم هاسٽل حيدرآباد سان لڳ ان وقت نمائشي گرائونڊ ۾

پهلوان الهجڙئي سمي سان ٽيس، جيڪا راند نبري نہ سگهي، ازان سواءِ بيا ڪيترائي اهڙا مقابلا ڪيا. سنڌ جي وڏن ۽ ناليوارن ميلن جهڙوڪ: حضرت لعل شهباز قلندر، حضرت شاهہ عبدالڪريم بلڙي واري، شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، حضرت سچل سرمست، سمن سرڪار ۽ ٻين ميلن ۾ نمايان ڪارڪردگي ڏيکاري پاڻ مڃرايائين.

شير ميربحر، ملهہ راند کي زور وناءڻ لاءِ پاڻ هميشہ پتوڙيندو رهيو. هن اخباري ادارن ۾ وڃي، ملهہ راند لاءِ ايڊيٽوريل لکرايا. وقت بوقت سنڌ جي سرنديءَ وارن ۽ ڪامورن سان ملي ملهہ راند جي ترقي ۽ ملهہ پهلوانن جي گذر سفر لاءِ زور ڀريندو رهيو. هن جي سدائين اها ڪوشش رهي تہ ملڪ جي ٻين راندين جيان ملهہ راند کي بہ ترجيحي بنيادن تي کڻي اڳيان آڻي، قومي راندين ۾ شمار ڪري، ٻين راندين جي رانديگرن جيان ملهہ پهلوانن کي بہ سرڪاري ادارن ۾ مقرر ڪري سندن گذر سفر جو جوڳو بندوبست ڪيو وڃي. سندس اهڙيون ڪوششون عمر جي آخري گهڙيءَ تائين جاري رهيون.

شير ميربحر کي پهلوانيءَ جي مڃتا طور سال 1974ع ۾ شهيد ذوالفقار علي ڀٽي ملهہ ڪوچ طور مقرر ڪيو. بعد ۾ مارشل لا جي دور ۾ ڪيس ان عهدي تان هٽايو ويو. پر پاڻ سرڪار آڏو ڪنڌ هيٺ نہ ڪيائين، پاڻ اجا وڌيڪ سرخرو ٿي، پنهنجي مشن کي جاري رکيائين. واهہ شير! تنهنجي بهادري ۽ تنهنجي عظمت کي سلام. شاهہ سائينءَ چواڻيءَ تہ:

سورهيہ مرين سوپ کي، تہ دل جا وهم وسار،
هڻ پالا وڙهہ پاڪرين، آڏي ڍال مَ ڍال،
مٿان تيغ تراز، مار تہ متارو ٿئين.

دوستو! هن وقت ضرورت ان ڳالهه جي آهي تہ ملڪ جي ٻين راندين جيان سنڌ جي هن قديم ۽ پلوڙ ملهه راند کي بہ قومي راندين ۾ شامل ڪيو وڃي. ان لاءِ اسان سيني قلم ڌڻين تي اهو فرض ٿو عائد ٿئي تہ حڪومت کي وقت بوقت اهڙا خط يا ياداشت نامہ موڪلي پنهنجو فرض نڀايون. هونئن تہ ملهه راند ۽ ملهه پهلوانن لاءِ وقت بوقت مختلف ليکڪن، پنهنجن لکڻين وسيلي مختلف اخبارن توڙي رسالن ۾ گهڻو ڪجهہ لکيو آهي، اهڙيءَ طرح تازو اسان جي دوست سنڌ جي پلوڙ جاکوڙي ليکڪ ۽ صحافيءَ مولائي ملاح، شير ميربحر تي مختلف دوستن جا مضمون لکرائي، سهيڙي، ڪتابي صورت ۾ ڇپرائي، هڪ اهم ڪم ڪرڻ سان گڏ پنهنجو قومي فرض نڀايو آهي. آئون ڪيس ان پورهئي ڪرڻ تي دل سان مبارڪون پيش ڪريان ٿو ڇاڪاڻ تہ مولائي ملاح، هيءُ هڪ اهڙو تاريخي ڪم ڪيو آهي، جيڪو صدين تائين ياد رکڻ سان گڏ محفوظ پڻ رهندو. اسان سيني قلم ڌڻين کي بہ گهرجي تہ سنڌ جي راندين خاص طور ملهہ لاءِ ٿيندڙ زيادتين جي خلاف پنهنجو قلم کڻي، نثر توڙي نظم ۾ لکڻ کپي. اهائي هڪ مضبوط ۽ سگهاري ديوار ٿي سگهي ٿي. اسان کي هاڻي ننڊ مان اٿڻو پوندو، آرام ڦٽائڻو پوندو، ڪاهلي ۽ سُستيءَ کي ڇڏڻو پوندو ۽ پنهنجي حقن لاءِ آواز بلند ڪرڻو پوندو، يقينن هڪ ڏينهن اسان جي آواز کي موٽ ملندي — حق موجود، سدا موجود.

--------------------------------

※ هي مضمون ڪتاب ”ملهه جو عالمي فاتح شير ميربحر“ جي صفحي نمبر 212 کان 216 تائين، سال جنوري 2018ع تان کنيل.

# ويچارو ـ سنڌي فنڪار

فنڪار بيحد حساس انسان هوندو آهي. هُن جي سوچڻ جو انداز، هُن جو فڪر، هُن جو فن، پنهنجي نوعيت کان بلڪل الڳ هوندو آهي ۽ هو ڪڏهن بہ نہ چاهيندو آهي تہ هن جي فن تي ڪو آڱر کڻي.

فنڪار بہ تہ هڪ انسان ئي آهي، هن جون بہ ڪي ضروريات زندگي هونديون آهن ۽ انهن لاءِ هن کي ٻين سان گڏ هلڻو پوي ٿو. هو ٻين کان گهڻو حساس هوندو آهي. هو پنهنجي زندگيءَ جي گهرجن کي پورو ڪرڻ لاءِ ٻين جي آڏو جهولي نٿو جهلي. اهو اسان جو فرض آهي. اهو ادارن جو فرض آهي ۽ حڪومت جو فرض آهي تہ هو فنڪار ڏانهن توجهہ ڏي. اڪثر ڏٺو ائين ويو آهي تہ اسان سندن فن کي تہ داد ڏيندا رهون ٿا. خوش ٿيندا واهہ واهہ ڪندا هليا ويندا آهيون. نيڪ آهي، اها سڪڻي واهہ واهہ بہ فنڪار لاءِ بيحد ضروري آهي، ڇاڪاڻ تہ ان مان بہ هُن جي حوصلي افزائي، مانُ ۽ وقار وڌي ٿو. ليڪن اها هُن جي ضروريات زندگي لاءِ ڪابہ شيءِ نہ آهي. زنده رهڻ لاءِ هن کي ٻين انسانن وانگيان پئسي ڏوڪڙ جي بہ ضرورت آهي. ان ڪري ٻهرين ان طرف ڌيان ڏيڻ گهرجي.

اڪثر ڏٺو ويو آهي تہ اسان جو فنڪار پريشان حال زندگي گذاري ٿو. مثلاً: بيماري جي حالت ۾ پنهنجو علاج ۽ پنهنجي ٻارن جي صحت ۽ تعليم وغيره جي پورائي نٿو ڪري سگهي ۽ نہ وري چڱو ڪاڏو ڪائي سگهي ٿو نہ رهائش لاءِ چڱي جاءِ هوندي اٿس. ان هوندي بہ هن ڪڏهن بہ اهو مسئلو اسان جي سامهون نہ آندو آهي. اهڙي طرح هڪ فنڪار, هڪ عظيم انسان هئڻ جي باوجود ڪسمپرسيءَ جي حالت ۾ رهندو اچي. هن جو معيارِ زندگي هڪ عام انسان کان بہ گهٽ آهي, اها ڪيڏي نہ اسان جي بي حسي آهي.

جڏهن تہ ٻين ملڪن ۾ فنڪارن لاءِ اهڙي قسم جا خاص ادارا آهن, جيڪي ان ڳالهہ جو خاص احساس ڏيارين ٿا. هو فنڪارن لاءِ اهڙا وسائل (ذريعا) پيدا ڪن ٿا. هُنن جي ضرورتن جو خاص خيال رکندڙ آهن ۽ مالي طور هنن کي ڪڏهن بہ تباهہ ٿيڻ نٿا ڏين. هو تمام سهولتون انهن کي ميسر ڪري ٿا ڏين. جيڪي عام ماڻهن کي مليل هونديون آهن, اهو بہ ان صورت ۾ جو هو ان کي حاصل ڪري فخر محسوس ڪن ٿا ۽ ان کي عار نٿا سمجهن. هو تمام گهڻا خوش ٿيندا آهن ۽ فخر ڪن ٿا تہ قوم اسان جي فن جو قدر ڪري ٿي ۽ بدلي ۾ عزت ملي ٿي. اهو هڪ تمام اهم ۽ نازڪ مسئلو آهي جو هو فنڪار کي سندس آخري عمر ۽ سندس هر مشڪلات کي دور ڪرڻ ۾ هر ممڪن مدد ڪن ٿا. بلڪ اهڙا ادارا اسان وٽ بہ آهن جن مان خاص طور آئون ثقافت کاتي جو ذڪر ڪندس پر اسان وٽ ادارا پنهنجو ڪردار صحيح نموني ڪونہ ٿا نڀائين, ادارا تہ ڇا, اسان جي قوم بہ پردي تان يعني اسٽيج تان هٽندي ئي فنڪار کي فراموش ڪيو ڇڏي, اها ڪيڏي نہ بي حسي آهي.

دوستو! آئون سمجهان ٿو پندرهن ڏينهن کن اڳ هن ئي هال ۾ مائي ڀاڳي جي ياد ۾ ميڙاڪو ٿيو جنهن ۾ مون پنهنجي مقالي ۾ سنڌ جي فنڪار سان به اڪيائي واري رويي، حڪومت جو هنن ڏي ڌيان نه ڏيڻ بابت گهڻو ڪجهه لکيو آهي. ازانسواءِ فنڪارن جي ڀلائي لاءِ جيڪي تنظيمون نهيون تن جو ذڪر به ڪيو آهي. ۽ سنڌ جي مخير حضرات کي پڻ ان سلسلي ۾ پنهنجي فن ۽ ثقافت کي بچائڻ لاءِ اڳيان اچڻ ڪيپي لاءِ استدعا ڪئي آهي. پر ڏٺو ويو آهي ته حڪومت تي ان جو ڪوبه اثر نه پيو آهي ۽ راڳ جي سارسنڀال ڪندڙ ماڻهو به آهستي آهستي هليا ويا آهن. نتيجي ۾ سنڌ جو فنڪار- "ويچارو فنڪار" بڻجي ويو آهي.

جڏهن ته اسان جي ملڪ جي ٻين ٻولين جا فنڪار ايترا شاهوڪار آهن جو هو پنهنجي نالن سان تنظيمون ته ڇا بلڪ ادارا ڪروڙين روپين جي بجيٽ وارا پنهنجي ملڪ ۽ ٻاهرين ملڪن ۾ هلائي رهيا آهن، پر ان جي مقابلي ۾ اسانجو فنڪار پنهنجي گذر سفر جي پورائي ۾ ئي قاتل آهي. اسان سڀ جوابده آهيون ان لاءِ سوچڻ گهرجي، ڪجهه نه ڪجهه هنن لاءِ ڪرڻ گهرجي.

---

*هي مقالو: مهراڻ آرٽس ڪائونسل لطيف آباد حيدرآباد ۾ فنڪارن سان هڪ شام. 5 آگسٽ 1986ع تي پڙهيل

# فهيم نوناري

کرڪٽا لاهي، سُک نہ سُتا ڪڏهن،
اوسيئڙو آهي، ڪاهوڙين کي پنڌ جو.
(شاهہ)

سنڌي ادب ۾ ڊائري لکڻ واري صنف تي تمام ٿورن ماڻهن طبع آزمائي ڪئي آهي. قاضي عبدالمجيد ”عابد“، ظفر حسن، نصير مرزا ۽ اڪبر سومرو انهن چند ماڻهن مان آهن. ڊائري لکڻ جي اهميت ايتري ئي آهي جيتري جيئري انسان کي بکئي پيٽ پرڻ لاءِ ڊگڙ جي. ائين جي هر ماڻهو پنهنجي روزمره جو ڪاروهنوار اُٿل پُٿل يعني زندگيءَ ۾ ايندڙ واقعن کي ڪوري ڪاغذ تي اُتاري ڇڏي تہ هوند ڪيئي مثالي ڪتاب اچي سگهن ٿا. هونئن تہ سنڌي ادب ۾ ٻين صنفن تي ڪوڙ سارن نندين توڙي وڏن اديبن. ليڪڪن خوب نيايو آهي پر انجي ڀيٽ ۾ ڊائري طرف لاڙو نہ هئڻ جي برابر آهي. جڏهن تہ ڊائري هڪ آتم ڪٿا آهي. پنهنجي يا پرائي ديس جي سفر، تعليم، نوڪري، ڪاروبار، ريتن رسمن، زندگيءَ جي طور طريقن توڙي مذهبن جي.

اسان جي ڏاهي سر گردان، سُريلي ۽ ارڏي ليکڪ دوست فهيم نوناري آمريڪا وڃي اتان جي تعليم، علم، ادب، آرٽ، فن، ميوزڪ، ٿيئٽر، ماحول ۽ سماج جي وارتائن کي ڪوري ڪاغذن تي محفوظ ڪري اسان جي اڳيان ڊائريءَ جي روپ ۾ آندو آهي.

فهيم نوناري کي ڪڏهن به ڏٺو ڪونهي پر ٽڪجڻ جو احساس نه ٿو ٿئي پر وڏو اُتساهه پيدا ٿئي ٿو. يورپي ماحول کي هن ائين بيان ڪيو آهي جڻ ڪا اسان جي اکين سامهون فلم هلي ٿي پئي، جڻ اسان به فهيم سان گڏ هجون ۽ هيءُ جڻ ته اسان جي يادگيري آهي، جيڪا وري وري ياد ايندي ٿي رهي. پنهنجي لکڻي سان گڏ شعرن جو سٿاءُ به اهڙي سهڻي ۽ خوبصورت نموني سان رکي ٿو جو پڙهندڙن کي محضوظ ڪندو رهي ٿو.

اسان جو هيءُ پيارو جهڙو دوست فهيم نوناري ننڍي هوندي کان سياسي، سماجي ۽ ادبي سنگت ۾ پنهنجو مَٽ پاڻ رهيو آهي. فهيم نوناري ۾ اها خوبي نمايان آهي. پاڻ ٻڌائڻ سان گڏ سامهورن واري هر ماڻهو جي ڳالهه صبر و تحمل ۽ خوشي سان ٻڌي ٿو. پاڻ هر وقت سائين ڊاڪٽر خان محمد پنهور مرحوم جيان لکڻ پڙهڻ جي ڳالهه ڪندو رهي ٿو. اهوئي سبب آهي جو پاڻ ڄام شوري ۾ رهندي بنا اجوري تعليم جا ننڍا وڏا ادارا قائم ڪري ننڍن کان وڏن تائين غريب مسڪين ماڻهن جي اولاد لاءِ تعليم عام ڪئي اٿس. تنهنڪري آئون کيس ”جونيئر خان محمد پنهور“ چوندو آهيان.

فهيم صاحب جاکوڙي ماڻهو آهي. خدا تعاليٰ ڪيترين ئي نعمتن سان نوازيو اٿس. موقعي مهل تي هر ماڻهوءَ کي ڪم ايندڙ آهي. هڏڏوڪي، همدرد، ٻه پير پري هلي اچڻ، بااخلاق گفتگو ڪرڻ هر مسئلي جو حل ته ڪو هن کان سکي.

فهيم صاحب سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ ڄامشورو ۾ انگريزي جو سبجيڪٽ اسپيشلسٽ تہ آهي پر هن کي هر سبجيڪٽ تي چڱي ڄاڻ آهي. آئون هن لاءِ ائين چوندو آهيان تہ ”هر مسئلي جو حل فهيم نوناري“، سچ پچ تہ پاڻ هر ماڻهوءَ سان وڏي خلوص سان پيش ايندو آهي. آيل جي آدرياءَ ۾ ڪا ڪثر نہ ڇڏيندو آهي، جو حال حبيبان سو پيش پريان هوندو آهي. بهرحال منهنجي دعا آهي تہ رب سائين کيس خوش رکيس.

* هي مضمون فهيم نوناري جي ڪتاب ”خوابن جي ڊائري“ جي صفحي نمبر 62 ۽ 63 سال آگسٽ 2015ع تان کنيل آهي.

# روشن علي پنهور

تتيءَ ٽـڌيءَ ڪاهـ، ڪـانهي ويـل ويهـڻ جـي،
متـان ٿئـي اوندهـ، پيـر نـہ لهـين پـرينءَ جـو.

بيشڪ لطيف سائينءَ جي شعر جيان گرمي هجي يا سردي، ڏينهن هجي يا رات، هر ماڻهو کي پنهنجي حصي جو ڪم ڪرڻ گهرجي، پر ڪي ڪي ماڻهو اهڙا بہ آهن، جيڪي پنهنجي حصي جي ڪم کان علاوه ٻين جي حصي جو ڪم بہ ڪندا آهن. سچ پچ تہ اهڙن ماڻهن ۾ سائين روشن علي پنهور پڻ هڪ هو.

سائين روشن علي پنهور هڪ اڻ ورچ، بيباڪ، سچو همدرد ۽ هڏڏوڪي انسان هو. هي بلڪل جهڙو ظاهري اڇو اُجرو هو تهڙو ئي اندر ۾ هو. بيشڪ صاف گو ماڻهو هو.

ٽريننگ ڪاليج جي استاد ۽ پرنسيپال کان ويندي پنهنجي ذاتي قائم ڪيل وي آءِ پي اسڪول ۾ بہ استاد کان پرنسيپال تائين تعليمَ جي ميدان ۾ پنهنجون خدمتون ايمانداري ۽ سچائيءَ سان هڪ

استاد جي حيثيت ۾ آخري دم تائين ڏيندو رهيو. ان دوران مون هن شخص ۾ ڪا بہ لوڀ، لالچ نہ ڏٺي ۽ نہ وري مايا ميڙڻ جي ڊوڙ ڏٺي. پاڻ پنهنجي سچائي ۽ ايمانداريءَ سان پيغمبري پيشي سان سچو رهيو. نوجوان نسل لاءِ پنهنجو قومي فرض سمجهي نڀائيندو رهيو ۽ نہ ئي وري ان ۾ ڪا ڪوتاهي ڪئي.

هونئن تہ منهنجي سائين روشن علي پنهور صاحب سان ويجهڙائپ ٽريننگ ڪاليج واري وقت کان ونئي هئي، پر پوءِ اجا وڌيڪ گهرائپ ساڻس وڌي جڏهن پاڻ منهنجي ناهيل تنظيم "سنڌ فرينڊس آرگنائيزيشن" جو ميمبر ٿيو. يقيناً ماڻهو پنهنجي ڪردار ۽ گفتار، اُٿڻي ويهڻي ۽ طور طريقي سان سڃاتو ويندو آهي. سائين پنهور صاحب بہ ان لحاظ کان پنهنجو مَٽ پاڻ هو. منهنجي جڏهن ساڻس ويجهڙائپ ٿي تہ مون کي هن شخص ۾ بيشمار خوبيون نظر آيون. جيڪي هڪ سُني انسان ۾ هئڻ گهرجن. پاڻ بااخلاق، باڪردار، صاف گو ۽ دوستن جو دوست عام ماڻهوءَ جي ڀلي لاءِ نہ صرف سوچيندو هو پر انهن جي هر وقت مدد بہ ڪندو هو. سندس قول ۽ فعل ۾ ترِ جيترو بہ ڪو فرق نہ هوندو هو. سادگيءَ ۽ سچائي سندس ايمان هو. هن ۾ پنهنجائپ وارو گُڻ بہ اعليٰ درجي جو هو.

هو سچ جو ساٿ ڏيندڙ ماڻهو هو. هن ۾ ڪا بہ منافقي نہ هئي ۽ نہ ئي وري ڪنهن سان ڪينو ساڙ ۽ حسد رکندو هو. هي انتهائي نازڪ نفيس مزاج رکندڙ فقير منش ماڻهو هو. ٿورڳالهائو شخص هو. پاڻ سدائين ٻين سان ڀلائي ڪندو رهندو هو. مجال جو ڪنهن لاءِ برو ڀلو ڳالهائي، بلڪ اسان جو هي فقير منش دوست هر وقت ٻين سان ڀلائي ۽

چڱائي پيو ڪندو هو. وري مجال جو اها ڳالهه زبان مان ٻڙڪي، بلڪل نہ. ها البت چڱائي ڪري پلجي وڃڻ وارو ماڻهو هو. جڏهن تہ زماني جي گهائن پيچن ۾ ڪيس وقت بوقت تڪليفون بہ آيون. پر انهن ڪي مڙس ٿي مُنهن ڏنو مجال جو دوست ڪي آزمائش ۾ وجهي، ڏکيو سکيو وقت ڪاٽيندو رهيو پر سڄڻ ڪي تڪليف نہ ڏني.

هِت هڪ ڳالهه ٻڌائيندو هلان جيڪا سندس ئي زباني آهي. هڪ ڀيري ڪنهن ڌاڙيل جي ٽولي هن ڪي ڏاڍو تنگ ڪيو. رات ڏينهن ڳوٺ تي فائرنگ ٿيندي رهي، هن مڙس ٿي منهن ڏنو پر هن هُنن جي ڳالهه نہ مڃي. اِها ڳالهه هي ڏاڍي مزي ۽ دلچسپيءَ واري انداز سان ٻڌائي حيرت ۾ وجهي ڇڏيند هو. ان سڄي گفتگو ۾ نہ گارگند نہ گهٽ وڌ لفظ ڳالهائڻ بلڪ کلندي کلندي قصو ٻڌائيندو هو.

سائين روشن علي پنهور صاحب چڱيلائي ڪان بيماري جي بستري تائين، ڳوٺاڻي زندگي ڪان شهري زندگي تائين مٽن مائٽن ۽ يارن دوستن سان بلڪل هڪجهڙو هليو. هن ڪڏهن بہ مُنهن تي گهنج نہ آندو. تڪليف ۾ هوندي بہ هر هڪ ماڻهو سان مسڪرائي ملندو هو ۽ کلي آڌرياءُ ڪندو هو.

سائين روشن علي پنهور صاحب جي طبيعت ۾ ننڍپڻ ڪان وٺي سماجي خدمت وارو جذبو بہ نمايان هو جنهن ڪري پاڻ ڳوٺاڻن جي مسئلن جهڙوڪ: پڪو رستو، تعليم، بجلي، پاڻي ۽ روزگار ونرائي ڏيڻ ۾ بہ هر وقت سندن وس آهر مدد ڪندو رهندو هو. نہ صرف اهو پر پاڻ ڳوٺ جي قبرستان ۾ پڪي مسجد سان گڏ قبرستان جي چوطرف خوبصورت وڻ بوٽا لڳائڻ سان گڏ انهن جي سارسنڀال بہ پاڻ ڪندو هو.

سائين روشن علي پنهور وقت جو احساس ڪندو هو. سنڌ فرينڊس آرگنائيزيشن جي ميٽنگ يا پروگرامن ۾ هميشہ ٻين ميمبرن

ڪان اڳواٽ پهچندو هو. ميٽنگ ۾ پاڻ سٺيون ۽ بهتر تجويزون ڏيندو هو. تنظيم جي دوستن کي وقت بوقت تنظيم ۾ فعال رهڻ جي تاڪيد ڪندو هو. جيتوڻيڪ پاڻ تنظيم جو بنيادي رڪن هئڻ جي باوجود ڪارڪن جي حيثيت سان ڪم ڪار ۾ هٿ ونڊائيندو هو. جڏهن ته هو هڪ وڏي گريڊ جو آفيسر هئڻ سان گڏ چڱو خاصو زميندار پڻ هو. پر مجال جو ڪڏهن هن اهڙو ڏيک به ڏنو هجي.

سائين روشن علي پنهور صاحب تي اچانڪ فالج جو حملو ٿيو. تنهن هوندي به پاڻ بيماري جي بستري تي ڪڏهن مايوس نظر نه آيو. هونئن به چوندا آهن ته انسان ڪڏهن پريءَ ۾ ته ڪڏهن پاڪر ۾. سو سندس ڪافي وقت تڪليف ۾ گذريو. علاج معالج ۾ پٽن ڪا ڪسر نه ڇڏي پر چوندا آهن ته جڏهن "ڦيرو ٿئي فضل جو." بيماري جي بستري تي پڇڻ لاءِ ايندڙ ماڻهن سان پاڻ سدائين مُرڪي ملندو هو. اولاد کي آيل دوستن لاءِ اکين ئي اکين ۾ اشارو ڪري خدمت لاءِ چوندو هو. بيشڪ خوش نصيب آهن اهڙا شخص جن کي اهڙو صالح ۽ فرمانبردار اولاد هجي. سندس بيماري دوران پٽن ۾ اقبال، نثار، سندس ڀاڻيجي عمرالدين ۽ پوٽي جاويد سچ پچ جيڪا خدمت ڪئي، اها قابل داد آهي. هو هر وقت پنهنجي بزرگ جي خدمت ۾ حاضر هوندا هئا. هنن سندس خدمت ۾ ڪا ڪسر نه ڇڏي. جيتوڻيڪ هنن پنهنجو فرض نڀاهيو. تڏهن به کين لک شاباس هجي.

روشن علي پنهور صاحب پنهنجي زندگي همت سان گذاري. هو بيماري جي حالت ۾ به پنهنجي ڪار ۾ پاڻ ڪٽائي مون وٽ اوطاق تي

هفتي ٻئي هفتي پيو ايندو هو. حال احوال اورڻ سان گڏ تنظيم جي دوستن جي پڇا ڳاڇا ڪندو هو. ڇڱيلائي ۾ دوستن جي خوشين ۽ غمين ۾ پاڻ ايندو هو. پر بيماريءَ کان پوءِ اولاد کي ڏياري موڪليندو هو. مطلب تہ هن ۾ اُهي سڀ گُڻ هئا، جيڪي هڪ سٺي انسان ۾ هئڻ کپن. جڏهن تہ اسان تنظيم جا دوست طبيعت پڇڻ لاءِ سندس گهر ۽ اسپتال ۾ وقت بوقت پيا ويندا هئاسين.

هونئن تہ روشن علي صاحب وٽ سندس آفيس، ڪاليج، اسڪول ۽ پنهنجي گهر ۾ سدائين مٺن، مائٽن ۽ يارن دوستن کي وڏي تعداد ۾ ڏٺوسين پر سندس جنازي ۾ بہ ماڻهن جي وڏي پيهہ ڏٺيسين. گهر کان قبرستان تائين ميل ڏيڍ جي فاصلي تي ماڻهو رستي جي ٻنهي پاسي جنازي کي ڪلهي ڏيڻ لاءِ بيٺل هئا. هر ماڻهو جنازي کي ڪلهي ڏيڻ جي آس ۾ هو پر ايتري ساري پنڌ ۾ بہ کوڙ سارا ماڻهو ڪلهو ڏئي نہ سگهيا. جنازي نماز ۾ سوين ماڻهو هئا. جنازي نماز پڙهڻ بعد جڏهن ميت جو منهن ڏيکاريو پئي ويو تہ سچ پچ هر اک آلي هئڻ سان گڏ آهہ وزاري هئي، يقيناً اها سندس پوک پچايل هئي. جو هر ماڻهو هن کي پنهنجو پيئي سمجهيو. سچ پچ تہ اهو ڏينهن 28 مئي 2016ع اسان سڀني دوستن لاءِ بيحد ڏکوئيندڙ ۽ ڪڏهن بہ نہ وسرندڙ آهي.

روشن علي پنهور صاحب ۾ بين خوبين سان گڏ اها خوبي بہ هئي تہ هو هر سال ڪا شيءِ يارن دوستن کي سوکڙي طور ڏياري موڪليندو هو. اها روايت سندس اولاد اڄ بہ قائم رکيو اچن. جيتوڻيڪ اڄ هو جسماني طور اسان سان نہ آهي پر اسان جي دلين ۾ هميشہ جيان زندهہ

آهي ۽ رهندو. سندس ڳالهيون اسان کان ڪڏهن بہ نہ وسريون آهن ۽ نہ ئي وسرنديون. شاهہ سائين جي هن شعر جيان تہ:

منجهان منهنجي روح، جي ساجن وجي وسري،
مر لڳيم لوءِ، تر ٻاپيهو تي مران.

*هي مقالو: مرحوم روشن علي پنهور جي پهرين ورسي 2017_5_28 لاءِ لکيل هو پر جيئن تہ سندن ڏهاڙو پنهنجي ڳوٺ منياٽي ۾ ملهائڻ سبب هي مقالو نہ پڙهيو ويو.

# ميڊم تنوير جوڻيجو
# ۽ ڪتاب "امرت منجهه ڪڙاڻ"

چند مهينا اڳ هن "ادبي رهاڻ" جا دعوتناما اسان سڀني سڄڻن کي ڏياري موڪليا هئا ۽ اها شام انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ڄامشورو جي آڊيٽوريم ۾ رکيل هئي. جنهن جي صدارت لاءِ سنڌ يونيورسٽي جي وائيس چانسيلر سائين شيخ اياز جو نالو هو. پر افسوس جو اها "رهاڻ" ڪن سببن جي ڪري ملتوي ڪئي ويئي ۽ ٻي تاريخ جو آسرو ڏيئي اسان پنهنجي ڳُلهن تان بار هلڪو ڪيو. ائين ڏينهن پويان ڏينهن، راتين پويان راتيون لنگهي ويون. شايد ميڊم تنوير به آسرو لاهي ويٺي "شام" تان.

سنگت جي ساٿين همت ڪري وعدي کي پاڙي ڏيڻ خاطر پيچ ڊڪ ڪري اڄوڪي رهاڻ رچائي. اڄ اسين سرها آهيون، ميڊم تنوير جي آڏو ۽ توهان سڀني سڄڻن جي آڏو.

ها! البت اها رهاڻ سنڌالاجي ڄامشورو ۾ نه سهي پر پاڪستان نيشنل سينٽر حيدرآباد ۾ ٿئي سهي. شيخ اياز جي صدارت ۾ نه سهي-پر خيرالنساءِ جعفري جي صدارت ۾ ٿئي سهي.

سو عرض پي ڪيم پراڻي تاريخ جو تہ ان رهاڻ لاءِ مونکي جوائنٽ سيڪريٽري جي حيثيت ۾ سنگت پاران آجيان جي تقرير لاءِ چيل هو جيڪا اڄ بہ مون وٽ جيئن جو تيئن موجود آهي پر اڄوڪي رهاڻ لاءِ سنگت بار رکيو تہ تون (آئون) آجيان جي تقرير تان هٿ کڻان ۽ تنوير جي ادبي شخصيت ۽ سندس ڪهاڻين جي ڪتاب تي ڳالهايان ۽ مون اهو چئلينج قبول ڪري تنوير جو لکيل افسانن جو ڪتاب "امرت منجهہ ڪڙاڻ" نظر مان ڪڍيو جيڪو سمجهہ ۾ آيم سو توهان آڏو حاضر آهي:

ميڊم تنوير جوڻيجو جو تعلق سنڌ جي علمي، ادبي، ديني ۽ تاريخي ڳوٺ پاٽ شريف سان آهي. سندس سڄو خاندان تعليم يافتہ آهي.

ميڊم تنوير سنڌيونيورسٽي جي سوشالاجي شعبي ۾ استاد آهي. پاڻ شاگردي واري دور کان وٺي لکڻ، پڙهڻ سان واڳيل رهي آهي. شروع ۾ ٿي هن ڪهاڻيون لکيون پوءِ ريڊيو، اخبار ۽ رسالن لاءِ مضمون لکيا. بهرحال سنڌي ادب ۾ سندس نمايان حيثيت آهي ۽ رهندي. هاڻ اچون ٿا سندس افساني واري ڪتاب تي.

جن پڙهندڙن تنوير جوڻيجو کي ڪهاڻين جي مجموعي "امرت منجهہ ڪڙاڻ" ۾ يا الڳ الڳ رسالن ۾ پڙهيو هوندو تن کي پنهنجي پنهنجي پر ۾ ڪا نہ ڪا پسند جي شيءِ ضرور ملي وئي هوندي. هي هڪ عجيب اتفاق آهي جو مختلف خيال رکندڙن کي اُهي چاهي جديد دور جا دلدادا هجن، چاهي قدامت پسند، چاهي اهي مذهب پرست هجن، چاهي اهي روايت پرست، تن سيني جي اندر ۾ جيڪا هٿ ۽ هوڏ جي ڳس آهي سا ڪورڻ ۾ تنوير جوڻيجو گهڻي قدر ڪامياب وئي آهي.

هن دور ۾ انسان چوي هڪ ڳالهه ٿو ۽ ڪري ٻيو ٿو. ٻين کي تہ ڇڏيو پر رڳو نئين ٽهيءَ وارا جن جي اسان نمائندگي ڪندي فخر پيا محسوس ڪريون سي بہ دعوائون تہ وڏيون وڏيون ڪندا آهيون پر اسان جي گفتار ۽ ڪردار ۾ گهڻو تضاد آهي. اسان جي سوچڻ ۽ ڪم ڪرڻ جا بہ مختلف معيار آهن. پنهنجي لاءِ اسان جو هڪڙو معيار آهي ۽ ٻين لاءِ اسان جو ٻيو معيار آهي. نہ رڳو ايترو پر غضب اهو آهي جو وري پيا جڏهن اسان لاءِ سوچين تہ چئون تہ اهو معياراجائي ٿيون هئڻ گهرجي.

اهي ڳالهيون تہ اسان وڏي هامَ ۽ خوبصورتيءَ سان چئي ٿا ونئون پر تنوير جوڻيجو تہ انهن کي جيئرن جاڳندڙن ڪردارن جو حقيقي روپ ڏئي وڏي جرائت ۽ حوصلي جو ثبوت ڏنو آهي. ڪو مرد ليکڪ تہ اهڙيون ڪهاڻيون شايد نہ لکي سگهي ها پر هڪ عورت اديبہ جي قلم مان اهڙي حقيقت نگاري ۽ فطرت جي عڪاسي وڏي جرائت جو ڪم آهي.

فوٽ پاٿ تي جڏهن نانگ جي علاج جو ترياق وڪڻڻ وارا جوڳي اچي ويهندا آهن تہ انهن ڪاپڙين وٽ قسم، سُنهن، سرٽيفڪيٽ ۽ لفاظي ڪانہ هلندي آهي. هو اول نانگ کان پنهنجي هٿ ۾ چڪ هڻائيندا آهن ۽ پوءِ اهو ثبوت ڏسي پيا اهي دوائون خريد ڪندا آهن. تنوير بہ سڌو سنئون پاڻ کي ۽ هڪ عورت کي نشانو بنايو آهي. اهو وڏي جرائت جو ڪم آهي.

پاڻ ڏي آڱر سَچَڻَ پاڻ کي نشانو بنائڻ سچ چوڻ ۽ سچ ٻڌڻ ۽ برداشت ڪرڻ جو حوصلو رکڻ وڏي ڳالهہ آهي.

اسان جي سنڌي سماج ۾ اهي ڳالهيون عام طور وهن واپرن پيون جيڪي تنوير جوڻيجو هن مجموعي ۾ پنهنجن ٻارهن ڪهاڻين ۾

رچيون آهن. ڪا بہ ڳالهہ فرضي نہ ٿي لڳي، ڪا بہ غير فطري نٿي ڀاسي .تہ بہ اسان مُنهن ڦڪو ڪريو پيا هلون. هن سماج جي ناسور جي نشاندهي، هن هيڏي حوصلي سان ڪري ورتي پر اسان جي ڪَنَ تي تہ جُونءِ بہ ڪانہ سُري.

سنڌ جي سماج جي ڪوڙهي جسم ۾ ناسور ۾ تنوير جوڻيجو هڪ نشتر (ڇري) واهي ڪڍي آهي جو مريض سماج جو بوتو لرزجي اُٿيو آهي ان جون ڪيڪون ۽ ريهون سڀ پيا ٻڌون. پر ان جو تدارڪ ڪرڻ وارو اسان ۾ ڪو ڪو هوندو.

ٻولي ۽ پسمنظر جي خيال کان تنوير وڏن وڏن ڪهاڻيڪارن کي مات ڏئي وئي آهي. ماحول ۽ نيٺ سنڌي لفظ ۽ بلڪل نهڪندڙ محاورا ۽ لفظ سندس ڪهاڻين جي ڪردارن کي جيئرو جاڳندو ويس ڏئي وينا آهن. ۽ سماجي ڪلوُرن جي ڏائڻ کي تنوير جون سوچون ۽ کهرن اکرن جون اهڙيون ٻرڇيون وهائي ٿيون ڪڍن جو اها ڏائڻ وڏيڪ وير پئجي وئي اٿس ۽ نتيجتاً سيني کي ڇڏي مرڳو تنوير کي هنن همتن جي وڏي قيمت ادا ڪرڻي پئجي رهي آهي. سچ تہ هميشہ ڪؤڙو هوندو آهي پر اها ڪؤڙاڻ برداشت ڪرڻ وڏو جهاد آهي.

"امرت منجهہ ڪڙاڻ" ڪهاڻين جو مجموعو نہ آهي پر سنڌ جي سماج جي آرسي آهي پر اسان ۾ ايترو حوصلو بہ ڪونهي جو اها آرسي ڏسي سگهون. تنوير اها آرسي سماج جي مُنهن جي سامهون جهلي بيني آهي، سڀ ڪو ان ۾ پنهنجو پنهنجو چهرو ڏسي، سمجهي، مشڪي مرڪي نظر چورائي مُنهن جي پڪائي ڪريو وينو آهي. ڪو تہ مرڳو اکيون ڪڍيو ۽ ڦوٽاري پنهنجو رد عمل ظاهر ٿو ڪري. اهو تجاهل عارفانہ ڪيستائين جاري رهندو؟ سڀ ڪجهہ سمجهندي بہ ان کان بي رخي؟

تنوير جو ”امرت منجهه ڪڙاڻ“ انهيءَ لاءِ ڪونهي تہ اسين ڪي داد ڏيون، واهہ واهہ ڪريون. هي مجموعو هڪ چئلينج آهي، هڪ هلچل آهي. جنهن هڪ ٿرٿلو مچايو آهي. تنوير اسان کان ادب نوازيءَ جي تقاضا نٿي ڪري، تنوير اسان کان حوصلہ افزائيءَ جي تمنا نٿي ڪري پر هن هڪ عورت تي ڪري سچ چوڻ جو ڏوهہ ڪيو آهي. ڏسو تہ ڪيڏي تي سزا پوڳي. آخر هن سماجي ٺيڪيدارن جي ڪني پاڻيءَ جي ڍنڍ ۾ زُمر مان پٿر اُڇلي هنن جي ڀرم جي ڍونگ جو پردو فاش ڪري، دوکي جي ديوار کي پاش پاش ڪري ڇڏيو آهي. هاڻ هي ڍونڊ ڪٿي لڪائين. سماجي ٺيڪيدارن کي گهٽي بي چيني محسوس ٿي رهي آهي. سماجي تابوت هاڻ عنقريب ڀسم ٿيڻو آهي.

تنوير جي هڪ هڪ ڪهاڻيءَ جو عنوان هڪ ٻرڇي ۽ ڀالو آهي جن کي تصوراتي ڪردارن وڏيڪ زيب ڏنو آهي. سندس ڪردار ناقابل ترديد آهن، سندس سوچون واضح، صاف ۽ شفاف آهن، سندس پيغام ۽ روءِ سخن نئين ٿهيءَ ڏانهن آهي.

تنوير انهن ٿورن لکندڙن مان آهي جن جي لکڻين ۾ مقصد، تحريڪ ۽ پيغام آهي. تنوير ڪهاڻين لکڻ ۾ ڪيترين نيون راهون ۽ نوان زاويہ ايجاد ڪيا آهن. سندس ڪهاڻين کي چڱيءَ طرح پڙهڻ کانپوءِ ئي اهو سڀ ڪجهہ معلوم ٿي سگهي ٿو.

---

* هي مقالو 27 آڪٽوبر 1979ع تي سنڌي ادبي سنگت شاخ سنڌ يونيورسٽي ڪالوني ڄامشورو پاران پاڪستان نيشنل سينٽر حيدرآباد ۾ تنوير جوڻيجو سان ملهايل شام ۾ پڙهيل.

# عاشق هالائي

شاعري احساسن، فن ۽ ذات جو هڪ انوکو سنگم هوندي آهي. شاعر ئي اهو انسان هوندو آهي، جيڪو فطرت جي رنگينين کان وٺي احساسن ۽ ڪومل جذبن کي لفظن ۾ اظهاريندو آهي. نہ صرف اهو پر اندر جي احساسن سان گڏ آسپاس جي ماحول ۽ سماجي اُٿل کي بہ گهري اک سان ڏسندو. حساس دل سان محسوس ڪندو ۽ ڪوري ڪاغذ کي اپٽاريندو آهي.

هونئن بہ چوندا آهن تہ عاشق مزاج ماڻهو ئي شاعر هوندو آهي، بلڪل ائين جيئن مشهور چوڻيون آهن تہ: "جت باهہ ٻري، سا جاءِ جلي" يا "لڳي هوي تہ ڪل پوي" تي سگهي ٿو تہ اسان جي هن دوست کي بہ ڪا "لوٽي پر لپاٽ" لڳي هجي. پر هيڏانهن تہ وري ڳالهہ ئي ڪا ٻي آهي، چو تہ گهڻا عاشق ٽيڻ لاءِ پنهون ۽ ميهار وارا اٽانگا پيچرا وٺندا آهن، تڏهن عاشق سڏجڻ لڳندا آهن. پر اسان جي هن دوست تي چمندي ئي مائٽن مٿس نالو رکيو عاشق. جڏهن تہ هي سدا ملوڪ سهڻو من مهڻو گلاب جي گل جهڙو آهي. ان لحاظ سان مٿس نالو هوند "معشوق" نهڪي اچي ٿو. پر اهو سُٺ سندس گهر وارا ئي سلجهائي سگهن ٿا.

اسان جو پيارو دوست جنهن شهر ۾ ڄائو نپنو ۽ وڏو ٿيو آهي، ان شهر ۾ اڳي ئي اڻ ڳڻيا شاعر موجود آهن، سي بہ وري نالي وارا. اها بہ هن جي خوشبختي آهي جو نَوَ لکي گودڙي ۾ رهندي پياري دوست سوز هالائي جيان هي بہ شاعري ۾ پڏري پٽ آهي. ان شهر سان هن جو تعلق آهي جيڪو جديد غزل جي باني. گل هالائي،سوز هالائي، عرفان مهدي ۽ چاچا حفيظ قريشي جي حوالن سان سڃاپجي ٿو.

عاشق هالائي شاعريءَ جي سمورين صنفن تي طبع آزمائي ڪئي آهي. هن غزل کي وڌيڪ پنهنجو ڪيو آهي ۽ هن غزل سان واقعي نياءُ بہ اهڙو ئي ڪيو آهي. سندس غزل خوبصورت احساسن ۽ تشبيهن سان پرپور آهي. عاشق جي شاعري جي هڪ خوبي اها بہ آهي نہ هن وزندار ۽ ڏکين تشبيهن کان ڪم وٺڻ جي بجاءِ نهايت ئي سادن لفظن کان ڪم ونندي، پنهنجي خيال کي عام فهم ۽ حيرت انگيز رکيو آهي، جيڪو بولي جي سادگيءَ سان بہ نهايت وڏو احساس ۽ تخيل رکي ٿو. هونئن بہ هو شاعري جي گهاڙيٽن کان چڱي طرح واقف آهي ئي پر هن پنهنجي شاعري کي مترنم پئي رکيو آهي. اجا وڌيڪ اهو تہ سنڌ جي ناليوارن راڳين سندس شاعري ڳائي آهي، جنهن ميڻتا بہ ماڻي آهي.

عاشق هالائي، هڪ سني ۽ سڄاڻ شاعر هجڻ سان گڏ هڪ سٺو دوست، خوش طبع ۽ اندر جو اُجرو انسان پڻ آهي. حقيقت ۾ تيڻ ائين کپي ها تہ سندس شاعري جو گهرو مطالعو ڪري ان تي وڌيڪ ڪا راءِ ڏني وڃي ها، پر ائين نہ ٿي سگهيو. پر پوءِ بہ هن جو هي قلمي پورهيو رائيگان نہ ويندو. چو تہ شاعر ڳوڙهن جي وجود مان شعر ڪيندا آهن ۽ بنيادي طور تي تخليقي عمل انتهائي ڏکيو عمل هوندو

آهي. بس! ساحر جي لفظن ۾ تہ ”اشڪون ۾ جو پايا هي، وہ گيتون ۾ ديا هي“ هن جي انتها حجت ۽ قرب جي بار سبب هي سٽون رقم ٿي سگهيون آهن، اميد تہ سندس شعرن جو پورهيو قبول پوندو پڙهندڙن آڏو...

* هي مضمون: عاشق هالائيءَ جي شاعري واري ڪتاب ”عاشق جو اظهار“ جي صفحي نمبر 30 سال 2010ع تان کنيل آهي.

# ميان مير خان چانڊيو

ميان مير خان چانڊيو سن اوڻيهه سو انهٺ جي جنوريءَ مهيني
جي ٽيويهين سرد شام محمد خان چانڊيو جي گهر ۾ هن ڌرتيءَ تي
پنهنجو پهريون ساهه کنيو. شاهه ڪريم ۽ ڪورواهه جي وچ تي سندس
اباڻو ڳوٺ ”لوٽيلو“ جي نالي سان مشهور آهي. ننڍڙي وهيءَ ۾
هڪجيڏن سان رانديون کيڏندو اسڪول جي چائنٺ تي پهتو.
پرائمري پانهون خان چانڊيو انون مڊل اسڪول ڪورواهه ۽ ميٽرڪ مير
غلام محمد هاءِ اسڪول ٽنڊي باگي مان پاس ڪيائين.

آئون ڪيس ٻالجتيءَ کان سڃاڻان جو اسان جي وڏڙن ۽ ميان
مير جي وڏڙن جو رستو تمام پراڻو رهندو تو اچي. انٽر پاس ڪرڻ کان
پوءِ پيغمبري پيشو اپنايائين ۽ اج تائين هڪ نامياري ۽ شفيق استاد
جي حيثيت سان سڃاتو وڃي ٿو.

ميان مير ڳوٺاڻي زندگي ۾ رهندي جتي اج به زندگي جون
ضرورتون ميسر نه آهن تڏهن به ”يادن جو ڪوهيڙو“ پنهنجي آتم
ڪٿا لکي سنڌي ادب ۾ هڪ جاءِ والاري آهي. هونئن به ميان مير نج
ڳوناڻو پاسندو آهي. هي بنا ناهه نوهه جي، صاف گو جو اندر سوئي

پاهر. نڪا گلا نڪا غيبت سان پوبس ۽ نہ ئي وري پنهنجي ڪم لاءِ ڪنهن جي خوشامد ڪرڻ اچيس.

نندي هوندي کان طبيعت ۾ فقيري ۽ مزاج ۾ نهٺائي، سماجهائي ۽ صوفياڻي سوچ رکندڙ هن نوجوان جي قلم ۾، هڪ عجيب انداز دلربائي ۽ زبان ۾ بئي کي پنهنجي ڪرڻ جون هڙئي خوبيون سائين کيس عطا ڪيون آهن. مذهب، تهذيب، سياست، اخلاق، صوفي ازم سان گڏ تاريخ ۽ سنڌي ادب جو تمام گهڻو مطالعو ڪيو اٿس. لکڻ لاءِ جڏهن بہ قلم کڻي ٿو تہ موضوع کي انتهائي غير جانبداريءَ سان نڀائي ٿو. سندس ڪتاب "سنڌي ادب جي تاريخ ۽ صنفن تي هڪ نظر" سنڌي ادب جي پارکن توڙي شاگردن لاءِ هڪ املهہ تحفو آهي.

شاعري تہ طبيعت ۾ ئي شامل اٿس. جيڪا سندس زندگي جي سمورن ڏکن دردن جو داستان آهي. سندس شاعريءَ جو مجموعو "اُتر لڳا، آءُ پرين" بہ عنقريب اچڻ وارو آهي. نثر، سندس مشاهدن جو اُهو نچوڙ آهي جيڪو کيس سنڌي ادب جي نالي وارن لکندڙن جي فهرست ۾ آڻي ٿو بيهاري! زندگي جي هر پهلوءَ تي ڀرپور انداز ۾ لکڻ جو ڏانءُ، سندس تحرير ۾ نمايان نظر ايندو تنهن هوندي بہ اسان کيس ناز ڪندي ناهي ڏٺو. ميان مير جو هي ڪتاب "اڏ صدي جو اتهاس" سنڌي ادب ۾ سندس ٻين ڪتابن جيان اهم جاءِ والاريندو.

نثر ۾، ڪالم، مضمون، ڊرامو ۽ تاثر، خاڪو، تمام سهڻي ۽ وڻندڙ انداز ۾ لکي ٿو.

سنڌي ادب ۾ هڪ مستقل ٽرئجڊي رهي آهي. "پروجيڪشن ۽ نان پروجيڪشن." ها! سنڌي ادب جي تاريخ واضح طور نوٽ ڪرايو آهي تہ وڏن شهرن ۾ نالي چڙهيل ليکڪ کي پروجيڪٽ

ڪرڻ وارا بہ گهٽا تہ ان جا وسيلا بہ گهٽا. آئون دعوي سان چوان ٿو تہ جيڪڏهن ميان مير چانڊئي کي، ڪو وسيلا رکندڙ پروجيڪشن ڏئي ها تہ هي فقير منش ليکڪ بہ سنڌي ادب جي وشال آڪاش ۾ وڏن نالن وارن ليکڪن سان گڏ، جهرڪندو نظر اچي ها.

※ هي مضمون: ميان مير خان چانڊئي جي ڪتاب "اڌ صدي جي اتهاس" جي صفحي نمبر 15کان17 تائين، سال 2013ع تان کنيل آهي.

# ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ کھڙو

زماني جي گردش کھڙي نہ عجيب آهي، جو آسمان هيٺ چمڪندڙ ستارن کي ڪڏهن تہ هڪ گمنام دنيا ۾ موٽائي تي چڏي ۽ اهي ستارا وري پنهنجي روشني پوري ڪري جهان کي روشن ڪري پنهنجي چمڪ دمڪ سان ڪائنات جي اونداهي وارين جاين کي روشني ڏئي پاڻ بليڪ هول تي گمنام ڪائناتي ڪُنن ۾ هليا تا وڃن. ليڪن اهو سلسلو ختم نٿو ٿئي. بلڪہ نوان ستارا آسمان جي اُڀ ۾ پيدا ٿيندا رهن ٿا. ۽ ڪوثر (Cousar) پنهنجو ڪائناتي عمل جاري ساري رکندي ڪروڙين اربين روشن ستارا پراڻن ستارن جي جاءِ وٺي اڳ وارن کان وڌيڪ چمڪ دمڪ ۽ روشني ڏيندي ڪائنات جي اڻ لڀ اونداهيءَ ۾ چلڪن ۽ چمڪن ٿا.

چڱيءَ طرح ياد اٿم سال 1985ع ۾ پبلڪ اسڪول ميرپورخاص لاءِ چند آساميون ليڪچرارن جون آيون. مون بہ قسمت آزمائي ڪئي. ان سلسلي ۾ انٽرويو واري ڏينهن ميرپورخاص شهر کان اسڪول تائين صرف ٽانگي جي سواري هئي. ٽانگا اسٽينڊ تي گڏ ٿيل دوست ٽانگي تي چڙهي اسڪول تائين پهتاسين. اسڪول جي استادن

محترم لائق ٽيٻي ۽ محترم رازق مهر جن سان منهنجي اڳ ئي دعا سلام هئي، تن اسان سڀني دوستن کي کلي کيڪاريو ۽ چانهه بسڪٽ سان خاطر تواضع پڻ ڪئي. ٿوري دير بعد انٽرويو شروع ٿيو. انٽرويو مان واندا ٿي دوستن جا ٿورا مڃي ڪانئن موڪلائي واپس ٽانگي تي چڙهي ميرپورخاص شهر پهتاسين. جڏهن ته انٽرويو ڏيندڙ دوست هڪ ٻئي لاءِ اڻڄاڻ هئاسين. البته منهنجو اڳ جو سڃاڻو محترم امام علي مرزا هو. محترم غلام مصطفيٰ کهڙو به انهن ۾ شامل هو. ٻين دوستن جا نالا ياد نه اٿم . بهرحال ٽانگي ۾ ڪل ڀوڳ واري ڪچهري اهڙي ٿي جو اسان ڄڻ ته سڀ پاڻ ۾ سالن جا پُراڻا دوست ٿي لڳاسين. حيدرآباد پهچي هر ڪو پنهنجي پنهنجي ماڳ راهي ٿيو.

مرزا امام علي ۽ غلام مصطفيٰ کهڙي سان دعا سلام وارو سلسلو هلندو رهيو جيڪو اڄ تائين قائم آهي. تازو هڪ ادبي محفل ۾ کهڙي صاحب ملندي ڇيو ته پاڻ شفيع ”شاهه لطيف تي ٿيل تحقيق جي جائزي“ تي (Ph.D) ڪئي اٿم ۽ ٻيا ڪتاب ”شاهه جي سوانح، محمد شاهه مڪي عرف جئي شاهه ۽ بابا صلاح الدين چترالي (ڪونڙي وارو)“ لکيا اٿم. چاهيان ٿو ته ڪتابن جو مهورت ڪرايان. مون کيس مبارڪ ڏيندي همت ڏياري ته وارو ڪر. اسان لاءِ جيڪو حڪم هجي. اسين حاضر آهيون.

ٿورن ئي ڏينهن ۾ دوست رفيق عيساڻي ”پنائي آرٽس ڪائونسل سنڌ“ پاران سنڌ ميوزيئم ۾ کهڙي صاحب جي ڪتابن جي پذيرائي ڪرائي، مسٽر کهڙي کي اديبن ۽ دانشورن سان ڏيک ويک ڪرائي. جيتوڻيڪ پيشي جي لحاظ سان هي دوست سچو ڏينهن پئسن جو واٽڪو هٿ هلائيندو آهي يعني بئنڪ آفيسر آهي. سچ پچ ته ادب واري پاسي هن کي ڏسي يقين ئي نٿو اچي، سو به وري تحقيق واري پاسي.

بهرحال هڪ شام مسٽر کهڙي جي فون آئي تہ ڀائو تنهنجي اوطاق تي اچان پيو. ٿوري دير بعد پاڻ پنهنجي پٽ سان گڏ ڪتاب ساڻ کڻي اچي سهڙيو. خاطر تواضع بعد ڪتاب ڏيندي چيو تہ ڪتابن کي پڙهي ڪجھ لکي ڏجو. مون بہ کڻي ها ڪئي. پوءِ تہ ڀائو جو روز فون مٿان فون هيڏي منهنجي سرڪاري ڪتابن (سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ جا درسي ڪتاب) جي سيزن. رات ڏينهن پريس جا چڪر, بهرحال واعدي موجب پين پنو کڻي رنڊا روڙي يوسف جي خريدارن ۾ شامل ٿيڻو پيو.

مون کي غلام مصطفيٰ کهڙو بہ هڪ اهڙو ئي ستارو لڳو آهي, ڇاڪاڻ تہ هي علم و ادب جي دنيا جي اڻ ڏٺل ۽ اڻ تحقيق ٿيل موضوعن تي پنهنجي علم معرفت ادراڪ ۾ وجدان جي روشني ذريعي نون نون موضوعن تي تحقيق ڪري رهيو آهي. حضرت شاھ عبداللطيف ڀٽائي رح تي ٿيل تحقيق جي جائزي وارو ڪم هڪ اهڙو ئي اڻ لڀ ۽ ڏکيو علمي ڪم آهي. جنهن تي هن صاحب گهڻي جاکوڙ ڪري سڀني تحقيقن جو جائزو ورتو آهي. جيڪو يقينن هڪ ڏکيو ۽ اعليٰ پائي جو ادبي ڪم آهي. پٽ ڌڻي سرڪار فرمائي ٿو تہ:

پاشــاهي نـــہ پاڙيـــان, ســـر تيون سُــئي ســـاڻ,
ڏِڪـــي اگهـــاڙن کـــي, ڪِـــين ڍِڪيـــائين پـــاڻ,
بيهــر جـــاپي جـــاڻ, اِبـــر جـــي اوصـــاف کـــي.

شاھ سائين سُئيءَ جي وصفن کي بيان ڪرڻ نہ پر ڄاڻن يعني پارکن لاءِ فقط هيءَ حياتي ٿوري ٿو ڀانئي ۽ بيهر ڄاپڻ جي ڳالھ ٿو ڪري تہ خود ڀٽائي ۽ ان جي رسالي جي پرک لاءِ ڪيترا جنم گهرجن؟ سچ تہ رسالي تي تحقيق تہ ڇا پر لطيف جي هڪ بيت جي سِٽ تي سوچڻ ۽

لوچڻ لاءِ بہ وڏو وقت گهرجي. جَس لهڻِي ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ کهڙو جنهن هي سمنڊ جهاڳڻ لاءِ ثابوتي سندرو ٻڌي پنهنجي ترهي کي تار ۾ وجهي الله توهار تہ ڪئي آهي، پر لهرين ۾ چڪرڻ جي خطرن ڪاڻڻ لاءِ سر جو سانگو بہ نہ ڪيو آهي. منهنجي لاءِ تہ ڪم از ڪم عقل ڪان مٿاهون مامرو آهي. هن همراهہ جي همت آهي جو بنا گهڙي گِهڙي ميهار سان ملڻ جي تمنا ڪئي اٿس، پر لڳي ٿو تہ لطيف سائينءَ جو هي بيت پڙهي، ايمان تازو ٿي ويو اٿس:

گِهڙيا سي چڙهيا، ائين اٿيئي،
مئي متي مهراڻ ۾، پئو ٽپو ڏيئي،
تہ ميهار مليئي، سنبوڙو سيڙاهہ سين.

توڪل جو ترهو ئي تاري پار پهچائڻ ۾ ڪم آيو اٿس ۽ رتيل ڪم کي پورو ڪري نہ فقط پي. ايڇ. ڊي ڊگري ورتي اٿس پر پنهنجي پورهئي مان ٻين کي فيضياب ڪرڻ خاطر سخي ٿي ٿيسز ڇپائي پويان اچڻ وارن لاءِ پيچرو بہ ٺاهي منزل ڏانهن سونهون بہ بنيو آهي.

فاضل محقق ماضي توڙي حال ۾ لطيف تي ٿيل پورهئي کي جنهن نموني سهيڙيو آهي، ان لاءِ جس لهڻي. اهو سندس پٽ ڌڻيءَ سان عقيدت ۽ مادري ٻوليءَ توڙي سنڌي قوم سان خلوص جو ثبوت آهي. سندس ڪيل پورهئي مان لطيف جا پارکو توڙي لطيف تي تحقيق ڪندڙ گهڻا ئي ماڻهو لاڀ پرائي سگهندا.

علاوه ان جي ٻين بزرگن بابت ڪيل تحقيق سندس صوفياڻي سوچ جو مظهر ۽ ايمان جي پرک آهي. ان لاءِ اجر فقط رب پاڪ ئي ڏئي سگهي ٿو. باقي ٿورا اسان جي حصي ۾ اچن ٿا. ان لاءِ ڳڻ ڳائيا رهبا.

دعا آهي تہ سندس اهو جذبو سلامت رهي. اجا بہ وڏيڪ علمي خدمت ڪندو رهي. سندس پورهئي ۽ سچائي لاءِ قدر ڪندي ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ هن پنهنجي زندگي ڏرتي، قوم ۽ ٻوليءَ کي ارپي ڇڏي آهي جيئن حمل لغاري چوٿو:

"هي ملڪ، مڏيون ۽ مال، سر سوڏو صدقي ڪريان"

اهو ئي سندس محبت ۽ عزم جو پيمانو نظر اچي ٿو. شال سدائين سرهو هجي.

* هي مضمون: ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ کهڙو جي ڪتاب "جيڪي منجهہ جهان" آتم ڪٿا جي صفحي نمبر 92 کان 94. سال 2015ع تان ورتل آهي.

# قائم الدين سولنگي (فنڪار)

ڪنول پاڙون پاتال ۾، ڀونر ڀري آڪاس،
پنهي سندي ڳالهڙي، رازق آندي راس،
تنهن عشق کي شاباس، جنهن محبتي ميڙيا.
(شاهه)

دوستن جو سڏ ٿيو چيو ويو ته قائم الدين سولنگيءَ سان شام ملهائي پئي وڃي ۽ مونکي به قائم الدين تي ڳالهائڻو آهي، سوبه لکت ۾ هجي، مون حاضر سائين چئي پنهنجو هيءُ مضمون لکيو.

هي محبتن ڀريا ميڙ جيڪي اسانجي ثقافت آهن، شل سدائين مچندا رهن، جو انهن ميڙن جي بهاني ملڻ ۽ قرب ونڊڻ جا موقعا ملن ٿا. اُنهن دوستن سان به ملاقاتون ٿيو وڃن جن کي ڏني ڏينهن گذريو وڃن. لطيف سائينءَ جي چواڻي ته:

ڏني ڏينهن ٿيام، ڪوه جاڻان ڪهڙا ڀرين،
ولين جيئن وريام، گونددر غم ڀرينءَ جا.

هن ميڙ لاءِ آئون هينئن چوندس تہ نوجوان دوستن کي لک شاباسون هجن، جن هي ميڙ مچائڻ جو بندوبست ڪيو آهي. پر آئون سمجهان ٿو تہ ميان قائم الدين سولنگي، اسانجي موسيقيءَ جي رنگ منچ جو اهڙو ڪردار ضرور آهي جنهن لاءِ سنڌي ادبي سنگت يا ٻي ڪنهن سماجي تنظيم پاران، وڏي پئماني تي ڪو پروگرام ٿيڻ گهرجي، تنهن هوندي بہ ڪنهن تخليقڪار ڪنهن آرٽسٽ، ڪنهن ليکڪ، ڪنهن چترڪار، ڪنهن اداڪار يا ڪنهن ڪلاڪار سان ههڙيون محفلون رچائڻ، سندس ڪردار ۽ خدمتن جي هڪ مڃتا آهي ۽ اها مڃتا هنن، سماج ۾ مِس فٽ ۽ ائبنارمل ماڻهن لاءِ نہ صرف وڏو اعزاز آهي بلڪ سندن حق آهي.

قائم الدين سولنگي سان منهنجي واقفيت 1977ع ۾ هڪ دوست ڪرائي هئي. ان وقت آئون بہ سنڌ يونيورسٽيءَ جو ملازم هئس. ۽ پوءِ اها واقفيت، دوستي ۾ تبديل ٿي وئي. ڇو جو هڪ شاعر ۽ هڪ ڪلاڪار جو هڪ ٻئي جي ويجهو اچڻ هڪ فطري عمل آهي. عام ماڻهو جهڙي طرح شاعر کان ون٘ءُ ويندو آهي، اهڙي طرح سان هو ڪلاڪار يا گائيڪ کان پڻ پري ڀڄندا آهن تہ متان وقت سيڙائي ۽ ڳَنَ کائي.

اهڙي طرح اسانجي سنگت جون ڳنڍيون ويون وڌيڪ پونديون ۽ مُنجهنديون. آئون ڪيس پنهنجي شاعري ٻڌائيندو رهيس ۽ قائم سولنگي اسانکي پنهنجي آواز جي اداس رڻ پٽ ۾ ڀٽڪائيندو رهيو ۽ اسين سندس دوست انهيءَ آواز جي فريب ۾ جڪڙجندا وياسين. اُهي ڏينهن ۽ اڄوڪو ڏينهن، اسان هڪٻئي کي ڏاڍو ويجهو ڏٺو آهي ۽ اندر تائين هڪٻئي کي محسوس ڪيو آهي.

هتي اها ڳالهہ بہ ٻڌائيندو هلان تہ ميان قائم الدين سولنگي نہ ڪو پيدائشي گائيڪ آهي، ۽ نہ ئي ڪنهن راڳي خاندان جي ويڙهي منجهان آهي، جو راڳ ڪيس ماءُ جي لوليءَ سان گڏ سندس ڪنن ۾ پيو هجي.

راڳ جي شوق، هن دوست کي ننڍي هوندي، مائٽن هٿان داٻ دڙڪا ۽ مارون بہ کارايون، پر هن راڳ جي شوق کي اصل نہ ڇڏيو بلڪ پاڻ ڪيسي جي خرچي مان، ڏوڪڙ گڏ ڪري هڪ باجو بہ ورتو ۽ روزانو چار ميل پنڌ ڪري، استاد غفور شاهہ وٽ وڃي راڳ جي سکيا وٺندو رهيو ۽ ايتريقدر اڳتي وڌيو جو راڳ جي ڄاڻ پرائڻ لاءِ استاد غلام محمد شيخ، استاد بخشل سولنگي ۽ سنڌ جي وڏي راڳي اُستاد بنده علي خان کان راڳ جي تربيت وٺندو رهيو. اهڙي طرح سنگيت جو هي پانڌيئڙو اڄ کهڙي اسٽيج تي آهي، ان جو فيصلو هن ميڙ ۾ ويٺل ساڃهہ وند دوست سندس راڳ ٻڌي ڪري سگهن ٿا.

صرف راڳ سکڻ، راڳ ڳائڻ ۽ راڳ جي پريم ۾ دنيا داري ترڪ ڪرڻ بہ مناسب ناهي هوندو. راڳ صرف روح جي غذا سڏيو ٿو وڃي پر هن پاپي وجود سان هڪ پيٽ بہ لاڳاپيل آهي، جيڪو راڳ سان پرچڻ جو ناهي. موسيقيءَ جي دنيا ۾ اهڙا ڪوڙ سارا اسانجي پنهنجن جا نالا آهن، جن کي راڳ سان پيار جي ڏوهہ ۾، سموري زندگي پيٽ سان پٿر ٻڌڻا پيا، ۽ بکن وگهي مرندا مري ويا، ڪين هڙ ۾ حاصل ڇا ٿيو؟ سندن حمايتن جا اخباري بيان. ويجهو ماضيءَ ۾ ئي نظر ڊوڙائبي تہ اسان کي سنڌي موسيقيءَ جي اُڀَ جا اهڙا ڪيئي چمڪندڙ ستارا نظر ايندا جن کي موسيقيءَ جي ڪري، دنيا جهان جي مسئلن ۽ پريشانين کي مُنهن ڏيڻو پيو ۽ آخري وقت تائين انهن کي دوستن ۽

موسيقيءَ جي پريمين جي اخباري محبت ئي ملي سگهي ۽ پڇا انهن جا ٻک مري ويا. انهن مهان ڪلاڪارن ۾ ڪوڙ سگهارن نالن سان گڏ ماسٽر محمد ابراهيم، اُستاد محمد جمن، گلزار علي خان، خانصاحب منظور علي خان، مائي ڀاڳي، خورشيد علي خان وغيره به آهن.

قائم الدين سولنگي، هڪ اهڙو سلڇڻو گائيڪ آهي، جنهن راڳ جي محبت سان گڏ، ٻک جي چَڪَن کي به سچاتو ۽ الله سائينءَ کيس، ڪنهنجو به محتاج ناهي بڻايو. اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ سان گڏ روزگار به ڪندو رهيو ۽ ڪافي عرصي کان موليٰ جي مهر سان ۽ پنهنجي جاکوڙ جي ڪري سماج ۾ سٺي رتبي تي آهي.

قائم الدين سولنگي، نه صرف پنهنجي لاءِ جاکوڙيو آهي پر سنڌ جي لاوارث، بي پهچ، مايوس ۽ محروم آرٽسٽن جو دک به، سندس پنهنجو دک رهيو آهي. هن 1982ع ۾، انهيءَ جذبي تحت آل سنڌي فنڪار ويلفيئر ايسوسيئيشن کي جنميو ۽ هي دوست انهيءَ تنظيم جو تاحيات چيئرمين آهي ۽ اسان کان علاوه ٻيا به ڪيترائي دوست ساڻس گڏ هئا ۽ آهن.

هن ان تنظيم جي پليٽ فارم تان سڄي سنڌ ۾، تمام سهڻا ۽ يادگار پروگرام ڪيا. جن ۾: سال 1983ع ۾ نيو مئجسٽڪ سئنيما ۾، 1984ع ۾ هِل ٽاپ سئنيما ۾ ۽ مهراڻ آرٽس ڪائونسل حيدرآباد ۾ ٿيل پروگرام نه وسارڻ جوڳا آهن. نه صرف اهو پر سنڌ کان ٻاهر بلوچستان ۽ سرحد جي سرڪاري سڏن تي، قائم الدين سولنگي چونڊ سنڌي فنڪارن جا وفد وٺي ويو ۽ اتي پڻ يادگار پروگرام ڪيا.

قائم الدين سولنگيءَ جو آواز سندس گلي مان اوتجندڙ آلاپ ۽ راڳ جي دنيا ۾ سندس ڪيل جاکوڙ صرف اَڄ تائين ئي ناهي پر

مستقبل جون اکيون، سندس نالي ۽ فن کي انتهائي بلنديءَ تائين ڏسن ٿيون. اسان سڀئي سندس سڄڻ، قائم الدين کي، موسيقيءَ جي هڪ تحريڪ سمجهون ٿا. جيڪا انشاءالله تعاليٰ ڪاميابيءَ جي ڏاڪڻ چڙهندي رهندي. (آمين)

※ هيءَ مقالو 13 فيبروري 1993ع، پير حسام الدين شاهه راشدي هال. سنڌالاجي ۾ سنڌي ادبي سنگت سنڌ يونيورسٽي ڪالوني ڄامشورو پاران فنڪار قائم الدين سولنگي سان ٿيل رهاڻ ۾ پڙهيو ويو.
※ محفل جي صدارت، ڊاڪٽر آر اي شاهه. وي سي سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو جي هئي.

# قيوم ”راز“
# ءِ ڪتاب ”منهنجي جياپي جو سبب“

قيوم ”راز“ پنهور هڪ سچو ڪرو ۽ حقيقت پسند ماڻهو آهي. هن پنهنجي زندگي حق ۽ سچ جي پچار تي گذاري آهي. هن جي نظر مذهب، سياست، سائنس، محبت هجي يا فلسفو هجي، مڙني تي گهري رهي آهي. هن جو جنم 1960ع ۾ ميهڙ شهر ضلع دادو ۾ ٿيو. مئٽرڪ جو امتحان ميهڙ هاءِ اسڪول مان پاس ڪري وڌيڪ پڙهڻ لاءِ حيدرآباد آيو. جتي روينيو کاتي ۾ ملازمت ڪئي. پنهنجي شوق ۽ سندس والد محترم محمد چُٽل (مرحوم) جي بيحد خواهش تي علم حاصل ڪرڻ جي جستجو جاري رکندي بي، اي سچل آرٽس ڪاليج ۽ ايل، ايل، بي سنڌ لا ڪاليج حيدرآباد مان پاس ڪيائين ۽ ايم، اي (سوشيالاجي) جو امتحان سنڌ يونيورسٽي مان پاس ڪيو.

قيوم ”راز“ پاڻ هن وقت روينيو آفيسر جي حيثيت سان سيڪريٽريٽ بورڊ آف روينيو حيدرآباد ۾ فرائض سرانجام ڏئي رهيو آهي، پاڻ اديب، شاعر ۽ محقق آهي. سندس چار ڪتاب لکيل آهن. اُنهن مان ٻه ڪتاب مڪمل ٿي چڪا آهن. هڪ ”منهنجي جياپي جو سبب“ جيڪو توهان جي هٿن ۾ آهي ۽ ٻيو ڪتاب سندس ”مون موتي

جي ميڙيا“ شاعري جو آهي. جنهن ۾ سندس رمز صوفياڻي آهي ۽ مجاز جا مچ بہ ٻرندڙ نظر اچن ٿا. ٽيون ڪتاب ”الله ۽ انسان“ ۽ چوٿون ڪتاب ”تشريح ڪلام لطيف“ آهي جيڪي اجا ڪچي مسودي جي حيثيت ۾ آهن.

اسان دُعاگو آهيون تہ قيوم راز کي الله پاڪ ايتري عمر عطا ڪري جو سندن بيا ڪتاب بہ وقت سر اچن، جيڪي اصل رازن کي عام فهم ۾ بيان ڪن ٿا. جيئن ظاهري ۽ حقيقي، انسان ذات جي رهنمائي ٿي سگهي.

انسان پنهنجي وجود ۽ مزاج جي گهرائي سان گڏوگڏ ان تي سوچڻ ۽ فڪر ڪرڻ جو ڏانءُ بہ رکي ٿو ۽ هو فطرت جي ظاهري مشاهدي سان گڏ ان جي اڻ ڏٺي جي فڪري گهراين ۽ ان جي مقصدن تي بہ غور ۽ فڪر سان گڏ زمين تي انساني توڙي حيواني مخلوق لاءِ بہ سوچ فڪر رکي ٿو.

انسان جيڪو شعور ۽ فڪر جي طاقت رکي ٿو اهو صحيح ۽ خراب جي پرک بہ رکي ٿو. تخليق جي ظاهري ڏيک ويک ۽ ان جي ڳجهہ کان متاثر ٿي ان تي فڪر ڪري ٿو پر ان جي اونهي اسرار ۽ مقصدن کي سمجهڻ ۽ انهن جي اندر لڪل رازن کي هڪ فلسفي ئي بيان ڪرڻ جي قوت رکندو آهي. فيلسوفن تخليق ۽ تخليق جي روان دوان عمل جي بابت دنيا ۾ ڪيترائي ڪتاب لکيا آهن ۽ پرچار ڪئي آهي، جيئن يونان جي فلسفي سُقراط کان وٺي خليل جبران تائين ۽ سنڌ جي ڳالهہ ڪجيَ تہ سائين جي ايم سيد، شيخ اياز ۽ بيا کوڙ سارا نالا اچن ٿا.

هي ڪتاب ” منهنجي جياپي جو سبب“ بہ اهڙن احساسن ۽ فڪرن جو مجموعو آهي، جيڪو انساني تخليق ۽ سماج جي حالتن ۽ سماج ۾ ٿيندڙ سياسي، فڪري ۽ معاشي تبديليءَ جو جائزو پيش ڪري ٿو.

اسان جي هن پياري دوست قيوم راز مختلف وقتن ۾ مختلف مضمونن تي روشني وڌي آهي پر هن جي اندر ۾ ايڏي وڏي علمي ڄاڻ ۽ فڪر جو خزانو لڪل هو جنهن جي مون کي ايتري ڄاڻ نه هئي، جيڪا هن ڪتاب کان پوءِ پئي. ڇو ته فلسفي جو نئون انداز هن ڪتاب ۾ نظر اچي ٿو جنهن ۾ سماج جي مختلف مسئلن کي سائنسي بنيادن تي اُجاگر ڪيو ويو آهي ۽ فڪر وارن موضوعن تي ان جي فڪري مقصدن ۽ رازن کي ظاهر ڪيو ويو آهي.

هن ڪتاب ۾ جيڪي مضمون لکيل آهن، نه صرف جذباتي لاڳاپن جي بنياد تي آهن پر سندس گهري مطالعي جو مظهر پڻ آهن. ڪتاب ۾ شامل مضمونن ۾ "سِڪ ۽ سائنس" پڙهبو ته هڪ سائنسي بنياد تي ٿيسز پيش ڪيل آهي ۽ مضمون "ڀِٽو ۽ سنڌ" حقيقت جي بنياد تي ڀُٽي صاحب جي شخصيت جي سنڌي قوم تي دائمي اثرن کي کولي سمجهائي ٿو. هن جنهن طريقي سان مختلف موضوعن تي لکيو آهي اهڙي طرح خود زندگي بابت به سندس فڪر گهرا آهن.

اِن ۾ ڪو شڪ نه آهي ته سنڌي ٻوليءَ ۾ هن نوعيت جو ڪو ڪتاب آيو نه هجي، پر قيوم راز جو هي ڪتاب به هڪ اهم جاءِ والاريندو ۽ سنڌي ٻوليءَ کي هي نئون موڙ مبارڪ هجي.

---

※ هي مضمون: عبدالقيوم پنهور 'راز' جي ڪتاب "منهنجي جياپي جو سبب" جي بئڪ ٽائيٽل ۽ صفحي نمبر 4 ۽ 5، سال 2014ع تان کنيل آهي.

# شاهنواز مهيسر

تاريخ ۾ ڪنهن بہ ماڻهوءَ جو تعارف سندس سرڪاري عهدو ۽ دنياوي مرتبو نہ هوندو آهي، پر اهو هن جي ڪردار ۾ ڪم تي هوندو آهي، جيڪو سندس مان ۽ مرتبي قائم رکڻ لاءِ پنهنجي سونهري ورقن ۾ هميشہ لاءِ زنده جاويد ڪري ڇڏيندو آهي.

زير نظر ڪتاب جو ليکڪ اسان جو مان وارو سائين شاهنوز مهيسر صاحب منهنجي انهن لائق احترام دوستن منجهان آهي، جن جو آئون نهايت ئي دل سان ادب ۽ احترام ڪندو آهيان. چاڪاڻ تہ شاهنواز مهيسر صاحب هڪ گهڻ پاسائون ماڻهوءَ سان گڏ باذوق، ادب دوست، نفيس طبيعت ۽ نهايت ئي حليم شخصيت جو مالڪ آهي.

شاهنواز مهيسر صاحب قمبر، شهدادڪوٽ ضلع جي بکر مهيسر ڳوٺ ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم بہ اتان ئي ورتائين. بي اي حيدرآباد سچل ڪاليج ۽ ايم اي ايڪانامڪس سنڌ يونيورسٽي مان ڪرڻ بعد اعليٰ سرڪاري عهدن تي رهي چٽاڀيٽيءَ جو امتحان (CSS) پاس ڪري وفاقي ادارن ۾ نوڪري ڪئي. وڏن عهدن تي رهندي بہ هن

درويش صفت انسان ۾ نہ هٺ، نہ هوڏ، نہ تڪبر ۽ نہ غرور. بلڪہ فقيري روش هلندي هن هميشہ عام ماڻهن جي خدمت کي پنهنجو نصب العين سمجهيو ۽ پنهنجي وس ۽ وِت آهر ضرورت مندن جي مدد ڪندو رهيو.

شاهنواز مهيسر صاحب جي شخصيت جو ٻيو اهم پهلو تاريخ تي ڪم ڪرڻ آهي. هن جو پهريون ڪتاب "وچايل ورثو تاريخ جي تناظر ۾" باوجود ان جي جو هيءَ سندس پهرين تصنيف هئي، پڙهندڙن سندس لٽي ۽ مواد کي بيحد ساراهيو آهي، چاڪاڻ تہ اهو ڪتاب پڙهندي پڙهندڙن کي ليکڪ جي علمي ڄاڻ جي پروڙ پئي. يقيناً سندس لکڻي ۾ علمي چاهہ سان گڏ رس ۽ چس بہ آهي. شاهنواز مهيسر صاحب جو هي ٻيو ڪتاب "تقسم هند ۽ سنڌ ۾ نسليتي ويڇا" پڻ سندس اڳئين ڪتاب وانگر عوامي مقبوليت ماڻيندو ۽ اسان سڀني لاءِ ڄاڻ ۾ اضافو ۽ دلچسپيءَ جو باعث بڻبو.

※ ڪتاب "تقسم هند ۽ سنڌ ۾ نسليتي ويڇا" جي بئڪ ٽائيٽل تان ورتل، جنوري 2019

# خير محمد "عاشق" سولنگي
# جو ڪتاب "اوچا ڳاٽ سدائين رهندا"

عاشق سولنگيءَ جو مائٽاڻو نالو خير محمد سولنگي آهي، جڏهن تہ شاعراڻو تخلص "عاشق" آهي. عام طرح ماڻهو ڪيس پيار منجهان چاچو عاشق سولنگي ڪري چوندا آهن، هي انتهائي متحرڪ سياسي، سماجي ۽ ادبي ڪارڪن توڙي اڳواڻ. سال 1950ع جي بهار جي ڦوهہ رات يعني 3 مارچ تي ڀاڳوند ماڻهو حاصل سولنگيءَ جي گهر ڳوٺ اُپ پور تعلقي سنجهوري ضلعي سانگهڙ ۾ ڄائو.

غربت سبب ننڍي هوندي کان ئي پاڻ تعليم اڌ ۾ ڇڏي يعني ڇهون درجو سنڌي پاس ڪرڻ بعد ڳيي جي ڳولا ۾ محنت مزدوري ۾ لڳي ويو جنهن ۾ هوٽل تي بيراگيري کان ٽينڊي، ڪتر مشين تان گاهہ جون ڀريون مال جي واڙن تائين رسائڻ کان علاوه اخبار جو هاڪر ٿي ڪم ڪيائين ۽ پوءِ جهول، سنجهورو، پيرو نمل، شهدادپور ۾ اخبارن جو ايجنٽ بہ ٿيو. گڏوگڏ ڀهراڙيءَ جي ڀاڪڙا هوٽل، شربت ۽ ٿاڌل وڪڻڻ جا تجربا بہ ڪندو رهيو. اخبارن جي ايجنٽيءَ دوران سندس ڏيٺ ويٺ ان وقت جي وڏن وڏن ايڊيٽرن ۽ صحافين سان بہ ٿي جن ۾

محمد عثمان ڏيپلائي، شيخ علي محمد، شيخ احمد خان ۽ لائق ٽيپو وغيره جا نالا خاص ذڪر لائق آهن.

عاشق سولنگي، شهيد فقير محمد رحيم مهر جي شهادت کان پوءِ ڪجهه وقت 3 روزه اخبار الفقراء جو نيوز ايڊيٽر بہ رهيو اهوئي دور هو جڏهن هو سياسي حلقن سان گڏوگڏ ڪجهہ ادبي حلقن ۾ بہ سڃاڻپ ناهڻ لڳو هو.

هونئن تہ سندس سڃاڻپ هڪ قومي ۽ مزاحمتي شاعر جي آهي پر پاڻ شاعريءَ جي مختلف صنفن ۾ طبع آزمائي ڪئي اٿن جنهن ۾ گيت، غزل، چوسٽا، وائي، ترانا، حمد، مولود، مناجات وغيره لکيا جيڪي مختلف اخبارن رسالن ۾ ڇپبا رهيا آهن. پاڻ مشاعرن ۾ پنهنجي شاعري ترنم ۾ پڙهي حاضرين تي سحر طاري ڪرڻ ۽ مشاعرا لٽي ونندو آهي. ڇاڪاڻ تہ ڪيس سر ۽ تال جي پلي پَت ڄاڻ آهي، انهيءَ سلسلي ۾ سال 81-1980ع ۾ باقاعده راڳ سکي هڪ سالہ ڊپلومہ بہ حاصل ڪيائين.

عاشق سولنگي سياسي زندگيءَ جي شروعات 1967ع کان ڀُٽي شهيد جي پيپلز پارٽيءَ جو باقاعده ميمبر تي ڪري ڪئي. 1969ع جو سال سندس زندگيءَ جو اهم سال آهي. جڏهن پاڻ سانئڻ ڪريمان سولنگيءَ سان ڳوٺ عيسن چانڊيو ۾ لائون لاتائون، وهانءَ جي ويهين سال کيس اولاد جي نعمت عطا ٿي، پهريون سارنگ لطيف 1989ع ۾ ۽ بيو پٽ ڏياچ لطيف 1996ع ۾ پيدا ٿيا.

سياسي حوالي سان جيئن تہ عاشق سولنگي جو مزاج سماجي اڻبرابري ۽ نسلي متڀيد جي ابتڙ هو. پيپلز پارٽيءَ جي سوشلزم جي نعري سبب پاڻ اُنهيءَ پارٽيءَ ۾ شامل ٿيو. پر سنت ئي هو انهيءَ کي

ڇڏي ويو ڇاڪاڻ تہ سندس خيال موجب پارٽي پنهنجي منشور کان هٽي وئي هئي، اهو 1975ع جو سال هيو. 1981ع ۾ جيئي سنڌ محاذ ۾ شامل ٿيو پر هتي بہ ڪيس سڪون ميسر نہ ٿي سگهيو ۽ 1988ع ۾ جيئي سنڌ محاذ کي خير باد چئي 1989ع ۾ محترم ڊاڪٽر قادر مگسي جي سربراهي ۾ سنڌ ترقي پسند پارٽيءَ جي بنيادي ڪارڪن ۽ پارٽي ناهيندڙ اڳواڻن ۾ شامل هئڻ جو شرف حاصل ڪيائين. ترقي پسند پارٽيءَ ۾ رهندي سنڌ ترقي پسند ڪلچرل فورم پاران ڪيترائي ڪلچر ميڙاڪا ۽ پروگرام ڪرايا جن ۾ ڪجهہ اسٽيج ڊراما ۽ بہ عدد ٽيلي فلمون، هڪ آجپي جي جنگ ۽ ٻي شهيدِ وطن شامل آهن.

اشاعتي حوالن سان بہ سندس ڪيترائي ڪم ڳڻائڻ لائق آهن جنهن ۾ پندرنهن وار اخبار مزاحمت، رسالو انقلابي واٽ، مئگزين مزاحمت، سلسليوار ڪتابڙو جو سچ مچائي مچ جي ادارتي سٿ ۾ شامل رهيو ان کان علاوه شاعري توڙي نثر لکڻ ۽ ڇپائڻ جو سلسلو پڻ رکيو اچي، نثر ۾ پاڻ مضمون نگاري، شاهہ لطيف تي تحقيقي ۽ مطالعاتي لکڻيون ۽ بيتن جون سمجهاڻيون، سياسي سماجي ۽ ادبي شخصيتن جا خاڪا وغيره لکندو رهي ٿو. پاڻ ورهين کان سنڌي ادبي سنگت سان سلهاڙيل آهي. 1970ع کان 80 واري ڏهاڪي ۾ سنگت جهول جو سيڪريٽري رهندي، اتي هڪ لئبرري بہ قائم ڪرايائين.

1990ع کان قاسم آباد حيدرآباد ۾ مستقل رهائش اختيار ڪرڻ سبب پاڻ هتي ئي سياسي، سماجي ۽ ادبي طور سرگرم آهي، ادبي کيتر ۾ پاڻ سنڌي ادبي سنگت حيدرآباد جو مستقل ميمبر آهي ۽ باقاعده دستوري گڏجاڻين ۾ شرڪت ڪري ٿو. استاد الشعراء آهي ۽ SFO جي مرڪزي آفيس هيپي هومز مين روڊ، قاسم آباد، لڳ چانڊيا ڳوٺ ۾

روزاني بنياد تي ٽيندڙ گڏجاڻيءَ ۾ نون شاعرن جي شاعريءَ جي اصلاح پڻ ڪندو آهي. سندس ٻيهرئين شعري مجموعي "اوچا ڳاٽ سدائين رهندا" جي اڄ مهورتي تقريب آهي. اميد تہ هي ڪتاب پڙهندڙن ۾ ججهو مان ماڻيندو.

هتي آءُ مناسب سمجهان ٿو تہ سندس شاعري منجهان ڪجهہ چونڊ حوالا ڏيان تہ جيئن سندس اسلوب ۽ شاعراڻا تخيل سان واقفيت ٿي سگهي. سندس وائي:

ڪويل ڪوڪاري،
ڪوتہ ٻڏي سا دانهڙي.

ڏيهہ مٿي جو ڏاڍ ٿيو هنياءُ ٿو ڏاري،
ڪو تہ ٻڏي سا دانهڙي.

اڄ بہ سهڻي سير ۾، ساهڙ ڪي ساري
ڪو تہ ٻڏي سا دانهڙي.

"عاشق" جيءَ جڏو ٿيو، گهنگهر ۾ گهاري
ڪو تہ ٻڏي سا دانهڙي.

مٿي ڏنل وائيءَ مان سندس وطن پرستي ۽ ساڻيهہ جي سِڪ عيان آهي. اجهو سندس هڪ ٻي وائيءَ جا بہ بند ساڳئي اسلوب ۽ انداز ۾ آهن:

ڏرتي پنهنجي ماءُ، او! پينر پاءُ،
اڄ تہ بچايون سنڌ کي.

ڏاڍ اڳيان جو ڪنڌ جهڪائي، تنهن بہ لڄائي ماءُ،
اڄ تہ بچايون سنڌ کي.

جڏهن بہ ايندي پنهنجي حڪومت، سڀ سان ٿيندو نياءَ،
اڄ تہ بچايون سنڌ کي.

عاشق سولنگي پنهنجي هر وائي، بيت، نظم، گيت ۽ غزل ۾ ائين ٿي ڏرتيءَ ماءُ سان محبت، مارن جي اُڪير، سچ ۽ ساچاھ جا ڍڪ پريندي ڏسجي ٿو. سندس شاعري ۾ ٻارن، هارين ۽ مزورن لاءِ لکيل گيت جابجا نظر اچن ٿا. سندس هڪ غزل جون چند سٽون ٻارن لاءِ ڏسو تہ ڪيتريون نہ خوبصورت آهن:

معصوم پيار پنهنجو معصوم ٻار وانگي،
ڪنهن سان ڪيون نہ نفرت، ڪاوڙ بہ پيار وانگي.

ڪارو بگو يا پورو، ڳاڙهو ڳڪر يا سانول،
پنهنجا سڀئي دلبر، اکڙين جي ٺار وانگي.

هن گيت ڏي نهار ڪري ڏسو جڻ تہ سنڌ تي ساونڻي مُند جا ڪڪر ڪِيس ڪري بيٺل نظر اچن ٿا:

مُند ملهاري ساونڙ آيو
بوندون برسن رِم جهِم رِم جهِم.

وسڪاري ۾ ڳيچ خوشين جا،
چيرين جي آ چم چم، چم چم.

ساز چُڙي پيا تر جبل ۾،
ناغارن جي ڊم ڊم، ڊم ڊم.

اهڙيءَ طرح سندس ڪافيءَ جو رنگ بہ دلفريب ۽ نرالو آهي.

تنهنجـــي انـــگ انـــگ ۾ آ، شـــراب پـــرين،
تـــــون مشـــــتاقن لاءِ عقـــــاب پـــــرين.

تِـــرُ آهـــي، غضـــب جـــو ڳـــل مٿـــان،
ڇـــڙ يـــونٿر گلابـــي گـــل مٿـــان،
غمـــزن جـــو عجـــب آ حجـــاب پـــرين،
تـــــون مشـــــتاقن لاءِ ڪتـــــاب پـــــرين.

آخر ۾ آءُ پنهنجي مقالي جو هن دعا سان اختتام ڪندس تہ شال خير محمد عرف چاچا عاشق سولنگي ماڻهن جي دلين ۽ ساهتي دنيا جي آسمان تي سدا چمڪندڙ ستارن جيان روشن رهي.

حق موجود، سدا موجود

---

هي مقالو سنڌ فرينڊس آرگنازيشن ۽ سنڌ آرٽس لٽريچر ڪلچرل سوسائٽي پاران ”عاشق سولنگي“ جي شاعري جي ڪتاب ”اوچا ڳاٽ سدائين رهندا“ جي مهورت تي سنڌي لئنگويج اٿارٽي هال ۾ 10 مارچ 2019 تي پڙهيل.

# امين زرداري

# ۽ ڪتاب "ساهن جي سُرهاڻ ۾"

حساس طبيعت انسان ڪهڙي بہ ڪڙم قبيلي، قوم، ملڪ، علائقي يا ڪنهن اداري ۾ هجن، اهي نهايت نيازمند ۽ هڏڏوڪي هوندا آهن. سنڌي ٻوليءَ ۾ سرائڪي، پنجابي، بلوچي، ڍاٽڪي، مارواڙي، دراوڙي، ڪڇي، اترادي، لاڙي، ڪوهستاني، وچولائي ۽ راجستاني لهجا ٻوليءَ جي سونهن جا سهڻا سُرها رنگ آهن. انهن سمورن رنگن ۾ لوڪ شاعري ۽ لوڪ ادب کان وٺندي قديم ۽ جديد ادب سنڌ ۾ ڀرپور نموني ٽڙيل پکڙيل موجود آهي، ان کي بہ سهيڙڻ جي ضرورت آهي.

موقعي جو فائدو وٺندي ٻڌائيندو هلان تہ امين زرداري معمول مطابق هر سال سياري ۾ پنهنجي ڳوٺ تي ادبي ميڙاڪو مچائي اديب، شاعر، سگهڙ، لوڪ فنڪار ۽ ڪلاسيڪل گائيڪ گهرائي سڄي رات محفل کي مچائي فجر مهل اختتام ڪندو آهي. محفل جي صدارت ۽ خاص مهمان لاءِ عوامي چونڊيل نمائندن کان ضلع جا بالا عملدار بہ آڻيندو آهي. ازنسواءِ ساري سنڌ جا ادب دوست محفل ۾ شرڪت ڪندا آهن. امين زرداري سيني دوستن جي خاطر تواضع سان گڏ

سوڪڙيون پاڪڙيون بہ ڏيندو آهي، محفل ۾ صحافي دوستن سان گڏ پرنٽ ميڊيا ۽ اليڪٽرانڪ ميڊيا جا دوست بہ وڏي تعداد ۾ شريڪ ٿيندا آهن.

'ساهن جي سرهاڻ' ڪتاب ۾ الله بخش 'امين' زرداري پوليس عملدار هوندي بہ نيازمنديءَ کي ڪٽي بہ هٿان نہ ڇڏيو آهي. سڄي ڪتاب ۾ هي محبتي ماڻهو انسان دوست ۽ انسانيت جو هڏڏوڪي، وطن پرست، سنڌ پرست، جمهوريت پسند، قومي ڪلاڪار، ڳوڻاٽو مرد مجاهد ۽ حساس دل عاشق ٿي نظر اچي ٿو. هن پنهنجي 156 صفحن تي مشتمل ڪتاب ۾ حمد، نعت، قصيدن، غزلن، ڪافين، واين، نظمن، بيتن ۽ چوسٽن تي سنڌي ۽ سرائڪي ٻولين ۾ طبع آزمائي ڪئي آهي. هن کان اڳ سال 2009ع ۾ "يادن جو البم" شاعري جو ڪتاب ڏنو جيڪو عام پڙهندڙن پسند ڪيو.

امين زرداري پنهنجي شاعريءَ "ساهن جي سرهاڻ" ۾ پنهنجي پالڻهار ٻنهي جهانن جي سردار مولا علي ع، ڪربلا جي شهيدن، شاهہ عبداللطيف، سنڌ امڙ، شهيد ذوالفقار علي، شهيد بينظير ڀٽو شهيد فهيم عباسي، شيخ اياز استاد بخاري، امڙ جيجل، سنڌ جي ٻهراڙين، سرڪاري اسڪولن جي بند ٿيڻ، وڏيرا شاهيءَ جي ڏاڍ جبر ۽ زوراوري، نوري مهاڻي ۽ ايڪتا جي ثقافتي ڏهاڙن جي موضوع سان گڏ عشق ۽ حسن جي اسرارن ۽ تصوف جي موضوعن کي پڻ شاعريءَ ۾ جاءِ ڏني آهي. "پنهون ٿيس پاڻ، سسئيءَ تان سور وئا." يٽ ڏٺيءَ بادشاهہ جي ان فلسفي مطابق الله بخش 'امين' زرداري بہ سڀ ۾ 'پرين پسڻ' جي واٽ وٺندي سيئي سور پنهنجا ٿو سمجهي.

هن نيازمند ماڻهوءَ پرينءَ جي پياس، تانگهه طلب، وصل وڇوڙي، برهه جي باهه ۽ پرين جي آمد تي خوشيون شادمان ڪرڻ ڪان وٺي سماجي برائين ۽ پلاين جو ذڪر پڻ پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪيو آهي. پالڻهار کي باڏائيندي چوي ٿو:

اسان جي حال هيڻي جي سجڻ توکي خبر آهي
ڪجان ڪا پاجهه پاجهارا، نماڻي هيءَ نذر آهي...

مديني واري سائينءَ کي گذارش ٿو ڪري ته:

مديني جا والي مديني گهرايو
اسين سڀ سوالي مديني گهرايو...

مولا علي عه جو شان بيان ڪندي چوي ٿو:

اسان جو ورد آ جاري علي مولا علي مولا،
ڪندو سيني سان سرداري علي مولا علي مولا...

ته وري تصوف جي اپٽار ڪندي لکي ٿو:

الله به تون ۽ امين به تون،
محبوب به تون ۽ مهجبين به تون،
اسلام به تون ۽ دين به تون،
تون نرمل جوڙيا ننگ عجب،
هي روپ عجب هي ڍنگ عجب...

انسانيت جو سبق ڏيندي چوي ٿو ته:

دل نہ ڪنهن جي ڪڏهن ڪا ڏُکاري ڪجي،
ڪجي اندر اُجرو دل نہ ڪاري ڪجي....

پرينءَ جي پيار ۾ بي اختيار ٿي چئي ٿو ڏئي تہ:

زندگي تو کان سواءِ گهرجي نہ ٿي،
ڪا خوشي تو کان سواءِ گهرجي نہ ٿي.
يا
مُرڪي مُرڪي ملندو آهين،
سَچ پَچ ڏاڍو وڻندو آهين...

وَجد ۾ اچي هيئن بہ چئي ٿو تہ:

ٿي نہ اچو چَيرِ وَجائيندس،
مان ڳالهہ پرينءَ جي ڳائيندس.
يا
اج اهڙي ڳالهہ ٻڌائي ڇڏيئي،
منهنجو ويتر عشق وڌائي ڇڏيئي...

الله بخش 'امين' زرداريءَ جي شاعريءَ ۾ سماجي ڪارج بہ موجود آهي تہ مظلومن ۽ محڪومن لاءِ پيغام بہ موجود آهي. انساني چڱاين لاءِ جدوجهد، جستجوءِ محنت جا سبق موجود آهن. پاڻ شاعريءَ جي سرائڪي واري حصي ۾ چوي ٿو تہ:

تيــــڏي پيـــار ڪيتـــا پروانـــا هـــان،
مئـــين مســـت صـــفا مســـتانا هـــان.

ميـــڏا رهبـــر ســـائين شـــاهہ ســـچا،
مئـــــين جـــــنهن وچ آپ الله ڏنـــــا،
مئـــين نـــوڪر تـــون محبـــوب منـــا،
مئـــين در دلبـــــر نـــــذرانا هـــــان،
مئـــين مســـت صـــفا مســـتانا هـــان.

هُڻ تان آ دلدار،
پلپل دلڙي جهانيان پيئندي،
پَٽ پَٽ ماس جدائي ڪاندي،
تئين بن دلڙي مونجهي ماندي،
ڪونهي چين قرار،
هُڻ تان آ دلدار،
پل پل دلڙي جهاتيان پيئندي،
برهہ ڪيتا بيمار وويار...
ڦڪيان ڪونهي فرق ڪريندبان،

نچسان پا ڪر چير،
محب اگڻ تي آسين ميڏي..

الله بخش 'امين' زرداري شاعر هئڻ سان گڏ عاشق مزاج، راڄائتو، اوطاقي ماڻهو بہ آهي تہ موسيقيءَ سان پيار ڪندڙ، سنئو راڳي بہ آهي. پاڻ تعليم کاتي ۾ استاد جي پيغمبري پيشي ۾ بہ رهيو آهي*، جيتوڻيڪ هن وقت پاڻ پوليس کاتي جو عملدار آهي. تنهن هوندي بہ اسان جو هي دلبر دوست حساس طبيعت هئڻ ڪري فقيريءَ کي پسند ڪري ٿو. هي يارن جو يار ۽ محفل جو مور آهي. سندس شاعريءَ ۾ واقعي بہ ساهن جي سرهاڻ موجود آهي.

اسان پنهنجي دوست امين زرداري مان اميد ٿا رکون تہ پاڻ اڃان وڌيڪ سنڌي ادب جي خدمت سان گڏ انساني خدمت ڪرڻ ۾ ڪا ڪسر نہ ڇڏيندو. (آمين)

حق موجود _ سدا موجود

---

* هي مقالو: امين زرداري جي شاعري جي ڪتاب "ساهن جي سرهاڻ" جي مهورت تي نواب شاهہ ايچ ايم خوجا آڊيٽوريم هال ۾ تاريخ 10.3.2018 تي پڙهيل.

# نصاب کان درسي ڪتاب تائين

(2009ع وارو نصاب)

درسي ڪتاب تي ڪجهہ چوڻ کان اڳ ڏسون تہ نصاب ڇا آهي ۽ درسي ڪتاب جو نصاب سان ڪهڙو تعلق آهي، هتي نصاب جنهن کي انگريزيءَ ۾ ڪريڪيولم چيو ويجي ٿو ان بابت مختصر وضاحت ڪنداسون، ڪريڪيولم يوناني ٻوليءَ جو لفظ آهي. ان جي تعريف آهي:

Curriculum is all planned learning for which the school is responsible.

or

Curriculum is all the experiences learners have under the guidance of the school.

or

Curriculum is the totality of learning experiences provided student so that they can attain general skills and knowledge at a Varity of learning sites.

اهڙيءَ ريت درسي ڪتاب لاءِ چئجي تہ نصاب جي روشنيءَ ۾ هڪ اهڙو وسيلو جنهن کي ڪتب آڻي استاد شاگردن کي متحرڪ

ڪري سگهي ۽ ڪين مضمون يا مسئلي بابت گهٽي ۾ گهٽي ڄاڻ ڏئي سگهي.

مٿين وصفن جي ڏسڻ کان پوءِ چئي سگهبو تہ نصاب ۽ ڪتاب هڪ ٻئي سان ائين جُڙيل آهن جيئن شاهہ لطيف رحہ فرمايو:

"ڪاتب لکن جيئن، لايو لام الف سين "لا."
يا وري
"ڪڙو منجهہ ڪڙي، جيئن لُهار لپيٽيو."

يعني نصاب يا ڪتاب ڪي ڌار ڪري نٿو سگهجي، ورنہ هڪ ڪان سواءِ ٻيو بي جان يا ڪجهہ نہ هوندو. ان ڪري جتي نصاب جي ڳالهہ ٿئي اتي ڪتاب ۽ ڪتاب سازيءَ جي ڳالهہ بہ ضروري آهي.

آئون هتي ڪتاب سازي جي مڪمل جائزي سان گڏ ڪتابن جي تياري واري مرحلي جو ذڪر ڪرڻ ضروري سمجهان ٿو ۽ ان عمل دوران درپيش مسئلن جو پڻ ذڪر ڪندس.

ڪتابن جي تياري يا ڪتاب سازيءَ:

جيئن تہ موجوده نصاب سال 2006ع ۾ تيار ٿيو جيڪو نئشنل ليول تي هو. اهو ڪن سياسي يا تعليمي مجبورين جي ڪري وقت سر نافذ نہ ٿي سگهيو. وفاقي سرڪار پاران اڳتي هلي 2009 ۾ 18 ترميم جي اچڻ ڪان پوءِ تعليم جو سمورو بار يعني تعليمي شعبو صوبن جي حوالي ڪيو ويو. اهڙيءَ ريت سنڌ صوبي جي تعليمي شعبي پاران 2006ع واري نصاب کي ٿوري گهٽي ۾ گهٽي چند ڄاڻ کان پوءِ صوبائي سطح تي ان ۾ ثقافت، ماڳ، مڪان ۽ شخصيتن جي علمي،

ادبي ۽ سياسي خدمتن جو حصو وڏائڻ کان پوءِ ان ۾ واڌارو آڻي، ڪتاب جي تياري جو مرحلو سال 2010ع کان باقاعدي شروع ڪيو ويو. اچا وڌيڪ اهو ته ان پيرڊ ۾ ڪتابن جي لکڻ ۽ شايع ڪرڻ جو شروع ٿيل سلسلو به ڪن مجبورين ڪري اهو ڪم پايه تڪميل تائين پهچي نه سگهيو. سال 2014ع کان سنڌ سرڪار انهيءَ عظيم منصوبي کي مرڪز کان صوبائي اختيار ملڻ بعد باقاعده ڪم شروع ڪيو.

دراصل درسي ڪتاب تيار ڪري شايع ڪرڻ وارو ڪم سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ جي آئيني ذميواري آهي. تنهن ڪري سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ کي سنڌ سرڪار پاران بيهر اهو اختيار ڏنو ويو ته موڪليل نصاب مطابق ڪتاب لکڻ ۽ شايع ڪرڻ جو سلسلو شروع ڪري. سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ ان سلسلي تي عمل ڪرڻ لاءِ سڀ کان پهرين ڪتاب جي ليکڪن جون گڏجاڻيون ڪوٺايون ۽ نصاب جي ڪُليات ۽ جزئيات کي سامهون رکي درجيوار ڪتاب لکائڻ جو ڪم شروع ڪرايو.

جيئن ته موجوده نصاب پنهنجي نوان جي ڪري اڳوڻن نصابن کان تعليمي، تدريسي ۽ تحقيقي بنيادن تي ناهيل آهي. جنهن ۾ هيٺ ڏنل نُڪتن تي خاص ڌيان ڏئي تيار ڪيو ويو آهي. جنهن ۾ بين الاقوامي اصولن تي نه رڳو ڪتاب پر تدريسي اصولن کي به سامهون رکي ان ۾ ليکڪن ۽ استادن لاءِ تدريسي طريقن لاءِ رهنمائي پڻ شامل ڪئي وئي آهي. انهن اهم نُڪتن جو مختصر تفصيل هن ريت آهي:

موجوده نصاب 2006ع جون مکيه ڳالهيون:

1. معيار (Standards)

2. بينچ مارڪ (Bench Mark)

3. مهارتون (Competencies)

4. زبان جو نصاب (Language Based)

5. ورجاءَ کان پاڪ (Free from Over Lapping/Repetition)

6. زبان جي بنيادي مهارتن جو تفصيل

(Detailed Basic Language Competencies)

(ٻڌڻ, ڳالهائڻ, پڙهڻ ۽ لکڻ) (Listening, Speaking, Reading, writing)

7. لفظي ذخيري جو درجيوار معيار (Gradual Standard Vocabulary)

8. تدريسي طريقا (گرامر ۽ زبان)

Teaching Methodology (Language and Grammar)

9. درجيوار ارتقا (Gradual Progression)

10. مڪاني ثقافت جي اوسر (Local CulturePromotion)

11. سکيا جي حاصلات (Learning Outcomes)

موجوده نصاب پٽاندر هي پهريون پيرو آهي جو درسي ڪتابن ۾ تدريسي معيار (Standards) کي نظر ۾ رکندي سبق لکڻ جي رهنمائي ڏنل آهي تہ جيئن ٻارن جي عمر، فهم جي سطح ۽ صلاحيتن کي آڏو رکي درجيوار علمي چاڻ ڪتابن ۾ رکجي. انهن معيارن ۾ لفظي ذخيرو ٻار جي درجي مطابق پهرين کان ٽئين تائين ڪتابن ۾ ايترا لفظ شامل ڪيا ويا آهن جن کي ان عمر جا ٻار گهڻو ڪري پنهنجي ويجهي ماحول ۾ ٻڌڻ ۽ سمجهڻ ۾ ڪتب آڻين ٿا. انهيءَ سلسلي ۾ پهرين کان ٽئين ۽ ٽئين کان پنجين ۽ پنجين کان مٿي درجن تائين جي حساب سان ڪتابن ۾ لفظي ذخيرو پڻ ڏنو ويو آهي.

سنڌ ٽيڪسٽ بورڊ هن سال ٽائين ستين درجي جي سڀني مضمونن جي ڪتابن کي نئين سر تيار ڪري پڌرو ڪيو آهي. جيئن تہ نصاب ۾ درجيوار تعليمي مهارتون پڻ جاچايون ويون آهن. تنهن ڪري نفسياتي ۽ طبيعياتي پهلوئن کي سامهون رکندي انهن ڪتابن ۾ لساني پهلوئن تي عمل ڪيو ويو آهي. خالص لساني مهارتن تي توجهہ ڏنو ويو آهي ۽ سبقن ۾ ڏنل معلومات کي ثانوي حيثيت ڏني ويئي آهي تنهن ڪري سبقن کي تدريسي لحاظ کان زبان جي اوسر کي بنيادي حيثيت حاصل آهي. انهيءَ سلسلي ۾ اهو ٻڌائڻ ضروري پڻ آهي تہ اڳوڻن ڪتابن ۾ ٻين مضمونن جي معلومات ڏنل هوندي هئي، جيڪا هاڻي ڏنل نہ آهي مثال طور سنڌي ٻوليءَ جي ڪتابن ۾ اسلاميات، عربي ٻوليءَ جي گرامر ۽ تجويد جا اصول هئا. ان سان گڏ سائنس ۽ سماجي اڀياس جي معلومات هئي ۽ ڪتابن تي مربوط نصاب پٽاندر لکيو هو تہ جيئن استاد انهن ٻين مضمونن جا تصور ٻارن کي پڙهائين ۽ سمجهائين.

موجوده ستين درجي تائين ڇپيل ڪتاب ان نئين نصاب پٽاندر هڪ تہ انهن ڳالهين جي ورجاءُ کان آجا آهن ۽ ٻيو تہ انهن ۾ لساني مهارتن کي اهميت ڏيئي هر سبق جي شروعات ۾ سکيا جي حاصلات سبق آهر لکيون ويون آهن تہ جيئن استادن کي سبق کي پڙهائڻ ۾ سهولت ٿئي ۽ اهي پنهنجي تدريس کي ڪامياب بنائي سگهن. ان کانسواءِ سبقن جي مشقن ۾ سکيا جي حاصلات مطابق مختلف معروضي ۽ موضوعي انداز جا سوال ڏنا ويا آهن. ان کان علاوه تعليمي سرگرميون پڻ ڏنيون ويون آهن ۽ آخر ۾ استادن جي رهنمائي لاءِ ضروري هدايت ۽ نُڪتا ڏنا ويا آهن.

سنڌي ٻوليءَ جي گرامر کي درجيوار ورڇ مطابق هر ڪتاب جي مشقن ۾ سبق وار ۽ مرحلي وار شامل ڪيو ويو آهي تہ جيئن شاگرد وڏن ڪلاسن تائين پهچڻ تائين مقرر مقدار ۾ گرامر سکي سگهن. سنڌي ٻولي جي بنيادي مهارتن کي تدريس سان گڏوگڏ شامل ڪيو ويو آهي، يعني ٻڌڻ، ڳالهائڻ، پڙهڻ ۽ لکڻ جي مهارتن جي اوسر کي درجيوار ڪتابن ۾ گرامر جي مدد سان اڳتي آندو ويو آهي. انهيءَ سلسلي ۾ خط، درخواست، مضمون، سبق جو خلاصو، نظم جو مرڪزي خيال، لفظن جون معنائون ۽ انهن جو جملن ۾ نهڪندڙ استعمال. آڪاٽيءَ جو تت ۽ آڪاٽي کي پنهنجي لفظن ۾ ٻڌائڻ، لفظي ذخيري جو استعمال ڪندي سموري گرامر جو درجاءُ ۽ هر درجي ۾ لفظي ذخيري ۾ اضافو ڪرڻ لاءِ ان سطح تي ٻين مضمونن جا ڪجهہ لفظ سبقن جي عنوانن مطابق ڪتب آٽي. افقي (Horizontally) ۽ عمودي (Vertically) طور ٻوليءَ جي اوسر ڪئي ويئي آهي. ائين ڪرڻ سان ٻارن لاءِ ٻين مضمونن جي اوپرائپ ختم ڪري ڇڏي آهي ۽ لفظي ذخيرو بہ وسيع ڪري ڇڏيو آهي. نون تدريسي طريقن کي ڪتب آڻيندي اها ڪوشش ڪئي وئي آهي تہ استاد پنهنجي پيشيورانا صلاحيت مطابق ٻارن کي سنڌي ٻولي جديد طريقن مطابق پڙهائين تہ جيئن تدريس بہ سولي ٿي سگهي ۽ ٻارَ بہ پنهنجي خصوصي سکيا جي حاصلات (Specific Learning Outcomes) ماڻي سگهن. ائين ڪرڻ سان نصاب جو روح بہ حاصل ٿي سگهندو.

انهيءَ سموري ڪاوش ۾ ليکڪن کي هڪ وڏي ذميواري سونپي ويئي آهي تہ جيئن هو لکڻ مهل سابقي ۽ لاحقي طور گذريل

درجي ۽ ايندڙ درجي جي ڪتابن ڪي (نصاب مطابق) آڏو رکن تہ جيئن درجيوار نصاب جي ارتقا (Gradual Progression) مطابق درسي ڪتاب نهي سگهن.

موجوده نصاب ۾ هڪ خاص ڳالھہ اها بہ ڄاڻايل آهي تہ تعليم هاڻي صوبائي مامرو آهي، تنهن ڪري مقامي ثقافت، تهذيب، شخصيتن ۽ ڏڻن کي اڳيان آندو وڃي تہ جيئن صوبائي تشخص ۽ سڃاڻپ، صوبي جي ٻارن جي ذهن ۾ سيني پهلوئن سان اجاگر ڪيو وڃي ۽ انهن مڙني ڳالهين کي هڪ قومي وحدت طور هڪ گلدستي وانگر رکيو وڃي، ڇو تہ ملڪي وفاق صوبائي وحدت جي بنياد تي رکيل آهي، ۽ صوبن مان اهڙا بهادر ۽ ثقافتي پهلو گڏجي قومي وحدت جو باعث بڻجن ٿا. ان ڪري موجوده ڪتابن کي سنڌ صوبي جيِ انهن پهلوئن کي سامهون رکي ناهيو ويو آهي ۽ اڳتي بہ ناهيو ويندو.

مٿئين ڳالهين کي آڏو رکي في الحال تہ ليکڪن پنهنجي ليکي ئي نصاب مان سکيا جي حاصلات جا پهلو جوڙيا آهن، حالانڪ اهو ڪم ليکڪن جو ناهي، تنهن هوندي بہ انهن ئي سکيا جي حاصلات کي مجيندي انهن جا لکيل ڪتاب مختلف مرحلن تي منظور ٿي بورڊ ڇپرائي شايع ڪيا آهن. انهيءَ سلسلي ۾ بورڊ ڪيترن ئي مرحلن مان لنگهي ڪتاب آڻي ٿو انهن جو ذڪر پڻ ضروري آهي، ڇاڪاڻ تہ هڪ طرف عام ماڻهن کي انهن ڳالهين جي خبر نہ هوندي آهي ۽ ٻي طرف اهل علم کي ان سلسلي ۾ بهتري آڻڻ جو موقعو بہ ملي سگهندو. تنهن ڪري آءُ هاڻي نصاب کان ڪتاب تائين جون منزلون ٻڌائڻ ضروري ٿو سمجهان، جيڪي هن ريت آهن:

1. ليڪڪن جي گڏجاڻي. مسودو تيار ڪرڻ ۽ آرٽ ورڪ ڪرڻ.
2. داخلي جائزو ڪاميٽي (Internal Committee)
3. خارجي جائزو ڪاميٽي (External Review Committee)
4. معيار کي يقيني بنائڻ واري ڪاميٽي (Quality Assurance Committee)
5. ڪتاب جي منظوري جي ڪاميٽي NOC
6. ڪتابن جي ڇپائي لاءِ ڇاپيندڙن سان لاڳاپا
7. پرنٽنگ جا مرحلا
8. بورڊ پاران ڇپائي جي اجازت ڏيڻ
9. ڪتابن کي اسڪولن تائين پهچائڻ

سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ گھربل ڪتاب تيار ڪرڻ لاءِ ليکڪن کي بورڊ ۾ اچڻ جي دعوت ڏيندو آهي تہ جيئن واسطيدار ماهر مضمون سان ليکڪن جي ملاقات بہ ٿئي ۽ نصاب جي تفصيل ۽ تشريح بہ ٿئي تہ ليکڪن کي لکڻ جي ڪم جو اندازو ٿي سگهي ۽ پاڻ ۾ ڪم بہ ورهائي سگهجي. انهيءَ ڪان پوءِ مختلف گڏجاڻين ۾ هڪبئي کي پنهنجي پنهنجي حصي جو ڪم چيڪ ڪرائي سموري ڪم کي هڪ مسودي جي صورت ۾ سهيڙڻ لاءِ ماهر مضمون ڪيترن ئي پهلوئن کان ان مسودي جي ڇنڊڇاڻ ڪري ان کي ڪمپوزنگ ڪرائي ٿو ۽ جڏهن مسودو ڪمپوزنگ جي مرحلي مان نڪري آرٽ جي منزل تي پهچي ٿو تہ آرٽسٽ انهيءَ مواد جي تدريسي ۽ علمي نُڪتن آهر آرٽ ورڪ يعني تصويرون تيار ڪري ٿو جنهن کانپوءِ ماهرِ مضمون ان مسودي کي مڪمل ڪتابي صورت ۾ آڻي ٿو تنهن کان پوءِ بورڊ داخلي جائزو ڪاميٽي جوڙي ٿو جنهن ۾ انهي تيار ٿيل

مسودي کي نصاب جي هدايتن مطابق ڇنڊڇاڻ ڪري ان ڪاميٽيءَ جي آڏو رکي ٿو جنهن ۾ بورڊ جو ماهر مضمون ۽ بيورو جو ماهر مضمون هڪ ورڪنگ ٽيچر، هڪ ٻوليءَ جو ماهر ۽ ٻيا به يا ٽي استاد شامل هوندا آهن. جيڪي ڪمپوز ٿيل مسودي کي نصاب جي هر لحاظ کان جهڙوڪ ٻولي، گرامر، مواد، تسلسل، نصابي تقاضا، ٻارن جي نفسيات، عمر ۽ اڳئين معلومات ۽ اسڪول ۾ هن مضمون جو تائيم ٽيبل سامهون رکي، مسودي لاءِ پنهنجون تجويزون ڏين ٿا. انهيءَ مسودي کي وري ماهر مضمون ڪاميٽي جي تجويزن مطابق مناسب حد تائين عمل ڪري مسودي کي تيار ڪرائي ٿو. بورڊ جي داخلي جائزو ڪاميٽي کانپوءِ مسودي کي بيورو آف ڪيريڪيولم ڏي آئيني گهرج پٽاندر منظوريءَ لاءِ موڪلجي ٿو. ان کانپوءِ بيورو پنهنجي طرفان هڪ خارجي جائزو ڪاميٽي (External Review Committee) جوڙي، آيل مسودو ان آڏو پيش ڪري ٿو ۽ ان بعد مسودي کي ضروري ڏنل تجويزن سان گڏ بورڊ کي واپس موڪلي ٿو جنهن کي بورڊ جو ماهرِ مضمون انهن تجويزن جي روشني ۾ مسودي ۾ ضروري درستيون مڪمل ڪري ٻيهر بيورو آف ڪريڪيولم کي موڪلي ٿو. بيورو آف ڪريڪيولم انهيءَ تيار ٿيل مسودي کي سنڌ سرڪار ڏانهن موڪلي ٿو ۽ سنڌ سرڪار معيار جي تصديق ڪرڻ واري ڪاميٽي جي گڏجاڻي ڪرائي ٿي. پوءِ جڏهن اها ڪاميٽي مسودي کي منظور ڪندي آهي ته مسودو واپس بورڊ ڏانهن منظوري سان گڏ واپس اچي ٿو. سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ (N.O.C) وٺڻ کان پوءِ بورڊ پاران اهو منظور ٿيل مسودو ڪتابي صورت ۾ آڻڻ لاءِ پبلشر کي ڇپائي لاءِ موڪلجي ٿو. اهو مسودو بورڊ جو ماهر مضمون جي نگراني ۾ جيڪو ڪتاب جو

ايڊيٽر پڻ آهي. ڪتاب ڪي ڇپرائي ته ان بعد ماهرِ مضمون ڇپيل ڪتاب کي ريليز ڪرڻ جي سرٽيفڪيٽ کان پوءِ پبلشر ڪتاب جو مڪمل تعداد بورڊ ۾ جمع ڪرائي ٿو جتي اسڪولن طرفان واسطيدار آفيسر اچي ڪتاب کڻي اسڪولن ۾ پهچائن ٿا. اهڙيءَ طرح سان نصاب کان ڪتاب تائين جو هڪ طويل سلسلو پورو ٿئي ٿو.

انهيءَ سموري سلسلي دوران ڪجهه اهڙيون ڳالهيون بہ آهن جيڪي انساني فطرت ۽ ڪمزورين مطابق توجهه ڏيڻ جوڳيون آهن. جن لاءِ منهنجو تجزيو مشاهدو ۽ تجربو هن تجويز طور آهي، جن تي عمل ڪرڻ سان نصاب، ڪتاب ۽ تدريس جا مرحلا اڃا بہ بهتر ٿي سگهن ٿا.

آخر ۾ چند گذارشون عرض ڪري پنهنجي ڳالهہ پوري ڪندس تہ:

- ڪتاب تيار ڪرڻ لاءِ ليکڪن واري پينل ۾ اهڙا ماڻهو شامل ڪيا وڃن جن کي تدريسي عمل ۽ نصاب جي ڄاڻ هئڻ گهرجي.
- ليکڪن کي ڪم حوالي ڪرڻ کان اڳ گڏجاڻي سڏرائي، درسي ڪتاب ۾ مواد ۽ سرگرمين بابت آگاهي ڏيڻ گهرجي.
- لکندڙن کي مناسب وقت ڏئي ڪم جي پورائي لاءِ حدف مقرر ڪري ڏجي، دير جي حالت ۾ ڪو جوڳو انتظامي قدم لازمي هجي.
- درسي ڪتاب لاءِ ليکڪن کان ابتدائي طور مواد تيار ڪرائي جاچ ڪميٽيءَ کان چڪاس ڪرائجي.
- جاچ ڪاميٽيءَ تي مناسب ميمبر رکيا وڃن، جن کي نصاب سازي ۽ ڪتاب سازيءَ جي اصولن، ٻوليءَ جي ڄاڻ ۽ ٻارن جي نفسيات توڙي تدريسي عمل جي ڄاڻ هجي.

- مسودي جي ڪمپوزنگ، لي آئوٽ ۽ ڊزائين بورڊ جي اندر ٿيڻ کپي.
- هر سبجيڪٽ جي ڪتاب لاءِ هڪ آرٽسٽ (عارضي) الڳ هجي، ۽ بورڊ جو آرٽسٽ انهن جي ڪم جي نگراني ڪري.
- ڪتاب کي مڪمل طور تي نافذ ڪرڻ کان اڳ ڪتاب جي آزمائشي ڪاپين وسيلي ڪتابن جي افاديت جاچي وڃي.
- ٻن سالن کان پوءِ ان ڪتاب تي نظرثاني ڪرائي وڃي ته جيئن ڪتاب جون ڪميون پيشيون سامهون اچن ته جيئن اهي دور ڪري سگهجن.

---

※ هي مقالو: سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن مرڪز پاران ڪوٺايل "سنڌي ٻولي عالمي ڪانفرنس" جي موقعي تي 30_ جنوري 2016ع تي نيشنل آڊيٽوريم ڪراچي ۾ پڙهيو ويو. ڪانفرنس جي صدارت جناب نثار احمد کهڙو تعليم جو وزير، حڪومتِ سنڌ جي هئي.

## شهيد مير امداد علي چانڊيو يادگار ڪاميٽي

## طرفان ڇپايل ڪتاب

1. ڳالهيون من اندر جون (ڇاپو ٻيون) سال2009
صوفي لعل محمد چانڊيو

2. اوسيئڙن ۾ نيڻ (شاعري) سال2014
شفيع محمد چانڊيو

3. اندر جِن اُجاريو (ڇاپو پهريون) سال2015
مرتب: علي رضا چانڊيو

4. محمد عثمان ڏيپلائي جي ڊراما نگاري سال2016
شفيع محمد چانڊيو

5. اندر جِن اُجاريو (ڇاپو ٻيون ) سال2017
مرتب: علي رضا چانڊيو

6. سجڻ ساهه پساهه ۾ سال2019
شفيع محمد چانڊيو

سچ ساهه پساهه ۾

شفيع چانڊيو





## اسان جو يگانو يار شفيع

شفيع محمد چانڊيو جنهن جو ادبي نالو شفيع چانڊيو ۽ شاعراڻو تخلص شفيع، بعضي "يار شفيع" به ڪتب آندو اٿس. هڪ بي سُڪائتي روح وانگر سرگردان رهندڙ ڪردار آهي، جنهن جي سيني ۾ سنڌ ۽ سنڌين جي سِڪ سانديل آهي پاڻ اِرچ ماڻهو مسلسل پنجاهي ڪن سالن کان ادبي ۽ سماجي ڪيتر ۾ سرگرم آهي. توڙي جو هر ننڍي وڏي سياسي پارٽيءَ جا اهم اڳواڻ ۽ ڪارڪن سندس ذاتي دوست آهن. پر پاڻ ڪڏهن به ڪنهن سياسي پارٽي جو ميمبر نه رهيو آهي. انهيءَ جو اصل ڪارڻ اهو آهي ته اسان جو هي دلبر دوست مڪمل طور هڪ ادبي ۽ سماجي شخصيت آهي. ان سان گڏ هڪ تعليمي ۽ تحقيقي ماڻهو پڻ تعليمي لحاظ کان هو درسي ۽ نصابي ڪتابن جو ماهر آهي. هن پنهنجي عمر جو وڏو حصو تعليمي ۽ نصابي اداري سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ ۾ درسي ڪتابن جو ڪم ڪندي پاڻ ميرايو آهي.

جڏهن ته ادبي طور هُو هڪ پلوڙ شاعر، مضمون نگار ۽ خاڪا نويس آهي.

شفيع چانڊيو محفل جو مور، ڪچهريءَ جو ڪوڏيو محبتي ماڻهو هئڻ سان گڏ موسيقيءَ سان چاهه رکندڙ ۽ چاڻو پڻ آهي. اهوئي سبب آهي جو سندس اوطاق تي هر وقت اديب، شاعر، فنڪار ۽ راڳن جا ماڻهو چوياري ۾ ويٺل نظر ايندا. هونئن به سندس دوستيءَ جو دائرو وسيع آهي.

شفيع چانڊيو ڪيترين ئي سماجي ۽ ثقافتي تنظيمن جو اڳواڻ ۽ ادبي تحريڪن سان سلهاڙيل رهيو آهي. هي سِگا حيدرآباد جو جنرل سيڪريٽري ۽ ڳوٺ سڌار سنگت جو مرڪزي اڳواڻ آهي. ويجهڙائي ۾ سندس ئي اڳواڻي ۾ جڙندڙ تنظيم سنڌ فرينڊس آرگنائيزيشن جو پاڻ 2010ع کان صدر آهي جنهن جي پليٽ فارم تان پاڻ هن وقت تائين بيشمار خوبصورت پروگرام ڪرائي چڪو آهي. آئون سمجهان ٿو زيرِنظر ڪتاب جيڪو ته انهن جوئي اولڙو آهي. هن ڪتاب ۾ سنڌ جي مشهور ۽ تاريخي شخصيتن جا مضمون ۽ خاڪا شامل آهن. ازانسواءِ تحقيقي مقالا پڻ. تنهن ڪري چئي سگهجي ٿو ته يقيناً هي ڪتاب پڙهندڙن ۾ وڏو مانُ ماڻيندو.

**آغا ظفر**

حيدرآباد سنڌ

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا ٻه تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو ٻه صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نه آهي. جيڪڏهن ڪو ٻه شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو ته پَڪَ ڄاڻو ته اُهو ڪُوڙو آهي. نه ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو ته پَڪَ ڄاڻو ته اُهو ٻِه ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طرح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ بيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اڄ ڪلهہ ٽهيءَ کي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽَر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)